ڪرڻ ايندو. ان هوندي به منهنجي دل ۾ ور ور ڪري اهو سوال ٿو اٿي ته پرماتما هيءَ سرشٽي ٺاهي ڇو؟ هن اسانکي سکڻو مان ڪڏي هيٺ ڇو موڪليو." هن سنسار ۾ ايذا، ڏک، درد ۽ ڪشٽ ڪلهش ڇو پيدا ڪيا آهن؟"

حضور جن فرمايو، "مان ڊاڪٽر جانسن کي چوندس ته توهانکي هڪ ڪهاڻي ٻڌائي جا مون کيس ڪجهه ڏينهن اڳ ٻڌائي هئي. شايد اها اوهانکي پسند ايندي."

ڊاڪٽر جانسن هڪڙو اميرڪن سنسڪي هو جنهن ڏيري ۾ رهائش اختيار ڪئي هئي. ڳالهه ٻولهه هلندي هو چپ چاپ اچي هڪ ڪنڊ ۾ ويهي رهيو هو. هن مشڪي چيو ته اها ڏاڍي وندرائيندڙ ڪهاڻي آهي ۽ ان ذريعي توهان جي شڪن جو سمادان ٿي ويندو. مان شايد اهڙي سٺي نموني ۾ اها ٻڌائي نه سگهان جنهن اثرائتي نموني سان حضور جن مونکي ٻڌائي هئي. ان هوندي به مان ڪوشش ڪريان ٿو. اها هڪ انڌي ماڻهوءَ بابت آهي جو هڪ گهري کوهه ۾ ڪري پيو هو. اتفاق سان اتان هڪ ماڻهو اچي نڪتو ۽ انڌي ماڻهوءَ جي اهڙي درگتي ڏسي کيس قياس آيو ۽ هنکي کوهه مان ڪڍڻ چاهيائين. اتي هن هڪ وڏي نوڙيءَ جو هڪ پاسو کوهه ۾ وڌو ۽ انڌي ماڻهوءَ کي چيائين ته ان کي جهل ته توکي ٻاهر ڪڍان. نوڙيءَ کي جهلڻ بدران انڌو ماڻهوءَ هن سان اجايا سجايا سوال ڪرڻ لڳو ته اهڙي گهري کوهه ۾ مان ڪيئن ڪريس، توهين مونکي ان مان ڇو ٿا ڪڍو؟ ان ۾ اوهانجو ڪو شخصي مطلب آهي ڇا؟ آخر کوهه کوٽايا ڇو ويا آهن؟ سڀ کان پهرين کوهه ڪنهن کوٽايو؟ ان ڳالهه جي ڪهڙي خاطري آهي ته مان وري ٻئي کوهه ۾ ڪونه ڪرندس وغيره وغيره.

پڇيو. اُنهن ٻڌو حضور جن کي هڪ نوجوان جو رنل هيئان اچي عرض جو ڏاڍو دکدائي قصو ٻڌايو. هڪ ڏاڙو پرٽيل جوڙو ڄالو اسٽيشن کان گاڏيءَ ۾ چڙهيو هو ۽ ٻئي اسٽيشن لئي پئي ڪجهه منٽ ٿي ۽ مڙس پنهنجي استريءَ لاءِ ونڻ لاءِ لٿو. وڃي ۽ وٽ پنهنجي روٽي نوٽ جو رڙيو ڪونه هو، انڪري ٻڪنگ آفيس مان مٽائڻ لاءِ ويو. اتي ۾ گاڏي هلڻ لڳي. نوجوان کي همت ۾ ميو هو ۽ جيئن تي هن هلندڙ ريل ۾ چڙهڻ جي ڪوشش ڪئي ته پير ترڪي ويس ۽ گاڏيءَ هيٺان اچي ٽڪرا ٽڪرا ٿي ويو. ويچاري شاديءَ ڪالهوڪ ٻهراون ڏينهن تي ساهري وڃي رهي هئي ۽ کيس پنهنجي ساهري ڳوٺ جي نالي جي به خبر ڪانه هئي. صرف ايترو ٻڌائي سگهي ٿي ته اڳئين پيري اسان لڏيانا اسٽيشن لئي ڪنهن اسٽيشن لاءِ گاڏي مٽي هئي ۽ ان اسٽيشن کان منهنجو ساهرو گهر پنج ميل پري آهي.

پنڊت ڪيول ڪرشن چيو، "هي ڀڳوان! هن دنيا ۾ ڪيڏا نه دک ۽ ڪليش آهن."

حضور جن وراڻيو، "مسلمان درويش هن دنيا کي "دار المصائب" 'مصيبتن جو گهر' ڪري سڏيو آهي. هن دنيا ۾ ڪڏهن ڪنهن کي سچو سک مليو آهي؟"

سردار ڪيسر سنگهه اعتراض ڪندي چيو ته حضور! اهين ڪيئن چئجي ته هن دنيا ۾ صرف دک ئي دک آهي. هتي ته خوشي ۽ غمي ٻئي گڏاون پيئون آهن. ڪي ماڻهو ته سچ پچ ڏاڍا سکي آهن.

حضور جن کيس جواب ڏنو، "لوڪين اسدرين جي ڪڻا ٻنڪر پوڻن کي ٿي سچو سک سمجهي ويٺا آهيو. موت، مفلسي، مرض ٻڌايو، اچانڪ حادثن جي ڊپ سندي الوار

جو پردو پيل آهي . انڪري هن داهه روپي نجوڙيءَ …
ٻد ٿيل انمول هيري ، يعني آتما کي اهي ڏسي لٽيون
سگهون . جيڪڏهن اسين هن مٽيءَ ۽ ماس جي ٺهيل داهه
کان اوچو اُٿي مٽي ڏسڻ جي ڪوشش ڪنداسين ته پرماتما
جي راجڪماري يعني آتما کي ڏسي سگهنداسين جنهنجو هن
ڪايا روپي نگريءَ ۾ نواس آهي . اها ڪيڏي دک ۽ غم
جي ڳالهه آهي جو داهه روپي گندو ۽ غليظ قالب ٽنل ۽
ناسوت پردو مٽش کي اهڙو اندو بنائي ڇڏي ٿو جو ڪيس
پنهنجي اندر ڇپيل سورج جو ايج ۽ اجلو ڏسڻ ۾ اچي ڪو نه
ٿو اچي ."

سردار ڪيسر سنگهه چوڻ لڳو ، "ڪاٿ جي ٻرام ڏانهن
نه اسانجو ڌيان وڃي ٿو پر ان ۾ پيل ادسٽ تصوير جي
منوهر سندرتا کان اسين بلڪل غافل ۽ اڻچيت آهيون . اسين
نه صرف ان ڪاغذ جي ٻڙيءَ کي اُپي ڏسندا رهون ٿا پر
ان رٽن جو نه ڪو خيال ئي ڪونه ٿا ڪريون جو هريءَ ان
ٻڙيءَ ۾ وجهي رکيو آهي ."

پنڊت ڪيول ڪرشن سوال ڪيو ، "مهاراج جي ، پرماتما
…ن سرشٽيءَ جي رچنا ڇو ڪئي ؟"
حضور جن جواب ڏنو ، "اسانجي ڀلائيءَ خاطر ."
ان تي پنڊت ڪيول ڪرشن وري چيو ، "شاسترن
… ڪٿن آهي ته هي سڀ سندس ليلا آهي ، موج آهي ."
… ستگورن فرمايو ، "مالڪ جي رچنا جي بو بان مقصد ۽
… هي ۽ هنجي ڪابه ڳالهه بنا مطلب جي ڪانهي ."
… مهل راولپنڊي ۽ پشاور پاسي جا ڪي ستسنگي آيا
… ر مهاراج جن جي چرڻن ۾ متو ٽيڪي ويهي رهيا .
… ن هر هڪ کان سندن ڪٽنب پريوار جي خوشحالي بابت

پنڊت پڇڻ لڳو، ”ڇا! پاپ ڪي به؟“

حضور جن وراڻيو، ”ها! ڇانو، پاڇو ۽ رات ڇا جي پيدائش آهن؟ سورج جي.“

پنڊت ڪيول ڪرشن ڏاڍي اڻالائيءَ سان پڇڻ لڳو، ”حضور! سچ پچ شيطان يا جهڙڪي سنت ڪال چوندا آهن، آهي ڇا؟“

حضور جن وراڻيو، ”نه سڌ ٻڌ ٿيندو آهي.“

پنڊت سوال ڪيو، ”پرماتما شيطان کي پوءِ ٺاهيو ڇو؟“

حضور جن جواب ڏنو، ”اسان جي ڀلائيءَ ۽ بهتريءَ لاءِ. شيطان جو هئڻ به ڏاڍو ضروري آهي. ناڳ جو زهر اسان لاءِ برابر زهر آهي پر سندس لاءِ نه.“

نوجوان وڪيل پڇيو، ”حضور! استريءَ جي ڪشش ۽ پريم کان ڪيئن بچجي؟“

حضور جن فرمايو، ”پريم ۽ ڪام واشنا ۾ زمين آسمان جو تفاوت آهي. پريم مٿي ٿو کڻي پر ڪام هيٺ ٿو گهلي. پريم آتما جو سڀاءُ آهي پر ڪام اندرين جو. پريم اهو الوڪڪ ڀاو آهي جو مالڪ جي دَيا مهر سان پرگهٽ ٿئي ٿو پر ڪام گندن گهٽين جي وشنا آهي جنهن کان هر نيڪ ۽ پرمارٿي شخص کي بچڻ گهرجي. اسين پريم ۽ ڪام جي وشيه جي ڇنڊڇاڻ ڪرڻ ٿي ڪري پر جيڪڏهن اسين هر روز صبح ان ڳالهه تي وچار ڪرڻ لاءِ ٿورو ئي وقت ڏيون ته جيڪر واشنا جي ڪشش کان بچي پئون.“

راءِ صاحب رنجيت گوپال چيو، ”مرالسا روم صاحب فرمايو آهي ته جهڙڪي دنيا عشق سڏي ٿي اهو پيٽ ڀري کائڻ ڪري گرميءَ ڪارڻ پيدا ٿئي ٿو.“

حضور جن فرمائڻ لڳا، ”اسان جي اکين ئي ڪام واشنا

کي جاڳرت ڪيو ته هن ۾ انسان صحيح معنيٰ ۾ انسان ٿيو. پورڻ پرش ته اهو آهي جنهن جي نگاهه ذرڙيءَ کان وٺي آڪاش ۽ روحاني منڊلن تائين وڃي ٿي. پرماتما هن کان الڳ ڪونهي. منش جيتري قدر انهيءَ انترڪ چيتنا کي جاڳرت ڪندو ويندو، اوترو ئي هو صحيح معنيٰ ۾ منش ٿيندو ويندو.

سردار ڪيسر سنگهه چيو ته ان ۾ ته بحث جي ڪا گنجائش ئي ڪانهي ۽ حقيقت بلڪل صاف ظاهر ٿي پئي آهي.

پنڊت ڪيول ڪرشن چيو، "اسان لاءِ ته اهو سڀ ڪجهه هڪ پرولي ٿي پئي لڳي."

ان تي دادا جن فرمايو، "برابر، هر هڪ لاءِ اها پرولي آهي جنهن کي حل ڪري سگهجي ٿو. حقيقت ته اها آهي اسان ڪڏهن هن پروليءَ کي سلجهائڻ جي ڪا ڪوشش ئي ڪا نه ڪئي آهي."

پنڊت ڪيول ڪرشن وري سوال ڪيو، "مهاراج جي، پرماتما پاڻ ته پورڻ ۽ نيڪيءَ جو خزانو آهي، پوءِ هن جي سرشٽيءَ ۾ پاپ ۽ برائي ڪٿان آئي؟"

راءِ رنجيت گوپال چيو، "برائي ۽ ڀلائي منش جي اپني نگاهه تي مدار ٿي رکي. پرماتما جي نظر سان ڏسجي ته اپورڻتا نالي جهڙي ڪا وستو ئي ڪانهي. برائي آهي ئي ڪانه. پر جيڪڏهن ثابت ڪري ڏيکارينداسين ته برائي لوس حقيقت آهي پر هن سنسار جي سچائين ۾ برائي به هڪ ضروري ڳالهه آهي.

پنڊت ڪيول ڪرشن پڇيو، "حضور! برائي ۽ پاپ جي [illegible] ؟"

هر چيز پرماتما جي پيدا ڪيل آهي."

همیشه منش جي روپ ۾ ئي اچي ٿو. جيڪڏهن هو فرشتو ٿي اچي يا ديوي ديوتا بڻجي اچي ته جيڪر اسين هنکي ڏسي ڪين سگهون ۽ نڪي هو اسان سان ڳالهائي ٻولهائي سگهي. ڳائيون، پشون ۽ پکي ته هر طرح اسان کان هيٺ آهن. اُهي اسانکي اُپديش نٿا ڏيئي سگهن. ان ڪري هو منش جو روپ ڌارڻ ڪري ئي منش کي سمجهائي سگهي ٿو. صرف اِنسان ئي اِنسان کي گيان ڏيئي سگهي ٿو. جڏهن بہ ضرورت پيئي پرماتما هر ديش، هر سمي منش جي روپ ۾ پرگهٽ ٿيو آهي ۽ هميشه پرگهٽ ٿيندو رهندو.

سردار ڪيسر سنگهہ چيو ته سنتن کي سڃاڻڻ لاءِ نشانيون ته ضرور هئڻ کپن.

حضور جن ڪلي ڏنو ۽ فرمائڻ لڳا، "نہ! اهو ڪو ضروري ڪونهي. جن جيون لاءِ هو اچن ٿا، اُهي جيو کين آسانيءَ سان سڃاڻي سگهن ٿا."

سردار ڪيسر سنگهہ وري سوال ڪيو تہ پوءِ پرماتما پاڻ کي منش جي نظرن کان ڇو لڪايو آهي؟

حضور مهاراج جن مرڪندي فرمايو، "پرماتما ان منش کان ڪڏهن بہ اوجهل ڪونهي جو صحيح معنيٰ ۾ منش آهي. ڇا اسين صحيح معنيٰ ۾ منش آهيون؟ اسين تہ بهتر درجي جا ٻن ٽنگن وارا جانور آهيون جن ۾ اِهي جانورن جي پيٽ ۾ ٿوري ٻڌي وڌيڪ آهي. صحيح معنيٰ ۾ اِنسان تہ اهو آهي جنهن پنهنجي مول شڪتين کي واپس پاتو آهي ۽ ان خزاني کي ڳولهي هٿ ڪيو آهي جو پرماتما هن جي واسطي هن جي شرير ۾ رکيو آهي. اسين تہ صرف شرير ۽ من جي ٻل تي نچي رهيا آهيون. اسانجي اندر اهڙيون شڪتيون موجود آهن جي سُتيون پيئون آهن. جڏهن انهن

جيئڻ جو ليکو ڪٿڻ گهرجي ڇا؟ ٻاٻو صاحب فرمائين ٿا ته
زندگيءَ ۾ مون صرف پاپ ئي پاپ ڪمايا آهن. پر ائين
نه آهي ته ائين ڪيو. اهڙن وچن مان هنن جي نمرتا ۽ دينتا
ئي ظاهر ٿئي ٿي. در اصل، سچي نمرتا صرف سنتن ۾
ئي ملي ٿي. دنيادار ته نمرتا ۽ دينتا جو مطلب ئي نه
ٿا سمجهن. جيتوڻيڪ سنت پاڻکي داس ٿا سڏين پر سمجهڻ
وارا سمجهن ٿا ته هو مالڪ جو روپ ٿيندا آهن.

سردار ڪيسر سنگهه چيو، ”حضور! اسين جڏهن ڏيري
۾ پهتاسين ته هڪ ماڻهو ڪبير صاحب جو شبد پڙهي رهيو
هو ته منهنجو ستگورو مونکي پرماتما کان به وڌيڪ پيارو آهي.“

راءِ رنجيت گوپال چيو، ”حضور! ڪبير صاحب جو
هي دوهو ته تمام مشهور آهي:-

”گور گوبند دونون کڙي، ڪس ڪي لاگون پاءِ،
بلهاري گورو آپڻي، جن گوبند ديو دکاءِ.“

يعني منهنجي سامهون منهنجو ستگورو ۽ پرماتما بيٺا آهن.
مان پهرين سلام ڪنهنجو ڪريان؟ ضروري آهي ته مان
پهرين پنهنجي ستگورن جي چرڻن ۾ سيس نوايان ڇاڪاڻ ته
هنجي ئي ڪرپا سان مونکي پرماتما جو درشن مليو (نه ته
هن ڀاڳ کي گپت رکيو هو.)

حضور جن فرمايو، ”هي ته هڪ شيوڪ جو پنهنجي
ستگوروءَ جي لاءِ صدق، پريم ۽ شڪرگذاريءَ جي اظهار
ڪرڻ جو طريقو آهي.“

سردار ڪيسر سنگهه سوال ڪيو ته پرماتما لاءِ منش جي
روپ ۾ اوتار ڌاري اچڻ ممڪن آهي؟

حضور جن جواب ڏنو، ”ان ۾ ناممڪن ڇا آهي؟ جڏهن
[illegible] سنسار ۾ اچي ٿو ۽ هو اچي به ضرور ٿو، ته

ٻا ”لوڪاس“ ٿا چون. هيءَ اهڙي نه مڌر ۽ رسيلي ڌن آهي جو جيڪڏهن آتما انکي صرف هڪ ڀيرو ٻڌي ته هن جي سموري ميل ۽ غلاظت لهي وڃي.

سردار پڇڻ لڳو، ”حضور! اهڙي ڪا نشاني يا ڪسوٽي آهي جو سنت کي پرکي سگهجي؟“

حضور جن فرمايو، ”ها! اهڙيون نشانيون ضرور آهن. پر هڪ پهتل آتما ئي سنت کي سڃاڻي سگهي ٿي. هڪ الف بي پڙهندڙ ٻار هڪ ڪاليج جو پرنسيپال، جو ايم اي يا پي ايڇ ڊي آهي ان جي علميت ۽ قابليت جو اندازو ڪيئن ٿو لڳائي سگهي؟

سردار ڪيسر سنگهه چوڻ لڳو، ”گرنٿ صاحب ۾ گروءَ کي پرماتما جو سروپ مڃيو ويو آهي ۽ گروءَ لاءِ پڻ اهائي ڳڻتي ۽ اهڙي شرڌا هئڻ کپي جهڙي پرماتما لاءِ. پر سنت نمرتا جا ڀنڊار ٿيندا آهن. گرو گوبند سنگهه صاحب فرمائين ٿا:-

”مئن هون پرم پرک ڪا داسا، ديکن آيو جگت تماسا.“

يعني مان نه پرماتما جو هڪ ننڍو سيوڪ آهيان. هن سنسار جو ناٽڪ ڏسڻ آيو آهيان.“ ”پوءِ انهن ويچارن ۾ ايترو فرق ڇو آهي؟“

حضور جن جواب ڏنو، ”ڪڏهن به سنت ڪڏهن به ائين ڪو نه چيو آهي ته مان پرماتما آهيان. انهن هميشه پاڻ کي پرماتما جو داس يا سيوڪ سڏيو آهي. در اصل، هو نه نمرتا جا اوتار آهن ۽ نماڻائيءَ وچان ئي هو ائين چون ٿا. پر انهن جي هن ڪٿن سان هنن جو شان يا مهانتا ڪا گهٽجي نٿي. گرو نانڪ صاحب فرمائين ٿا، ”ڪهه نانڪ هم نيچ ڪرما.“ تنهنڪري اسانکي سڌن اکرن جو ارٿ

سروپ ساڌڪ ڪنهن امير ڪٽنب ۾ جنم وٺي ٿو، راجا ٻڻجي ٿو يا ڪو اامور ليڊر يا شاهوڪار واپاري ٻڻجي ٿو. انهن ۾ ممڪن آهي ته هو ڇڄڻ تائين سرڳن جا سک ماڻيندو رهي پر مالڪ جو مشاهدو انهن ساڌن سان ڪونه ٿو ماڻي سگهجي. گُرو ارجن ديو مهاراج جن هنن سڀني ساڌن ۽ ڪاريا جي ڪليش جو ورڻن ڪيو آهي جيڪي هنن من کي جيتڻ لاءِ ڪيا. پڇاڙيءَ ۾ چون ٿا ته آهي سڀ ساڌن ڪرڻ سان مولڪي مالڪ سان ميلاپ ڪرڻ ۾ ڪجهه به سهائتا ڪانه ملي.

سردار ڪيسر سنگهه پڇڻ لڳو، "آهي سڀ اپائون گُرو ارجن ديو جن خود ڪيون؟"

حضور جن وراڻيو، "هو گذريل جنمن جي انهن جو ذڪر ڪن ٿا. من کي وس ڪرڻ ڏاڍو ڪٺن آهي. صرف ستگوروءَ جي ديا مهر ئي هن جي چنبي کان بچائي سگهي ٿي."

سردار ڪيسر سنگهه سوال ڪيو، "من کي وس ڪرڻ لاءِ گُرو صاحب ڪهڙو اپاءُ ٻڌايو آهي؟"

حضور جن وراڻيو ته گُرو صاحب فرمائين ٿا ته جيڪي ساڌن پرماتما کي پائڻ لاءِ اڪثر ڪري عام لوڪ ڪندا آهن، جڏهن مان اهي سڀ ساڌن ڪري هاري ٿڪيس، لاڪامياب رهيس، تڏهن گُروءَ جي چرڻن ۾ ڪري پيس؟ ستگورن مولڪي انهد شبد، هري ڪيرتن يا دُوڻ ڌنيءَ جو مارگ ٻڌايو. سڀني سنتن جو به اهو ئي مارگ آهي. هر ڪنهن ديش جي سنتن هر جڳهه ۾ ان ئي مارگ کي اپنايو آهي. مسلمان فقير ان کي "ندائي آسماني" يا "سلطان الاذڪار" چون ٿا. پراچين رشين انکي "آڪاش واڻي" سڏيو آهي. عيسائي مهاتما اُن کي "ورڊ"

جي ڏس ۾ ڪجهه به واڌارو ڪري ڪونه سگهنداسين.

ان لئي راءِ صاحب راجپت گوپال چيو ته خود گورو نانڪ صاحب جن فرمايو آهي:-

"پڙهيئه جيتي برس برس، پڙهيئه جيتي ماس،
پڙهيئي جيتي آرجا، پڙهيئه جيتي سانس،
نانڪ ليکيءِ اڪ گل هور هومي جهکنا جهاک."

اهڙي ڪير ڪٽي مهنا، سال ۽ ساري زندگي ڇو ڪين پاٺ ڪندو رهي پر صرف هڪ ئي ڳالهه ليکي ۾ لڳي ٿي ۽ اها آهي سرت کي شبد سان جوڙڻ، باقي اهو سڀ بيڪار ۽ وئرٿ آهي.

حضور جن فرمائڻ لڳا، "صحيح ڳالهه آهي اها آهي ته گرنٿن جو پاٺ ڪرڻ ڪا خاص اهميت ڪونه ٿو رکي. گورو ارجن ديو فرمائين ٿا ته سمورن ڏاڍي ساوڌاني ۽ غور سان ويد پڙهيا، ڪندا ليکي لوڳ جي ساڌنا ڪيم، ان سان شامل ايون جهڙي ته ڪريائون ڌوتي، نيتي، بستي ۽ نولي وغيره به ڪيم پر اهين ڪرڻ سان ڪام، ڪروڌ، لوڀ، اهنڪار ۽ سنساري پدارٿن جو موهه دفع ڪونه ٿيو. جيڪڏهن گرنٿ پوٿين جي پاٺ سان موڪش ملي ها ته پوءِ راوڻ کي موڪش ڇو ڪين مليو؟ هو ته ويدن جو مها ودوان ۽ نيڪا ڪار پنڊت هو. لوهان سڀني کي خبر آهي ته هن جو چرلر ڪهڙو هو. اڄ ڏينهن به هر سال هن جو پتلو جلايو ويندو آهي. ماڻهو سمجهن ٿا ته گرنٿن پوٿين جي پاٺ ڪرڻ سان ۽ تيرٿن ۽ ندين ۾ اشنان ڪرڻ سان پاپ ڌوپجي ٿا وڃن پر جيڪڏهن هو گهرائيءَ سان ويچار ڪن ته هنن کي جيڪر خبر پئجي وڃي ته پاپن جي ميل لهڻ بجاءِ الٽو پاپن ۾ هڪ اهو به پاپ گڏ ٿي وڃي ٿو. اهو آهي پاٺڪي اين ڪان وڌيڪ

ڪو گرنٿ بنا سمجهڻ اچڻ جي، بنا ان مان فائدو حاصل ڪرڻ بنا صرف طوطي وانگر رٽيندا رهندا، پر ان تي عمل ڪونه ڪندا ته ان مان ڪجهه به هٿ حاصل ڪونه ٿيندو. اهڙو پڙهڻ آهي صرف رات رواج جو ليکو ڪرڻ.

وڪيل صاحب چوڻ لڳو، ”پر سڀ ماڻهو ائين ئي ته ڪن ٿا.“

حضور جن فرمايو، اهائي ته عجب جهڙي ڳالهه آهي. هي ته ائين آهي جيئن بيمار جي سور لاءِ ڊاڪٽر جو نسخو بار بار پڙهڻ. پر سور ته تڏهن لهندو جڏهن توهين ڊاڪٽر جي نسخي موجب دوا ٿا کائو، هن جي هدايتن انوسار هلندا. هڪ ماڻهو ڪشمير وڃڻ لاءِ ڪشمير جو گائيڊ بڪ خريد ڪري صرف پڙهندو ٿي رهي ته، پر اتي پهچڻ لاءِ هڪ وک به نٿو کڻي، ڇا هو ائين ڪرڻ سان ڪشمير پهچي ويندو؟“

وڪيل صاحب چوڻ لڳو، پوءِ ته ڌرمي ڪتابن پڙهڻ جو ڪو فائدو ئي ڪونهي؟“

حضور جن فرمايو، ”نه! ڪجهه فائدو ته ضرور آهي. انهن جي پڙهڻ سان من جو جهڪاءُ ڀڳتيءَ جي طرف لڳي ٿو ۽ پرماتما سان ملڻ جي چاهنا جاڳي ٿي پر اسانکي اتي ئي بيهي وڃڻ نه گهرجي. ڌرمي گرنٿ اسانکي مالڪ سان ملڻ جو رستو ٻڌائين ٿا، روحاني راهه ۾ جيڪي رڪاوٽون اچن ٿيون انهن جو ورنن ڪن ٿا ۽ انهنکي دور ڪرڻ جو اپاءَ ٻڌائين ٿا. گرنٿ پوٿيون رچيندڙ مهاتما اهو به ٻڌائين ٿا ته هنن من کي جيتڻ لاءِ ڪهڙا اپاءَ ڪيا. جيئن توهان جيڪو هيٺئين شبد ٻڌو ان ۾ گورو ارجن ديو جن جي انيون جو الاپ ونڻ لاءِ انهن تي عمل ڪرڻ بجاءِ صرف ان شبد جو پاٺ ٿي ڪندا رهنداسين ته مهنجي خيال ۾ پرماتما جي پراپتيءَ

اڄ ٿي منهنجون اکيون کليون آهن ۽ پنهنجي ناداني ۽ تي عجب پيو لڳيم جو مان اهو مڃي ويٺو هوس ته گيتا جي پاٺ ڪرڻ سان ٿي منهنجي مڪتي ٿي ويندي.

سڪ وڪيل صاحب چوڻ لڳو ته حضور مان هر روز صبح جو 'جپ جي صاحب' جو پاٺ ڪندو آهيان، ڇا مونکي ان مان ڪجهه به لاڀ ڪونه ٿيندو؟

حضور جن ڪانئس پڇيو، "توهين اهو پاٺ ڪيتري عرصي کان ڪندا رهيا آهيو؟"

وڪيل صاحب جواب ڏنو، "چوڏهن سالن جي عمر کان ولي يعني ٻارهن سالن کان."

حضور مهاراج جن فرمائڻ لڳا، "ڏاڍو سٺو، ان ڀڳتي ڀاو ۽ پيار لاءِ توهين جس جا لائق آهيو. پر هاڻي اچو ته انهي فائدن تي کليءَ دل سان ۽ شانت مم نمولي ويچار ڪريون. سڀ گرنٿ چاهي اهي اسانجي ڌرم جا، يا ٻين ڌرمن جا هجن، انهن جو مقصد ۽ مهتو ساڳيو ۽ سمان آهي. هتي اسين ڪنهن خاص ڌرم يا ڪنهن خاص شخص جي ڳالهه ڪونه ٿا ڪريون. سمجهو ته هڪ عيسائي هر روز هڪ ڪلاڪ بائيبل پڙهي ٿو يا هڪ ٻڌي هر روز پرڀات ويلي پنهنجي ڌرمي پستڪ جو ڏاڍي پريم ۽ شرڌا سان پاٺ ڪري ٿو پر گرنٿن جي پڙهڻ جو مول مقصد ڪهڙو آهي؟ اهو ٿي ته انهن گرنٿن ۾ جيڪي ڳالهيون اسان لاءِ لکيل آهن يا جيڪي هدايتون ڏنل آهن، اسين انهن تي عمل ڪريون ۽ انهن جو فائدو وٺون. جيڪڏهن توهين ڪنهن گرنٿ کي صرف هڪ ڀيرو ٿي پڙهو ٿا پر انکي چڱي طرح سمجهي ٿا ڇڏيو ۽ ان ۾ ڏنل هدايتن تي عمل ڪرڻ شروع ٿا ڪريو ته ان جي پڙهڻ جو اصلي مقصد پورو ٿي وڃي ٿو. پر جيڪڏهن

کو گرنٿ ٻڌا سمجهڻ اچهڻ جي، پر ان مان فائدو حاصل ڪرڻ بدا صرف طوطي وانگر رٽيندا رهندا، پر ان تي عمل ڪو نه ڪندا ته ان مان ڪجهه به هٿ حاصل ڪو نه ٿيندو. اهڙو پڙهڻ آهي صرف رسم رواج جو ليکو ڪرڻ.

وڪيل صاحب چوڻ لڳو، "پر سڀ ماڻهو ائين ٿي ته ڪن ٿا."

حضور جن فرمايو، اهائي ته عجب جهڙي ڳالهه آهي. هي ته ائين ٿيو جيئن پيٽ جي سور لاءِ ڊاڪٽر جو نسخو بار بار پڙهڻ. پر سور نه ٽٽندو جڏهن توهين ڊاڪٽر جي نسخي موجب دوا ٿا کائو، هن جي هدايتن انوسار هلندا. هڪ ماڻهو ڪشمير وڃڻ لاءِ ڪشمير جو گائيڊ ڪتاب خريد ڪري صرف پڙهندو ٿي رهي ٿو، پر اتي پهچڻ لاءِ هڪ وک به نٿو کڻي، ڇا هو ائين ڪرڻ سان ڪشمير پهچي ويندو؟"

وڪيل صاحب چوڻ لڳو، پوءِ ته ڌرمي ڪتابن پڙهڻ جو ڪو فائدو ئي ڪونهي؟"

حضور جن فرمايو، "نه! ڪجهه فائدو ته ضرور آهي. انهن جي پڙهڻ سان من جو جهڪاءُ ڀڳتيءَ جي طرف ٿئي ٿو ۽ پرماتما سان ملڻ جي چاهنا جاڳي ٿي پر اسانکي اهڙي پڪي وڃڻ نه گهرجي. ڌرمي گرنٿ اسانکي مالڪ سان ملڻ جو رستو ٻڌائين ٿا، روحاني راهه ۾ جيڪي رڪاوٽون اچن ٿيون انهن جو ورڻن ڪن ٿا ۽ انهنکي دور ڪرڻ جو اُپاءَ ٻڌائين ٿا. گرنٿ پوٿيون رچيندڙ مهاتما اهو به ٻڌائين ٿا ته هن من کي جيتڻ لاءِ ڪهڙا اُپاءَ ڪيا. جيئن توهان جيڪو هيٺيون شبد ٻڌو ان ۾ گرو ارجن ديو جن جي الپون جو لاڀ وٺڻ لاءِ انهن تي عمل ڪرڻ اجاءِ صرف ان شبد جو پاٺ ٿي ڪندا رهنداسين ته مذهبي خيال ۾ پرماتما جي پراپتيءَ

اڄ تي منهنجون اکيون کليون آهن ۽ پنهنجي نادانيءَ تي عجب پيو لڳيم ته مان اهو مهيني ورهيه ۾ گيتا جي پاٺ ڪرڻ سان ئي منهنجي مڪتي ٿي ويندي.

هڪ وڪيل صاحب چوڻ لڳو ته حضور مان هر روز صبح جو 'جپ جي صاحب' جو پاٺ ڪندو آهيان، ڇا مونکي ان مان ڪجهه به لاڀ ڪونه ٿيندو؟

حضور جن کانئس پڇيو، "توهين اهو پاٺ ڪيتري عرصي کان ڪندا رهيا آهيو؟"

وڪيل صاحب جواب ڏنو، "چوڏهن سالن جي عمر کان وٺي يعني ٻارهن سالن کان."

حضور مهاراج جن فرمائڻ لڳا، "ڏايو سٺو، ان ڳالهه جي ٻاو ۽ پيار لاءِ توهين جس جا پاڪي آهيو. پر ڀاڳي اڃا ته انهي وانڌن تي ڪليءَ دل سان ۽ شانت مَن سان ويچار ڪريون. سڀ گرنٿ چاهي اهي اسانجي ڌرم جا، يا ٻين ڌرمن جا هجن، انهن جو مقصد ۽ مهتو ساڳيو ۽ سمان آهي. هتي اسين ڪنهن خاص ڌرم يا ڪنهن خاص شخص جي ڳالهه ڪونه ٿا ڪريون. سمجهو ته هڪ عيسائي هر روز هڪ ڪلاڪ بائيبل پڙهي ٿو يا هڪ ٻرڌي هر روز پرڀات ويلي پنهنجي ڌرمي پستڪ جو ڏاڍي پريم ۽ شرڌا سان پاٺ ڪري ٿو پر گرنٿن جي پڙهڻ جو مول مقصد ڪهڙو آهي؟ اهو ئي ته انهن گرنٿن ۾ جيڪي ڳالهيون اسان لاءِ لکيل آهن يا جيڪي هدايتون ڏنل آهن، اسين انهن تي عمل ڪريون ۽ انهن جو فائدو وٺون. جيڪڏهن توهين ڪنهن گرنٿ کي صرف هڪ ڀيرو ئي پڙهو ٿا پر انکي چڱي طرح سمجهي ٿا ڇڏيو ۽ ان ۾ ڏنل هدايتن تي عمل ڪرڻ شروع ٿا ڪريو ته ان جي پڙهڻ جو اصلي مقصد پورو ٿي وڃي ٿو. پر جيڪڏهن

پوءِ سردار ڀڳت سنگهه هيٺ ڏنل شبد سڀني کي پڙهي ٻڌايو.

## سورٺ محلا ۵

پاٺ پڙهيو اَرُ ويد بيچاريو نيولِ ڀُئيئنگم ساڌي،
پنچ جنان سين سنگُ نہ ڇُٽڪيو اَڌِڪ اَهنبُڌِ باڌي.
پياري اِن بِڌِ مِلڻُ نہ جائي مين ڪيئي ڪرم اَنيڪا،
هارِ پريو سوامي ڪي دُئاري ديجي بُڌِ بِبيڪا.
مونِ ڀئيو ڪرپاتي رهيو نگن ڦِريو بن ماهين،
تٽ تيرٿ سڀ ڌرتي ڀرميو دُبِدا ڇُٽڪي ناهين.
من ڪامنا تيرٿ جائي بسيو سر ڪرَوت ڌرائي،
من ڪي ميل نہ اُترَي اِهَ بِڌِ جي لک جتن ڪرائي.
ڪنڪ ڪامني هيوَر گيور ٻهُ بِڌِ دان دَتارا،
اَنّ بستر ڀُومي اَرپي نهه مِلِئي هرِ دُئارا.
پُوجا اَرچا بندن ڏنڊوت کٽ ڪرما رت رهتا،
هئُ هئُ ڪرت بنڌن مهِ پريو نهه مِليئي اِهَ جُڳتا.
جوگ سڌ آسڻ چؤراسيهه اَهي ڀِي ڪرِ ڪرِ رهيا،
وڌي آرجا ڦِرِ ڦِرِ جنميئي هرِ سين سنگُ نہ گهيا.
راج ليلا راجن ڪي رچنا ڪريا حُڪم اَفارا،
سيج سوهني چندن چويا نرڪ گهور ڪا دُئارا.
هرِ ڪيرت سادِ سنگت هئي سرِ ڪرمن ڪيئي ڪرما،
ڪهُ نانڪ تس ڀئيو پراپت
جس پُورب لکي ڪا لهنا.

شبد پوري ٿيڻ بعد حضور جن فرمايو تہ هن شبد ۾ گورو صاحبن اهڙن انيڪ سادنن جو ورڻن ڪيو آهي جي عام لوڪ پرماتما جي پراپتيءَ لاءِ ڪندا آهن.

راءِ صاحب رنجيت گرپال جيو تہ مان گذريل ستن اٺن سالن کان گيتا جي اٺين اڌياءِ جو پاٺ ڪندو رهيو آهيان ۽

بلھه جي شرار جي روم روم مان روحانيت پيئي ٽڪي."

راءِ رلجيت گوپال چيو، "واهه! پراسيڪيوٽر صاحب، توهان هيڏي وڏي اصليت جو ڪوڙي نه سهڻي نموني اظهار ڪيو. مونکي خبر ئي ڪونه هئي ته توهين اڪل لعل آهيو. مولوي روم صاحب جو ڪلام آهي "هم نشيني ساعتي با اوليا، بهتر ازصد سال طاعتي بيريا." يعني سنتن وٽ هڪ ڪن وهڻ ورهين جي بندگي ۽ تپسيا کان بهتر آهي."

سردار ڪيسر سنگهه چيو، "اصلي مسئلو ته من کي جيتڻ جو آهي."

حضور جن ڪيس چيو، ان وشيه بابت جيڪي سنتن مهاتمائن جا ويچار آهن، مان توهانکي آهي ٿو ٻڌايان. اسانجي شرير ۾ من جي بينڪ اکين جي پوران 'تيسري تل' ۾ آهي. الان ئي من شرير جي نون دوارن يعني اکين، ڪنن، نڪ، وات وغيره جي ذريعي سنسار جي ڏهن ئي ڏسائن ۾ ڦهليل رهي ٿو. جيستائين اسين ڦهليل من جي توج کي ٻاهران سميٽي واپس ان سائٽي هنڌ نه ٽڪاينداسين، تيستائين من کي قابو ڪرڻ نهايت مشڪل آهي. ماڻهن من کي وس ڪرڻ لاءِ ڪيئي ساڌن ڪندا آهن پر سڀ بيسود."

پوءِ حضور مهاراج جن سردار بڪيمه سنگهه کي "شبد کي مهما ڪي شبد" پسڪ مان پنجين پاتشاهي گورو ارجن ديو مهاراج جن جو "پاٺ پڙهيو اور بيد بيچاريو." شبد پڙهڻ لاءِ چيو.

"سنگورن ارمايو ته هن شبد ۾ گورو ارجن ديو مهاراج جن کولي بيان ڪيو آهي ته من کي جيتڻ لاءِ هن اليڪ ساڌن ڪيا پر سڀ بيسود رهيا. هن ويدن جو پاٺ، ڪيدليي يوڳ ۽ نولي ڪرم وغيره ڪيا پر من جا پنج وڪار نه لٿا.

سردار ڀڳت سنگهه جالندر جو ائڊووڪيٽ، سردار جڳت سنگهه (جيڪي پوءِ حضور مهاراج سردار بهادر جن بڻيا) ۽ راءِ صاحب منشيرام پنجاب جو ڊسٽرڪٽ ۽ سيشن جج (جو رٽائر ٿيڻ کانپوءِ حضور مهاراج جن جو سيڪريٽري بڻيو) ۽ ٻيا ڪي پستڪ جو ليکڪ پڻ اتي موجود هئا. اهي ستسنگي سڀ ڪنهن موڪل تي، چاهي اها ڪٿي آرٽوار جي هوندي هئي، ڊيري ايندا هئا.

جڏهن حضور جن سيني کان راضي خوشيءَ جو سماچار پڇي لٿو ان کانپوءِ سردار ڪيسر سنگهه ڳالهه ٻولهه شروع ڪئي ۽ سوال پڇيائين ته جگياسوءَ کي پرمارٿي گيان حاصل ڪرڻ لاءِ ڪهڙي گرنٿ جو ابياس ڪرڻ کپي؟

حضور جن کانئس پڇيو، "اڄ تائين توهان ڪهڙا پستڪ پڙهيا آهن؟"

سردار ڪيسر سنگهه جواب ڏنو، "مون گيتا جو انگريزي انواد پڙهيو آهي؟"

حضور جن سوال ڪيس، "توهان گرنٿ صاحب پڙهيو آهي؟"

هن جواب ڏنو، "جي، نه! مون ان مان ڪجهه ٽڪرا گرنٿين کان ٻڌا آهن. گرنٿ صاحب جي ڀاشا اهڙي ڪٺن آهي جو سولائيءَ سان سمجهه ۾ ڪونه ٿي اچي."

حضور جن کيس چيو ته چڱو، سکمني صاحب پڙهو، ڇو ته ان جي ڀاشا سرل ۽ آسان آهي. حقيقت ۾ گرنٿ صاحب جو به ڪافي حصو سرل آهي.

پنڊت ڪيول ڪرشن چيو، "گرنٿ ته آخر ته گرنٿ آهن پوءِ ڪٿي انهن مان آتمڪ گيان لاءِ ڪهڙي نه پرپرتا ملي. دراصل، ضرورت آهي اتويءَ گيان پرڪاشي گوروءَ جي

## ٧. مڪتبي ۽ جا ساٿي

مونکي ياد ڪونهي ته هي ڪهڙي سال جي ڳالهه آهي پر ناتال جي موڪلن ڪري ڪورٽون ۽ آفيسون بند هيون. ان وقت جو ڪارڻ اهو آهي ته حضور مهاراج جن جا وچن ڏاڍا لڪڙا قلمبند ڪرڻا پوندا هئا ۽ ساڳئي وقت اڳواٽ ڪاڄ تياري ڪانه ڪيل هوندي هئي. ماڻهو حضور مهاراج جن جي سهوليت يا آرام جو ڪو به خيال ڪونه ڪندا هئا ۽ ڪنهن به وقت ساڻن گڏجڻ ايندا هئا. حضور جن به اهڙا ديالو هئا جو هنن سان ملڻ لاءِ اوس نسي هيٺ ايندا هئا ۽ ڏاڍي پيار ۽ سيڪ سان هنن جي سوالن جا جواب ڏيندا هئا. ڪڏهن اچڻ وارن ماڻهن ۾ اڪثر ڪري ڪيترا نوان جگياسو هوندا هئا جي لاهور، امرتسر يا ڪشمير وغيره ڪلاڪ اڻ لاءِ ڏيري ۾ ترسندا هئا. خاص ڪري مونکي هڪ ڏينهن جي ڳالهه ياد آهي جو حضور جن صبح ڪانولي اڻ پهرن تائين ماڻهن سان وارتالاپ ڪندا رهيا ۽ منجهند جو پوڻين ٢ بجي ڪان ڪانهوءِ نئي ڪمائون. ايا پوڻين ڪري آئيا ئي مس ته ڪجهه ٻوجي آفيسر اچي پهتا ۽ هنن حضور جن جي درشن لاءِ وينتي ڪئي. مان انهن کان معافي ٿي گهري رهيو هوس ته حضور جن خود ٻاهر نڪري آيا ۽ آرام وٺڻ لاءِ منجهني پرارٿنا کي اڻائون به ڪونه. ساڳئي وقت انهن ٻوجي آفيسرن پڻ حضور جن کي آرام وٺڻ لاءِ وينتي ڪئي پر هنن ڪونه مڃيو. سڀني کي گهرائي هنن جي سوالن جا جواب اهڙي اتساهه سان ڏيڻ لڳا جڻ ته ساري رات آرام ڪري هيٺ آيا آهن.

وڏيڪ گيان توهين حاصل ڪندا اڪري ته ڀاڻ توهين ٻرهم ستيه جي ويجهو ايندا."

پرچارڪ پڇڻ لڳو، "سمجھو ته مهاتما ٻالاديسه ان تي اعتراض ڪن ته پوءِ؟"

حضور جن ڪيس صلاح ڏني، "جيڪڏهن پرچار ڪرڻ ئي توهانجي روزيءَ جو واحد ذريعو آهي ته پوءِ اهو پنهنجو فرض سمجھي ڪندا رهو."

پادري چوڻ لڳو، ماڻهو اهڙا سچائيءَ کي ٻڌڻ لاءِ تيار ڪين آهن."

حضور جن وراڻيو، "پوءِ توهين انهن کي سچائيءَ جي صرف اوتري خوراڪ ڏيو جا هو هضم ڪري سگهن."

اهو ٻڌي پرچارڪ چوڻ لڳو، "لڙائيءَ جي وقت مان فوج ۾ ڀرتي هوس. مان وري به فوج ۾ داخل ٿي سگهان ٿو پر فوجن کي ته هتيا ڪرڻي پوي ٿي."

حضور مهاراج جن فرمائڻ لڳا، "اها ڪا وڏي ڳالهه ڪانهي. سپاهي پنهنجي اِڇا انوسار ته ڪنهن کي ماري ڪونه ٿو. هو ته صرف پنهنجي آفيسر جي حڪم جي تعميل ڪري ٿو. هتيا جو بار سپاهيءَ جي سر تي ڪونهي. هو ته صرف پنهنجو فرض نڀائي ٿو. سمجھو ته شهر ۾ دنگو فساد ٿي پيو آهي يا بئنڪ جي دولت لُٽي رهي آهي، ان وقت گولي هلائڻ بهتر آهي ڪين پنهنجي فرض اَدائيءَ کان منهن موڙڻ؟"

پوءِ آهي ٽيڏي پياس آيا. آهي آيا، آئي سڀ ڪجهه ڏٺائون ۽ آئي جا ٽي ٺڳجي پيا. انهن ٿي ٻڌايو ته ڦاسيءَ واري ڏينهن ڪنگو ايڏي ته موج مستيءَ ۽ مسرت ۾ هو جڻ ته سندس شادي ٿي رهي هجي. هن جي چهري تي هڪڙو الوڪ آتمڪ تيج چمڪي رهيو هو. جيل جي ڊاڪٽر ٻڌايو ته مهنجو انيو اهو رهيو آهي ته ڦاسيءَ کان اڳ ٿي وڏن وڏن بهادر قيدين جو به وزن گهٽجي ويندو آهي ۽ هو خوف سبب پيلا ٿي ويندا آهن پر ڪنگوءَ جو حال انهن جي اُبتڙ ٿي رهيو. پنهنجي ساري ڄمار ۾ مون اهڙو واقعو ڪونه ڏٺو آهي."

ڪنگوءَ جو مرڻ کان پوءِ سندس رشتيدار پياس ڪٺي ويا ۽ آئي سردار بهادر مهاراج جن جي موجودگيءَ ۾ سندس سنسڪار ڪيو ويو.

جڏهن حضور مهاراج جن ٻاڻي پڙهي ٻاهر آيا ته هڪ سڄڻ چيو، "مان هڪ پرچارڪ پادري آهيان ۽ اميرڪا جي هڪ ديول ۾ اپديش ڏيڻ منهنجي ڊيوٽي آهي. هاڻي جيڪڏهن مان سنت مت ۾ اچان ته پوءِ منهنجي اهو ڪم ڇڏڻو پوندو ڇا؟

حضور جن وراڻيو، "نه! انهيءَ ڪم ڇڏڻ جي ضرورت ئي ڪهڙي؟ حقيقت ۾ ته پاڻ توهين بهتر اپديشڪ ٺجي پوندا."

اهو پادري چوڻ لڳو، "مان سمجهان ٿو ته پوءِ شايد ان ۾ منهنجو من ئي نه لڳندو ۽ مان پنهنجو اهو ڪم پوري لگن سان ڪري ئي ڪونه سگهندس."

حضور جن فرمائڻ لڳا ته چو ڪيئن؟ اڄ تائين ته توهان ڪين ڪونه پرو اپديش ته ڏنو ئي ڪونهي ۽ هاڻي جيڪر

جو وقت اچي ويو آهي. اهو ٻڌي مونکي ڏاڍي خوش[ي]
لي. مون اها ڳالهه توهانجي انسپيڪٽر جنرل کي پڻ ٻڌائ[ي]
چاهي ٿي پر اهو سوچي شانت رهيس ته متان ائين ڪر[ڻ]
سان توهانکي يا توهانجي زيردستن کي ڪو نقصان پهچي.“
جيلر گنگوءَ جا اهڙي شيءِ ٻڌاوڻا ته ٻڌڪارڻ لاءِ شڪرانا
مهيا. ان ڏينهن ڪانپوءِ هنکي ڦاسيءَ جي تختي ڏانهن وٺي
ويا. اهو سمورو وچ وارو عرصو هو رات ڏينهن ڀڄن سمرن
۾ مصروف رهيو. سوال صبوح جو جڏهن جيل جو ڊاڪٽر
هنجي تپاس ڪرڻ آيو ته ڏٺو ويو ته هنجي تور ۾ پاڻ ٻـ
پائونڊ اضافو ٿيو آهي. ڦاسيءَ ڏيڻ وقت جيلر ۽ ڊاڪٽر کان
سواءِ، هڪ مئجسٽريٽ پڻ اتي موجود هو. هن کان پڇيو ويو،
”توهانجي آخري آرزو ڪهڙي آهي؟“

گنگوءَ ورائيو، ”صرف اها، ته انتم سنسڪار لاءِ
منهنجو مرتڪ شرير حضور مهاراج جن جي چرنن ۾ بياس
موڪليو وڃي.“

”ٻيو ڪجهه چوڻو اٿيئي؟“ هن پڇيس.

گنگو چوڻ لڳو، ”ٻيو ڪجهه به نه. مان ڏاڍو خوش
آهيان. منهنجو پيارو ستگورو مون سان ساڻ آهي. هو مونکي
پنهنجي ڌام ۾ وٺي تو هلي.“

هو ڦاسيءَ جي تختي ڏي ائين چڙهيو جڻ ته گهوٽ
گهوڙيءَ تي چڙهندو آهي. جلاد کي جڏهن ڦاسيءَ جي
[ر]ندي وجهڻ ۾ ڪجهه دير لڳي ته هن اهو جلاد کان وٺي
[پ]نهنجي ڳلي ۾ وڌو ۽ گنڍ ڏيڻ ۾ پڻ جلاد جي مدد ڪرڻ
[لڳ]و. هن جا آخري اکر هئا، ”اگر توهان مان ڪو خوشنصيب
[ڪڏه]ن به بياس ضرور وڃي ۽ اتي جيئري جاڳندي پرماتما
[جا] درشن ڪري. ڌن ستگورو!“

سان الهن ڏينهن ۾ جڏهن جو انسپيڪٽر جنرل امبالا جيل جو معائنو ڪرڻ آيو ۽ جڏهن گنگوءَ جي ڪوٺڙيءَ وٽان لنگهيو ته جيلر کان پڇيائين ته هي قيدي ڪير آهي؟

جيلر جواب ڏنو، ”هي نامي گرامي گنگو ڌاڙيل آهي جنهنکي ڦاسيءَ جي سزا ملي آهي.“

انسپيڪٽر جنرل ڇرڪ ڀريو ۽ گهٻراهٽ سان جيلر کي چوڻ لڳو، ”هي لاهور سينٽرل جيل مان ٻه دفعا فرار ٿي ويو هو ۽ توهان هنکي هن معمولي ڪوٺيءَ ۾ نظربند ڪيو آهي! هنکي ته الهن خاص ڪوٺڙين ۾ قابو ڪيو جتي ڦاسي مليل قيدين کي رکيو آهي ۽ هتي ڪڙي نظرداري ۽ سخت پهرو رکو.“

گنگو ڪجهه چوڻ چاهيو ٿي پر شانت رهيو.

انسپيڪٽر جنرل پڇيس، ”توکي ڪجهه عرض ڪرڻو آهي ڇا؟“

گنگوءَ چيو، ”نه، ڪجهه نه، صرف ايترو ته مونکي جلد کان جلد ڦاسيءَ تي لٽڪايو وڃي.“

جڏهن انسپيڪٽر جنرل هليو ويو ته جيلر هنکي ٻيءَ ڪوٺيءَ ۾ تبديل ڪرڻ لاءِ آيو. گنگو جيلر کي چوڻ لڳو، ”خانصاحب! ذرا ڌيان ڏيئي ٻڌو. توهين مونکي ٻيءَ ڪوٺڙيءَ ۾ موڪليو ٿا ته، توهانجي مرضي، مان هاڻي ڪڏهن به ڪونه ڀڄندس. هيڏاهن نهاريو.“ ائين چئي هن پنهنجي ڪوٺڙيءَ جي ڀتان جيڪا دري هئي انهون ٽي شيخون ڪڍي ڪيس ڏيکاريون ۽ چوڻ لڳو، ”مون، ٻه ٽي ڏينهن اڳ ۾ هتان ڀڄي وڃڻ جو سارو انتظام ڪري ڇڏيو هو پر منهنجي ستگوروءَ پرگهٽ ٿي مونکي ائين ڪرڻ کان منع ڪئي. مونکي چيائون ته هاڻي لڪڻو هن سنسار مان وڃڻ

۽ جيڪڏهن مان اهو نه ٻڌايان ته گنگوءَ جو موت ڪيئن ٿيو ۽ هن ڪهڙي ورتا سان موت جو مقابلو ڪيو ته پوءِ هيءَ ڪهاڻي اڌوري رهجي ويندي. حضور مهاراج جن جي جولي جوت سمائڻ تائين اسانکي گنگوءَ جي باري ۾ ڪجهه وڌيڪ خبرچار ڪانه ملي سگهي. شايد پنهنجي ٽوليءَ کان ڌار ٿيڻ بعد هو ڪنهن سنسان پهاڙ تي گوشي نشينيءَ ۾ رهيو پر ايتري خبر آهي ته هن خوب نام جي ڪمائي ڪئي ۽ ڪافي سڦلتا حاصل ڪئي. هو مضبوط ۽ جوڌو جامت نوجوان هو ۽ سڀ مصيبتون ۽ ڪشٽ مرڪندي مشڪندي برداشت ڪرڻ جو عادي بڻجي پيو هو. حقيقت ۾ اهڙا محڪم ارادي وارا ئي سچي ڀڄن سمرڻ ۾ سڦلتا پائيندا آهن. هڪ نازڪ ۽ ڪمزور ارادي وارو ماڻهو ڀڄن ۾ ڪامياب ڪونه ٿي سگهندو. ڀڄن لاءِ ته هڪ بانڪي بهادر جي ضرورت آهي جنهن ۾ ساهس ۽ مضبوط ارادو هجي ۽ جو ان امر پد پائڻ لاءِ پنهنجو سڀ ڪجهه قربان ڪرڻ لاءِ تيار رهي. بابو صاحب فرمايو آهي ته ڀڄن سمرن ڪا کنڊ کائڻي ڪانهي. اهو ته هڪ زهر جو پيالو آهي ۽ جنهنکي اهو پيئڻو هجي سو هن پڙ ۾ پير پائي.

حضور مهاراج جن جي جولي ڇڏڻ کانپوءِ گنگو پنهنجي اڪل استان کان ٻاهر نڪتو. پنهنجي پياري ستگوروءَ جي وڇڻ کانپوءِ هن لاءِ جيئڻ جنجال ٿي پيو. نتيجو اهو ٿيو جو هن پنهنجو پاڻ پوليس حوالي ڪري ڇڏيو. هن کي ڪيترن خونن، ڌاڙن ۽ اپرادن لاءِ ڏوهي ٺهرايو ويو ۽ ان ڪري هن لاءِ ڦاسيءَ جي سزا مقرر ڪئي وئي پر ان سزا خلاف هن اپيل به داخل ڪئي ۽ هاءِ ڪورٽ اها سزا بحال ... ، هنکي امالا جيل ۾ موڪليو ويو. اتفاق

محڪم ارادو ۽ وارتا وغيره جهڙا گڻ هئا، جي هڪ فوجي جنرل ۾ هوندا آهن ۽ سچ پچ هو جيڪر هڪ فوجي جنرل ٿي وڃي ها. پر هڪ ننڍيءَ گهٽنا هن جي زندگيءَ جي راهه بدلي ڇڏي. جڏهن هو ويهن سالن جو قداور ۽ سهڻو جوان هو ته پنهنجي دوستن سان گڏجي پنهنجي ڳوٺ مان فوج ۾ ڀرتي ٿيڻ لاءِ نڪتو. ٽيئي سڪ جاليءَ جا هئا ۽ نوان وستر پهري هٿ ۾ بانس جون لٺيون کڻي ضلع هيڊ ڪوارٽر گورداسپور ۾ ڀرتي ٿيڻ لاءِ روانا ٿيا.

پر تقدير کي ڪير ٿو بدلي! جي گنگو فوج ۾ ڀرتي ٿئي ها ته وڪٽوريا ڪراس ۽ ٻيا وڏا انعام ڪيس ضرور ملن ها ليڪن وڌاتا کي هن کان هڪ ڌاڪوءَ جو پارٽ ادا ڪرائڻو هو. جيڪڏهن گورداسپور جي رستي ۾ پوليس ٿاڻو نه هجي ها ته گنگو انهيءَ ڏينهن فوج ۾ ڀرتي ٿي وڃي ها ۽ عهدو عزت، ڌن دولت هن جا قدم چمن ها. پر افسوس اها "پر" ڪڏهن ڪڏهن الائي ڪهڙا رنگ ٿي ڪيلي. جيئن ئي هي ٿاڻي وٽان اچي لنگهيو ته هن صوبيدار کي ڏٺو، جو ٻڙ جي وڻ هيٺان کٽ تي ويٺو، هڪ ڪيس جي جاچ پڙتال ڪري رهيو هو. هو هڪ ماڻهوءَ کي ڏاڍي بي درديءَ سان ڪٽائي رهيو هو. انهن ڏينهن ۾ پوليس اڪثر ڪري مارڪٽ جا ئي طريقا اختيار ڪندي هئي. ان ماڻهوءَ جون دردناڪ رڙيون ٻڌي هي ٽيئي جڻا ان طرف ويا جيتوڻيڪ اوڏانهن وڃڻ جي ڪين ڪا به ضرورت ڪانه هئي. ڪو به سمجهو ماڻهو جنهن کي دنياداري، خاص ڪري پوليس جي ڪارگذارين جو تجربو هوندو سو جيڪر اوڏانهن ڪونه وڃي ها پر ڀاڳ ۾ جو پيو ڪجهه لکيل هو سو ڪيئن ٽري! هنن جوانن ڏٺو ته جنهن ماڻهوءَ تي اهڙي مار پئي پيئي سو سندن

گرفتار ٿي پيو ۽ مقدمو هليو. ان جي مدد ڪرڻ ۽ هنڪي ڇڏائڻ لاءِ مان هميشه تيار رهندس. انهن ڪڏهن ڪرلسولس کان هميشه ڪنارو ڪرڻ جو اٽل ارادو ڪيو اٿم. هاڻي لوهان مان ٻاقي ڪنهنکي به ڪجهه چوڻو هجي ته ٻڌائي ڇڏي."

ولسلس مان هڪ چيو، "سردار! اسين لسوڪالسواءِ نه زنده ٿي ڪونه رهي سگهنداسين." ٻين سڀني به اهي ئي اکر دهرايا.

گنگوءَ ڏاڍي پريم ڀري آواز ۾ کين چيو، "اڄ ڪالهه هاڻي اسين سڀ ٻائرن وانگر رهنداسين پر چورن ۽ گنهگارن وانگر نه." ٿوري ڪن لوسي گنگوءَ وري چيو، "پر نه! مان نه ناميءَ گرامي اپراڌي آهيان. پوليس منهنجي ڳولا ۾ آهي ۽ مان پاڻکي ڇڏائڻ جي ڪوشش به ڪونه ڪندس. ان ڪري مان ڪنهن ڏينهن ضرور پڪڙبس. تنهنڪري لوهان سڀني کي جيترو ٿي سگهي مونکان دور رهڻ جي ڪوشش ڪرڻ گهرجي. مونسان رهڻ ۾ لوهانکي ڪجهه به لاڀ ملڻو ڪونهي. بس هاڻي ٻاقي هڪڙي ڳالهه. منهنجي جيڏي هڪ ٻيو ضرور بياس وجهو ۽ الي جي پرم سنت جو ضرور درشن ڪجو. جيڪڏهن لوهان مان ڪو، منهنجي ٻاري ۾ پوليس کي خبر ڏيندو ته مان انکي برو ڪونه سمجهندس. پر ائين ڪرڻ سان مونکان وڌيڪ شايد لوهانکي نقصان پهچي." انهن چئي هن نجوڙيءَ جي ڪنجن جو ڇڳو ڏاڍين اچلايو ۽ هٿ جوڙي کانئن موڪلايو.

چوندا آهن ته هڪ ڪشل انسان ۽ مورک جي وچ ۾ صرف هڪ وار جيترو ئي فرق هوندو آهي. گنگو ڌاڪو، جنهن کي پوليس اڳل هڻي، جي سپاهه کي ڏيڻ سان ڄاڃهو نه هن ۾ اندرتا، اپار همت، سنگٺن شڪتي، آتم وشواس،

ساڳي ڏاڪن ڪيس شام جو شراب جي مجلس ۾ شامل ٿيڻ لاءِ دعوت ڏني. اول ته هن ٽاڪل انڪار ڪيو پر هو پنهنجي ضد تي قائم رهيا ۽ هڪڙو شراب جي ٻوتل کولي ان مان هڪ پيالو ڀري گنگوءَ جي اڳيان رکيائون. گنگوءَ هٿ جوڙي معافي ورتي. اهو ٻڌي ٻلونتسنگهه، جو هن ٽوليءَ جو گنگوءَ کانپوءِ ٻيو نمبر ليڊر هو، چيو ته ڇاڪاڻ ته اسانجو ليڊر پنهنجو عقل وڃائي ويٺو آهي. انڪري مونکي ٽوليءَ جو ڪم سنڀالڻو پوندو. هن گنگوءَ کي چيو ته جيئن اشرافت سان نه پيئندين ته تنهنجون ٽنگون ٻانهون ٻڌي، توکي زمين تي سمهاربو ۽ تنهنجي منهن ۾ شراب وجهڻ جي رسم ادا ڪبي.

ڪجهه به جواب نه ملڻ تي ٻئي نمبر ليڊر گرجندي چيو، "قيدي! توکي پنهنجي صفائيءَ ۾ ڇا چوڻو آهي؟"

ڏاڪن جي سردار چيو، "مان پنهنجو پاڻ توهانجي حوالي ڪريان ٿو." ان تي سڀ خوشيءَ ۾ اچي زور سان چلائڻ لڳا ۽ شراب جي جهٽ جهٽ ملائڻ لڳا. سڀني پنهنجو پنهنجو پيالو ڀريو ۽ شراب جا نعرا هڻڻ لڳا ته "شراب جي هوندي، مرندو ڪير؟" گنگوءَ به پنهنجو پيالو کڻي اڃا چپن تائين مس آندو ته حضور مهاراج جن هن جي سامهون اچي پرگهٽ ٿيا.

حضور جن ڪيس چيو، "اڇا! پنهنجو واعدو ياد ڪر. تون پنهنجو واعدو ٽوڙيندين ته مان به ڏنل معافي واپس وٺندس."

گنگو تپ ڏسي الي ڪڙو ٿيو ۽ شراب جو پيالو نئين ليڊر جي منهن تي اڇلائي ڪمري کان ٻاهر نڪري ويو. ٿوري ساعت ۾ هو بندوق کڻي آيو ۽ پنهنجي جهرڻ

حضور جن فرمايو، "چڱو، ڀلا هڪڙو واعدو ٻيو به ڪر. ضرورت کان وڌيڪ ڪڏهن به چوري ڪونه ڪندين ۽ جڏهن چوري ڪرڻ ويندين ته ٻيو ڪو به ساٿي پاڻ سان نه کڻندين."

جواب ڏنائين ته اهو واعدو سچي دل سان ڪريان ٿو. نام وٺي واپس وڃڻ کان اڳ هن وري به حضور جن جي چرنن ۾ متو ٽيڪيو ۽ داتا جن پنهنجا ٻئي مبارڪ هٿ هن جي سر تي رکي کيس آشيرواد ڏني. ان کانپوءِ هن صرف هڪ دفعو چوري ڪئي.

نام ملڻ کانپوءِ هو گورداسپور ضلعي ۾ رهندڙ هڪ عزيز جي ڌيءَ جي شاديءَ تي ويو. اتي سندس پيسا ختم ٿي ويا. هڪ رات جو هو هڪڙي ساهوڪار مهاجن جي گهر ۾ پهتو ۽ هن جي اوطاق جي مضبوط صندوق جو تالو ڀڳائين، جنهن ۾ هو ان مان نوٽن جو هڪ بنڊل کڻي رهيو هو ته پيتيءَ جو مٿيون ڍڪڻ، جو ڳرو وزني هو، هن جي ٻانهن تي اچي ڪريو. هن جي ٻانهن کي ڪاري ضرب آئي ۽ هٿ اتين ڦاسي پيس ڄڻڪ شڪنجي ۾ ڦاسو ٿي ويو هجي. هٿ ڇڏائڻ جي بيحد ڪوشش ڪيائين پر سندس سموري چالاڪي ۽ هوشياري بيسود وئي. جڏهن هارائي ٿڪو ۽ سمجهيائين ته هاڻي ڇڙڻ محال آهي، ان گهڙيءَ حضور مهاراج جن اتي پرگهٽ ٿيا. سندس قاتل هٿ ڇڏائڻ لاءِ مدد ڪندي حضور جن کيس چيو، "ڇا، تو مون سان اهو واعدو ڪونه ڪيو هو ته پنهنجي ضرورت کان وڌيڪ ڪڏهن به چوري ڪونه ڪندين؟ هاڻي سڀ ڪجهه اتي ئي ڇڏي پوءِ جلد ڇڏاءِ." انهيءَ کانپوءِ هن ڪڏهن چوري ڪانه ڪئي. جڏهن گ... وٺي آيو ته پهرين ئي ڏينهن سندس

سيٺ کي گناهه معاف ٿيا؟ هاڻي مان دوزخ جي آگ کان بچي ويس؟"

ستگورن وراڻيو "ها! تنهنجي وشواس توکي بچائي ڇڏيو."

شام جو نام دان وارن جي قطار ۾ اهو ڪسان بيٺل نظر آيو. حضور جن ڪن کي واپس ڪيو پر هي انهن مان هو جنکي داتا جن نام دان لاءِ سويڪار ڪيو.

حضور جن هن کي چيو ته توکي هميشه لاءِ شراب ۽ ماس کان پرهيز ڪرڻي پوندي.

هن جواب ڏنو، "شراب! اهو ته مان ڪڏهن به ڇڏي ڪونه سگهندس."

تنهن تي مهاراج جن چيو، "چڱو ڀلا اهو واعدو ڪر ته منهنجي ساهمون شراب نه پيئندين."

ڪسان عرض ڪيو، "سائين! اهڙيءَ ڳالهه جو مان واعدو ٿو ڪريان."

ستگورن پڇيس، "تون پنهنجو گذارو ڪيئن ڪندو آهين؟"

تعجب ۾ وجهندڙ جواب ڏنائين ته چوري ۽ ڦرات ڪري.

حضور جن کيس چيو، "اهي ته توکي ڇڏڻيون پونديون. توکي ٻيو ڪو ڌنڌو ڪرڻو پوندو."

هن جواب ڏنو، "مونکي ٻيو ڪو ڌنڌو ايندو ئي ڪونهي."

حضور جن فرمايو، "اسان ملڪ ڪالهوڙ، توکي ڪو ٻيو ايمانداريءَ جو ڌنڌو ڪري گذارو ڪرڻو پوندو."

ڪسان وراڻيو، مونکي اڃا ڪنهن به ڌنڌي جي ڄاڻ ڪانهي. مون اڄ تائين ڪو به ٻيو ڌنڌو ڪيو ئي ڪونهي."

حضور جن آرام ڪرسيءَ تي رونق افروز هئا. اسانکي نه هن ماڻهوءَ جو پتو لڳو جڏهن هو اوچتو ئي اوچتو اچي حضور جن جي چرڻن تي ڪريو ۽ پنهنجي ٻنهي ٻانهن سان حضور جي پيرن کي چنبڙي پيو.

"توهين نه پاڻ پرماتما آهيو، منهنجا پاپ بخشيو." هن ڏاڍي آزي نيزاريءَ سان چيو.

حضور جن هن کان پاڻ ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪندي فرمايو، "ڀلا اٿي ويهه. مان پرماتما ڪونه آهيان. مان به تو جهڙو ئي انسان آهيان."

ڪسان چوڻ لڳو، "جيستائين توهين پنهنجي مکار بند مان ائين نه چوندا ته توهان منهنجا پاپ بخشي ڇڏيا تيستائين مان اٿندس ئي ڪونه."

اهو ٻڌي حضور مهاراج جن پنهنجي ڳل کي روڪي ڪين سگهيا ۽ ان ڳل سان گڏ سندن رحمت ۽ سخاوت جو درياءَ به وهي هليو.

حضور مهاراج جن جي شيوادار موهر ۽ جمعدار پرتاپسنگهه هنکي زوريءَ هٽائڻ چاهيو پر حضور جن کين ائين ڪرڻ کان روڪيو.

حضور جن مرڪندي فرمايو، "واه ڀائي زبردستي هي معافي وٺڻ جو ته هڪ عجيب طريقو ڪڍيو!"

شرابي اچي روئڻ تي چڙهيو ۽ چيائين ته توهين ڪجهه به چئو پر جيستائين مونکي بخشيندا نه تيستائين مان توهان جي چرڻن کي ڪداچت نه ڇڏيندس.

حضور جن کليو ۽ پنهنجا ٻئي ڪر ڪمل هنجي سر تي رکي فرمايو، "ڀلا! ماڻهي اٿ، توکي معافي ملي وئي."

ڪسان پنهنجو سر مٿي ڪندي عرض ڪيو، "منهنجا

ڪندا هئا. حضور جن پنهنجي ڪار ۾ ستسنگ گهر، جو مجينا روڊ تي آهي، ڏانهن وڃي رهيا هئا. رستي تي ڏاڍي ڀيڙ هئي. ماڻهو، موٽرون، ٽانگا، سائيڪلون ۽ رڪشائون ۾ ستسنگ ڏانهن وڃي رهيا هئا. ڪيترا ئي پيدل به پئي ويا. حضور جن ستسنگ گهر کان اڃا ٻه فرلانگ کن دور هئا ته رستي جي موڙ وٽ اوچتو هڪ ماڻهو سندن ڪار جي اڳيان اچي ڪريو. ڊرائيور هڪدم ڪار روڪي ورتي ۽ حضور جن ڪار مان لهي آيا، اهو ڏسڻ لاءِ ته ڇا ٿيو آهي. هڪڙو شرابي هنن جي ڪار جي بلڪل سامهون اچي ڪريو هو پر خوش قسمتيءَ سان هن کي ذرو به ايذاءُ ڪونه رسيو. حضور جن ان شرابيءَ کي سندس هڪ ساٿيءَ جي مدد سان اٿاري کڙو ڪري ٻيهارڻ چاهيو ٿي پر هو نشي ۾ اهڙو ته الوٽ هو جو هن جا پير ٽڪيا ئي نٿي. ڪيترن ئي ستسنگين هن کي رستي مان هٽائي پري ڪرڻ ۾ مدد ڪئي. جڏهن حضور جن روانا ٿي ويا ته شرابي پڇڻ لڳو ته اهو موٽر ۾ ويٺل سردار ڪير هو؟ جيتوڻيڪ هو پنهنجي هوش ۾ ڪونه هو ته به حضور جن جو شهنشاهي سروپ هن جي دل تي اثر ڪرڻ بنا ڪين رهيو. هن جا ساٿي، جي به اڌ نشي ۾ مخمور هئا، مذاق طور کيس چوڻ لڳا ته هتي ويٺل ماڻهو چئي رهيا هئا ته هو خود خدا آهي جو تو جهڙن پاپين کي تارڻ لاءِ آيو آهي.

اهو شرابي ڪسان چوڻ لڳو ته واقعي ئي هو خدا ٿو لڳي. مان پنهنجا پاپ بخشائڻ لاءِ هن وٽ وڃڻ چاهيان ٿو. ٻوري ڏاڍي ڪاهوءَ اڌ پيل شراب جي بوتل کيسي ۾ رکي، پنهنجي ساٿيءَ جي ڪلهي تي هٿ رکي اُٿي ڪندو، ٿابڙجندو اچي ستسنگ گهر ۾ پهتو.

پوءِ پنهنجن ڳوڙهن سان ڌوتا ۽ پنهنجي سر جي وارن سان اُنهن کي اُگهيو. تو مونکي ڪونه چميو پر جنهن وقت کان هن گهر ۾ آيو آهيان، هيءَ استري لڳاتار منهنجي پيرن کي چمندي رهي آهي. تو منهنجي مٿي تي تيل ڪونه لڳايو پر هن منهنجي پيرن تي ملم لڳايو. تنهنڪري مان توکي ٻڌايان ٿو ته هنجا پاپ زيادهه هوندي به معاف ڪيا ويا آهن ڇاڪاڻ ته هن ۾ نهايت گهڻو پريم آهي. پر جنهن پريم گهٽ ڪيو، ان کي معافي به گهٽ ملي." ان استريءَ طرف منهن ورائي ڪرائيسٽ چيو، "تنهنجا پاپ بخشيا ويا آهن ۽ تنهنجي شردا ۽ وشواس توکي بچائي ڇڏيو. تون نشچنت ٿي وڃ."
(ليوڪ ٧: ٣٧ـ٥٠)

اهو ٻڌي مسٽر واريان چيو ته بائيبل ۾ اهو جيڪي لکيل آهي، اهڙو ڪو نه ڪو درشيه ته ڏيري ۾ روز مره ڏسڻ ۾ ايندو آهي.

پروفيسر ڄگموهنلعل چيو، "ڪرائيسٽ هميشه اهڙي قسم جا چرتر ڪندو هو ۽ دنيا جا سڀ ڪرائيسٽ ائين ئي ڪندا آهن. جيڪڏهن حضور جن مونکي منع نه ڪن ته ان باري ۾ مان توهانکي هڪ ڏاڍي سٺي وارتا ٻڌائي سگهان ٿو."

امريڪن ليڊي چوڻ لڳي، "مهرباني ڪري ضرور ٻڌايو. اسين حضور جن کي ونتي ٿا ڪريون ته هو توهانکي منع نه ڪن."

ان تي حضور جن اُٿي اندر پاڻي پيئڻ لاءِ ويا ۽ پروفيسر صاحب هيٺين وارتا ٻڌائڻ لڳو.

هڪ دفعي حضور مهاراج جن ستسنگ ڪرڻ لاءِ امرتسر ويا. هر مهيني جي سنڪرانت ڏينهن امرتسر ۾ ٿي ستسنگ

کي بلڪل پسند ڪونہ ڪندو آهيان ۽ مون هنن ماڻهن کي اهڙين ڳالهين لاءِ منع ڪرڻ جي ڪوشش بہ ڪئي آهي، ان هوندي بہ هي مڃين نٿا.”

تنهن تي امريڪن ليڊيءَ پادريءَ جي هٿن مان آهستگيءَ سان بائيبل ورتو ۽ ان مان هيٺيون ٽڪر پڙهيو.

”ڏسو، هن شهر جي هڪ استري، جا ڏاڍي گنهگار هئي، جڏهن هن کي اها خبر پيئي تہ ڪرائيسٽ فريسيءَ جي گهر ۾ ڀوڄن ڪرڻ لاءِ ويٺو آهي تہ هوءَ هڪ نهايت شاندار دٻي ۾ ملم کڻي آئي ۽ هن جي چرڻن ۾ ويهي اتري قدر روئڻ لڳي جو پنهنجي آنسن سان ڪرائيسٽ جا چرڻ ڌوئي ڇڏيائين ۽ پنهنجي سر جي وارن سان انهن کي اگهيائين، پوءِ انهن چرڻن کي چميائين ۽ انهن کي ملم لاتائين.“

جڏهن فريسيءَ اهو ڏٺو تہ دل ۾ چوڻ لڳو تہ جيڪڏهن هي منش پيغمبر هجي ها تہ هن کي سڌ پوي ها تہ جيڪا استري هن جي چرڻن کي ڇهي رهي آهي انجو آچرڻ ڪهڙو آهي ڇاڪاڻ تہ هوءَ وڏي پاپڻ آهي.

تنهن تي ڪرائيسٽ سائمن کي چيو، ”هڪ شاهوڪار هو. هن جا ٻہ قرضدار هئا، هڪ کي هو پنج سؤ پينس ڏيڻدو هو ۽ ٻئي کي پنجاهہ. ٻنهي قرضدارن کي پنهنجو قرض چڪائڻ لاءِ ڪوڏي بہ ڪونہ هئي. شاهوڪار اُدارتا ڏيکاري ٻنهي جو قرض معاف ڪري ڇڏيو. ٻڌايو تہ انهن ٻنهي مان شاهوڪار کي ڪير وڌيڪ پيار ڪندو؟ سائمن جواب ڏنو تہ اهو جنهن کي هن وڌيڪ رقم معاف ڪئي. تڏهن ڪرائيسٽ ان استريءَ جي طرف نهاريندي سائمن کي چيو، ”تون هن استريءَ کي ڏسين ٿو؟ مان تنهنجي گهر آيس. پيرن ڌوئڻ لاءِ تو مونکي پاڻي بہ ڪونہ ڏنو پر هن استريءَ منهنجا

(٣) دواپر جُڳ جو معياد ٨٦٤٠٠٠ سالن جو ٿيندو آهي.

(٤) ان کانپوءِ ڪلجُڳ، جنهن جو معياد ٤٣٢٠٠٠ سال ٿيندو آهي. انهن چئني جُڳن کي ملائي مها جُڳ، چيو آهي جو ڪل ٤٣،٢٠٠٠٠ سالن جو ٿيندو آهي.

اهڙن هڪ هزار مها جُڳن جو هڪ ڪلپ ٿيندو آهي جنهن ۾ ٤٣٢٠٠٠٠٠٠ سال ٿيندا آهن. اهڙي وڏي عمر آهي هن سنسار جي. جڏهن مهاڀارت جي جنگ لڳي هئي تڏهن ان مان ٤٥٦٠.٧ مهاجُڳ گذري چڪا هئا. اها جنگ ٥٠٣٥ سال اڳ لڳي هئي. ان حساب سان هن سنسار جي هيئنر عمر ١٩٧٣٨١٣٠٣٥ سال آهي ۽ اڃا ٢٣٤٦١٨٦٩٦٥ سال رهندو.

ان تي امريڪن پادريءَ چيو، ”مغربي ملڪن جي ڪن سائنسدانن جي کوج مان ۾ اهو ظاهر ٿيو آهي تہ هن دنيا کي ختم ٿيڻ ۾ اڃا اٽڪل ٢ ارب سال باقي آهن.“

ڀيڻ سنڪرديت چيو، ”ڪو اهڙو به وقت هو جو مغربي لوڪ اسانجي انهن جُڳن جي حساب تي کلندا هئا؟“

حضور جن فرمائڻ لڳا، ”ڪيترا تہ هيئنر بہ شايد کلندا.“

ان وقت ڪيترائي گورکا ستسنگي حضور جن جي درشن لاءِ آيا. هي ڊلهائوسيءَ کان قريب ڏهہ ميل دور بڪلوهہ ڇائونيءَ ۾ فوجي آفيسر هئا. انهن حضور جن جي چرنن ۾ جهڪي نمسڪار ڪيو. انهن مان هڪ ستسنگي حضور جن جا چرن ٻنهي هٿن سان پڪڙي چيائين ۽ هوءَ حضور جي چرنن کي ڇڏي ئي نہ پيئي. جيڪي ٻيا يورپين آيل هئا انهن مان هڪ چٽي چيو تہ ائين چرنن ۾ ڪرڻ تہ انسانيت جي شان جو اپمان ڪرڻو آهي.

حضور جن فرمائڻ لڳا، ”مان ٻين ڇهڻ جي عادت

حضور جن مشڪي فرمائڻ لڳا، ”ٻچا! لوڪي لڪر ڪرڻ جي ڪا به ضرورت ڪانهي. هيءَ دنيا اجا به ڪروڙن سالن تائين ختم ٿيڻ واري ڪانهي.“

اهو ٻڌي ڇڻ ته سڄي مسلمان پارٽيءَ جي من تان وڏو بوجھ هٽي ويو.

وري به مسلمان سڄڻ پڇڻ لڳو، حضور! اهو توهين ٻڌجي انيو جي آڌار تي ٿا چئو؟“

حضور جن وراڻيو، ”ائين ڪونهي. ڪجھ هندو شاسترن ان وشي تي ڪافي روشني وڌي آهي.“

پنڊت تاڪرداس چوڻ لڳو، ”حضور! جيڪڏهن توهين اجازت ڏيو ته مان سنسار جي باقي بچيل عرصي جا انگ اکر پيش ڪريان؟ اهو به ٻڌائي سگهان ٿو ته اهو حساب ڪيئن لڳايو اٿم.“

حضور جن فرمايو، ”ڏاڍو سٺو، پر هن سڄڻ کان پڇو ته هن جي اهيءَ حساب ٻڌڻ ۾ دلچسپي آهي.“

مسلمان سڄڻ چوڻ لڳا ته حضور! اها ته ڏاڍي سٺي ڳالھ ٿيندي.

تنهن تي پنڊت تاڪرداس چوڻ لڳو ته رشين منين وقت کي هيٺين چئن حصن ۾ ورهايو آهي.

(١) ستجڳ جنھنجو معياد ١٧،٢٦،٠٠٠ سال آهي.

حضور جن ڪيس درست ڪندي فرمايو ته ستجڳ ١٧٢٨٠٠٠ سالن جو ٿيندو آهي.

پنڊت تاڪرداس چوڻ لڳو معاف ڪجو برابر صحيح انگ ١٧٢٨٠٠٠ آهي.

(٢) ستجڳ کانپوءِ تريتا ڳ جنھنجو معياد ١٢،٩٦٠٠٠ سال ٿيندو آهي.

سرت شبد يوگ ار ٿاٽ نام جو اڀياس ٿي اهو واحد مارگ آهي جو اسانکي سڌ لوڪ تائين پهچائي سگهي ٿو ۽ صرف سچو ستگورو ئي اسانکي ان سچي نام جي دکشا ڏئي سگهي ٿو. سچو نام يا شبد نه لکڻ ۾ اچي سگهي ٿو نه ٻولڻ ۾ اچي سگهي ٿو. اهو سچو نام سنسار جي ڪنهن به ڀاشا جو لفظ ڪونهي. اهو هتي اکين سان نه ڏسي سگهجي ٿو نه هتي ڪنن دوارا ٻڌي سگهجي ٿو. گورو نانڪ صاحب جن ٻڌ ائين فرمايو آهي :- ”اهو ٻيا اکين جي ڏسي سگهجي ٿو ۽ ٻيا ڪنن جي ٻڌي سگهجي ٿو. ان کي ڏسڻ لاءِ پنهنجون اکيون ۽ انکي ٻڌڻ لاءِ پنهنجا ڪن بند ڪريو.“

جيئن ئي حضور مهاراج جن ٿورو شانت رهيا ته هڪ مسلمان سڄڻ چيو ته حضور! باقي هڪڙو سوال آهي. ڪجهه مسلمان درويش جو چوڻ آهي ته هي دنيا چاليهن يا پنجاهه سالن بعد ختم ٿيڻ واري آهي. توهين به اها ڳالهه مڃو ٿا؟

حضور جن پڇڻ لڳا، ”اها اڳڪٿي ڪهڙي آڌار تي ڪئي وئي آهي.

مسلمان سڄڻ جواب ڏنو، مونکي اها خبر ڪانهي پر شايد اهو پيغمبر صاحب جو وچن هوندو.“

حضور جن فرمايو، ”نه، اهو وچن پيغمبر صاحب جو ٿي نٿو سگهي.“

مسلمان سڄڻ چوڻ لڳو، ”حضور! ان افواه ماڻهن کي ڏاڍي فڪر ۾ وجهي ڇڏيو آهي، توهانجو ان باري ۾ ڪهڙو رايو آهي.

هڪ مسلمان عورت ڏاڍي سهاڄهي نوع ۾ چوڻ لڳي، ”ها! توهانجو رايو اسانکي وڏو ڏڍ ڏيندو.“

چئبو آهي يعني اها هوا جا هيٺان ڪرندي آهي. سمان پراڻن جو ڪم آهي لاءِ چڪر ڪمان ساري شرير ۾ هڪ سرڪي غذا پهچائڻ. سمان جو ارت آهي برابر. وياڻ نالي پراڻ ساري شرير جي ناڙين ۾ خون جو دورو جاري رکن ٿا. اُدان پراڻ موت جي سمي آتما کي هڪ ديهه مان ٻيءَ ديهه ۾ ڪڍي وڃن ٿا. پراڻ مک ۾، نڪن ۾ ۽ نڪ ۾ ڪم ڪن ٿا. جڏهن ڪنهنجو مرڻيو اُيندو آهي ته اسين چوندا آهيون ته هنجا پراڻ نڪري ويا آهن. در اصل پراڻ اها مول شڪتي آهي جنهن مان ٻيون سڀ شڪتيون اُپن ٿيون. يوگين پراڻايام جي سادنا دواران پراڻن کي قابوءَ ۾ رکي من کي وڃڻ پائڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ اُهي روحاني منڊلن ۾ ان اوچائيءَ تائين رسائي ڪري سگهيا جيستائين پراڻ انهن کي پهچائي سگهيا. سڀ پراڻ ۽ وايو چِد آڪاش ۾ لين ٿي وڃن ٿا (جو ٽي انهن جي اُپتيءَ جو استان آهي) ۽ اُهي پراڻايام جي سادڪ کي ان کان مٿي نٿا وٺي وڃي سگهن. اهو رستو بلڪل لمبو ۽ ڪٺن آهي.

سنت پنهنجي سادنا آڳيان چڪر کان شروع ڪن ٿا جتي آتما ۽ من جي ٻيٺڪ آهي ۽ اتان ئي مٿين منڊلن ڏانهن چڙهائي شروع ڪن ٿا. ويد ۽ ٻيا شاستر صرف "برهم" يعني الين چڪر تائين ورنن ڪن ٿا جو سنت مت جي ٻين منزل آهي ان کان مٿي صرف سنت ئي وڃن ٿا. سنت لوڪ ڪالسواءِ ٻيا سڀ لوڪ پرلءِ ۽ مها پرلءِ ۾ ناس ٿي وڃن ٿا صرف ٻارهون چڪر سنت ديش ئي ابناسي آهي.

لنهنڪري هن ڳالهه کي سمجهڻ ۾ ڪا خاص ڏکيائي نه هئڻ کپي ته سنتن کي اهڙو گورو ڌارڻ کپي جو ڪيس پرلءِ مها پرلءِ کان مٿي ان ابناسي ۽ لاڀاني ڌام تائين پهچائي سگهي.

”پنج ئي شرير ۾ ڇهه چڪر آهن ۽ انهنکي يوگ شاسترن ۾ ڪٿ چڪر چئبو آهي. ڪٿ معنيٰ ڇهه، ۽ چڪر معنيٰ مرڪز، ڦيٿا يا ڪنول. ليڪ يگ پهرئين نقشي ۾ انهن ڇهن چڪرن جو استان ۽ ڪاري صاف ڪري ڏيکاريل آهي. انهن چڪرن جي شروعات هيٺان کان مٿي ٿيندي آهي. ان ڪري ”مول آڌار“ پهريون چڪر آهي ۽ سواد شنان ٻيو چڪر آهي ۽ اهڙي ريت ٻيا مٿيان چڪر.“

”هن ٻئي نقشي مان ترهين ڏسندا ته شرير ۾ ڪٿ چڪرن جا ٢ جوڙا ڏيکاريل آهن. سادڪ پراڻن جي سهاري هن نون دوارن واري شرير ۾ سڀ کان هيٺين چڪر مول آڌار جي ذريعي اندر پرويش ڪري سگهي ٿو ۽ پراڻ هن کي صرف سڀ کان مٿئين ڇهين آگيا چڪر تائين پهچائي سگهن ٿا، انکان مٿي ٻاهڪل نه چاڪاڻ نه پراڻ الي پهچي چدآڪاش (پنج جي اندر وارو آڪاش) ۾ سمائجي وڃن ٿا.“

پادري پڇڻ لڳو، ”پراڻ ڇا آهن؟“

حضور جن فرمايو ته معاف ڪجو مون توهانکي ”پراڻ“ لفظ جو ارٿ نه ڪونه سمجهايو. هندستان جي هرهڪ ٻار کي خبر آهي ته پراڻ ڇا آهن پر هڪ ودشيءَ کي ان بابت سمجهاڻ ڏاڍو مشڪل آهي. ائين ته پراڻ جو ارٿ آهي ”ساهه“ پر حقيقت ۾ پراڻ اها جيون شڪتي يا طاقت آهي جا پنجن پرڪارن جي وايوءَ جي روپ ۾ اسانجي شرير جي ساري مشين کي هلائي ٿي. اهي پنج پراڻ هن ريت آهن- (١) پران (٢) اپان (٣) سمان (٤) ويان (٥) اُدان. انهن پراڻن جو جيڪر ڪاري آهي ان حساب سان مان انهن جو ورنن ٿو ڪريان. مثال طور اهي پراڻ ٿي آهن جي آندن مان ميل ڪڍي ٻاهر نيڪال ڪرڻ ۾ مدد ڪن ٿا. ان پراڻ کي اپان

راهه ٻڌائي ٿو اهائي صحيح راهه آهي؟"

حضور جن فرمايو، "توهانجو اهو سوال بالڪل موزون آهي. چڱو ٿيو جو اهو سوال پڇيو اٿوَ. دنيا ۾ انيڪ قسمن جا گورو آهن ۽ هڪ جگياسوءَ لاءِ انهن مان سچو گورو سڃاڻڻ ڏاڍو مشڪل آهي. سنتن مهاتمائن پنهنجي باڻيءَ ۾ پورن ستگورو ۽ سچي نام کي سڃاڻڻ لاءِ ڪي نشانيون ۽ اشارا ڏنا آهن. گورو نانڪ صاحب جن فرمائين ٿا:

"گهر مهه گهر ڏکاءِ ڏيءِ سو ستگورو پرک سڄاڻ،
پنچ شبد ڌنڪار ڌن تهه واجيءِ سبد نيساڻ."
(ملهار محلا ١)

يعني سچو گورو اهو آهي جو اسانکي پنجن شبدن جي دکشا ڏئي پنهنجو نج گهر اسانجي شرير روپي گهر ۾ ڏيکاري ٿو. پلٽو صاحب جو ڪٿن آهي، "ڌن آسي جو گگن ڪي سو ميرا گورو ديو." ڪبير صاحب فرمائين ٿا، "منهنجو چرڻ ميرو، صرف سرت شبد جو ابياس ئي توهانکي ٻڌائي سگهندو." هيءُ سرير اسانجي آتما جو نواس استان آهي. ان شرير ۾ پرماتما جو نواس پڻ آهي. اڄ تائين ڪنهن به هنکي ڪٿي ٻاهر ڪونه پاتو آهي. هن گهر يعني شرير کي ڏهه دروازا آهن.

اتي حضور مهاراج جن مونکي چيو ته آئيس مان پنو ۽ پينسل کڻي اچ. جڏهن مان کڻي آيس ته حضور جن ان تي نقشو ڪڍيو. جو سامهون ڏنو ويو آهي.

ڳالهه جو سلسلو جاري رکندي فرمايائون، "اسانجي شرير جا ٻه حصا آهن. هڪ اکين کان هيٺ جنهنکي پنڊ يا شرير چئبو آهي ۽ ٻيو اکين کان مٿي آهي جو مستڪ ۾ اسانجي ٻنهي اکين جي وچ ۾ آهي جنهنکي برهمانڊ سڏبو آهي."

## اکين کان مٿي اڻ پالڪ منڊل

| | | |
|---|---|---|
| ١٢- سچکنڊ |  | روحانيت جو ساڳو (ڇهه) |
| ١١- ڀور گفا |  | ساڳر کان جدا ٿيل بوندن (پنج) |
| ١٠- نرالا (مهاسن) |  | حالانڪ ڪاٿي هيٺ آهل (آتما) ان هوندي اڃا به مايا کان رهت (چار) |
| ٩- سن |  | هي دسوين دوار جا ٻه حصا آهن (ٽي) |
| ٨- مسلمي |  | اوم- هتان سرشٽي شروع ٿئي ٿي (ٻه) |
| | | مايا رهت برهم |
| ٧- سهسر (سهس دل ڪنول) |  | سبل مايا برهم (مايا سهت برهم) (هڪ) |

| نالو | استان | چڪرن جو سوامي | ڪارج |
| --- | --- | --- | --- |
| ٦- آگيا چڪر | اکين جو مرڪز<br>۲ پنکڙيون | آتما ۽ من | شرير کي چيتن رکڻ |
| ٥- وشودي يا ڪنٺ چڪر | ڪنٺ<br>گهرو نيلو<br>۱۶ پنکڙيون | شڪتي | الپ ۽ الرا ۾ نرماڻ ڪندڙ ڌارا |
| ۴- اناهت يا هردي چڪر | هرديه<br>۱۲ پنکڙيون نيلو | شو | اسٿول شرير جي رکشا ۽ ناس |
| ۳- مڻي پورڪ يا نابي چڪر | نابيا<br>گهرو ڳاڙهو<br>۸ پنکڙيون | وشنو | اسٿول شرير جو پالڻ پوشڻ |
| ۲- سواد شٽان | اندريا<br>هلڪو ڪارو<br>۶ پنکڙيون | برهما | اسٿول شرير جي رچنا ڪرڻ |
| ۱- مول آڌار | گديا<br>هلڪو ڳاڙهو<br>۴ پنکڙيون | گڻيش | شرير مان غلاظت ڪڍڻ |

حضور جن ورايو ته انهن وچن جو ٻيو ڳوڙهو آتمڪ ارٿ آهي. دڪشا (بپتسما) ٻيو جنم آهي. پراچين ڪال کان وٺي هندن جا صرف ٣ ورڻ براهمڻ، ڪشتري ۽ ويش ٿي دڪشا وارڻ جا اڌڪاري سمجهيا ويندا هئا ۽ انهن ٽنهي ورڻن جي ماڻهن کي 'ٻه جنما' يا ٻيو جنم وارا سڏيو ويو هو. شش پنهنجي ماتا پتا جي گهر کي ڇڏي شڪشا ۽ دڪشا پراپت ڪرڻ لاءِ گوروءَ جي آشرم ۾ داخل ٿيندو هو ۽ جتي هو ڪيترائي سال گهاريندو هو. انهيءَ دڪشا وارڻ کي هنجو ٻيو جنم چئبو هو. اهڙي طرح مُنش جو پهريون جنم آهي شريرڪ جيون جي شروعات ۽ ٻيو جنم آهي آتمڪ جيون جي شروعات. گوروءَ جي روحاني پريوار ۾ شش پٽن سمان ڳڻيا ويندا هئا. جيستائين مُنش ستگوروءَ جي شرڻ ۾ وڃي هنگان روحاني مارگ جو ڀيد يا نام نه حاصل ڪري ايستائين هو خدا جي بادشاهت ۾ ڪيئن ٻيهر پائي سگهندو؟

امريڪن ليڊي ٿوري دير خاموش رهي ۽ چيو ته ڪرائيسٽ به چيو آهي، "جيڪو اعتقاد رکندو ۽ دڪشا وٺندو اهو رکشا ٿيندي."

حضور جن فرمائڻ لڳا ته سوامي جي مهاراج جن پڻ جنم مرڻ کان ڇوٽڪاري پائڻ جو اهو ٿي شرط لکيو آهي.
"پرتيت گورو ڪي ڪرنا، مارگ شبد گورو سي ليتا"
ستگوروءَ ۾ پورڻ وشواس ۽ هنجي چرنن ۾ گهرو پيار رکي، ڪانشس نام جو ڀيد وٺي، ان جي ڪمائي ڪرڻ ئي ڇوٽڪاري جو اُپاءُ آهي. سچو ستگورو ۽ سچو مارگ اهي ٻئي ڳالهيون مايا جي چنبن مان ڇٽڻ لاءِ بلڪل ضروري آهن.

پنڊت ٽاڪرداس پڇيو ته حضور! اسين سچي گوروءَ [illegible] ۽ اها ڪيئن خبر پوي ته هو جيڪا

جو اشارو آهي سمنڊ جي طرف ۽ ارساٽ ۽ جهرڻي جو آواز جو هنڪي ڀهرئين ڀهرين پنهنجي اندر چڙهائي ڪندي ٻڌڻ ۾ آهي. رواجي طرح ايپاسين کي اهڙا آواز ٻڌڻ ۾ سال لڳي ويندا آهن. جنکي شبد يوگ جي گهراڻن جي ڄاڻ آهي تن کي اهي وچن سولائيءَ سان سمجهه ۾ اچي سگهن ٿا. اُچو ڪبوتر شانتيءَ جي نشاني آهي ۽ انهيءَ جو اشارو ان ايشوري ديا ڏانهن آهي جا بي اختيار ۽ شانتيءَ سان ڪرائيسٽ جي اندر شبد جي روپ ۾ آئي. ڪڏهن ڪڏهن مهاتما پنهنجي اُپديشن ۾ اهڙا اکر ڪم آڻيندا آهن جن جي اصلي معنيٰ صرف پرمارٿي جگياسو سمجهي سگهندا آهن ۽ رواجي ماڻهو انهن جو ڪڏهن صحيح ارٿ لڳائي نه سگهندا آهن. دڪشا وقت شش کي تاڪيد ڪئي ويندي آهي نه اُن ناماٽ يا اندرئين انڀو جو ڪنهن سان ذڪر نه ڪري.

اميرڪن ليڊيءَ پڇيو نه روحاني منڊلن جا دوار ڪرائيسٽ لاءِ ڪيئن کليا؟

ستگورن وراڻيو، "سڀ روحاني منڊل لوهاڻجي اندر اکين جي پويان آهن. جڏهن آتما سچي گوروءَ ڪان نام وٺي اکيان جي پردي کي هٽائي اندر وڃي ٿي نه ٻهرئين منڊل يعني ترڪا پد ۾ پهچي ٿي. سچو گورو هر قدم تي اندر پنهنجي شش سان انگ سنگ رهي رهنمائي ڪري ٿو. اندر ٻهرئين لوهاڻکي تارا ڏسڻ ۾ ايندا ان کانپوءِ سج، چنڊ ۽ ٻين ڪيترن قسمن جون روشنيون ڏسڻ ۾ اينديون. انجو مطلب آهي روحاني منڊلن جا دروازا کلڻ.

اميرڪن ليڊي وري پڇيو نه ڪرائيسٽ جي هنن وچن جو ڪهڙو مطلب آهي، "جيستائين منش نيو جنم نٿو وٺي تيستائين هو خدا جي بادشاهت نٿو ڏسي سگهي؟"

گوروءَ نام ڏنو آهي، اهي اڳي پوءِ اهو انيو پرايت ڪندا.

امريڪن ليڊيءَ پڇيو، ”اها اشوري آتما (شبد) ڪبوتر جي روپ ۾ اندر اچي ٿي ڇا؟“

ستگرن وراڻيو، ”جڏهن ستگورو پنهنجي شش جي آتما کي اشوري آتما يا شبد سان جوڙي ٿو ته پوءِ شش کي پنهنجي اندر ڏهن قسمن جا شبد ٻڌڻ ۾ ايندا آهن. اُپنشد چون ٿا ته شروع ۾ اهو آواز 'هوا جي لهر' وانگر، 'سمنڊ جي لهرن جي اٿل پٿل جي آواز' وانگر، 'ڪرندڙ آبشار' يا 'پوندڙ برسات جهڙو آواز' پکين جي چُون چُون جهڙو آواز، سنک ۽ گهنڊ يا بادلن جي گجگوڙ جهڙو آواز ۽ اهڙي طرح جا ٻيا به آواز ٻڌڻ ۾ ايندا آهن.

رگ ويد جي ناد بندو اُپنشد جي چوڏهين سلوڪ ۾ لکيل آهي ته سڀ کان اول ته اهي آواز سمنڊ برسات ۽ جهرڻي جي آواز وانگر هوندا آهن. ان کان پوءِ نغاري جو، ڍڪرن جي گجگوڙ جو، سنک يا گهنڊ جهڙو آواز ٻڌڻ ۾ ايندو آهي.

امريڪن ليڊيءَ چيو ته ڪرائيسٽ پڻ چيو آهي، ”هوا لڳي رهي آهي ....... ۽ تون انجو آواز ٻڌي سگهين ٿو.“

پادري چوڻ لڳو ته ڪرائيسٽ پنهنجي انت سمي بادلن جي گجگوڙ جهڙو آواز ٻڌو هو.

حضور مهاراج جن وڌيڪ فرمايو ته بائبل جا اهي به وچن ته جڏهن ڪرائيسٽ دکشا ورتي ته پاڻيءَ کان سڌو مٿي ٻاهر نڪري آيو ۽ ”ڏسو! روحاني منڊلن جا دروازا ان لاءِ کلي پيا“ انهن جو اشارو ڪرائيسٽ جي دکشا وٺڻ مهل سندس اندرڪ انڀو ۽ آتمڪ چڙهائيءَ ڏانهن آهي. هتي ”پاڻيءَ“

انهيءَ جي اَرٿ کي پوري طرح سمجهي ڪين سگهندو.

پوءِ پادريءَ کان پڇيائون، "توهين ٻڌايو ته پاڻيءَ سان نڪري سڌو مٿي وڃڻ جو مطلب ڇا آهي؟"

پادريءَ پنهنجو رايو ڏيندي چيو، "شايد ڪرائيسٽ پهريان ڪنهن ندي‌ءَ ۾ هيٺ ويو هوندو جتان پوءِ هو سڌو مٿي ويو هوندو.

سنگورن مشڪي چيو، "پر اهو ته ڪنهن هند لکيل ڪونهي ته دکشا واسطي ڪو هو هيٺ نديءَ ۾ لٿو."

اميرڪن ليڊيءَ چيو ته اهو برابر ڪٿي لکيل ڪونهي. حضور جن وري پڇيو، "پلا اهو ڪٿي لکيل آهي ته دکشا واسطي پاڻيءَ ۾ هيٺ وڃڻ ضروري آهي."

پادريءَ جواب ڏنو نه نه.

تنهن تي سنگورن فرمايو، "هاڻي ڏيان ڏيئي ٻڌو. جن وچن جي هر هڪ لفظ جو اشارو انهيءَ اندرئين اپو ڏانهن آهي جيڪو ڪرائيسٽ کي دکشا وقت پراپت ٿيو. تم ڏان ڏيڻ مهل سنگررو پنهنجي شش کي اندرئين روحاني مارگ جو پورو پورو ڀيد ڏيندو آهي. خدا جي بادشاهت اسانجي اندر آهي؛ گورو اسانجي اندر مالڪ جي محل جو رستو تو ڏيکاري. اسانجو شرير برهمانڊ جو ماڊل آهي. مسلمان فقير انهيءَ کي عالمي صغير چوندا آهن. گورو اسانکي پنهنجي اندر پرواش ڪرڻ جو ڀيد ڏئي ٿو؛ اهو دروازو ڏيکاري ٿو جنهن بابت ڪرائيسٽ لکيو آهي ته "کڙڪايو ته کلندو." هن اهو به ٻڌايو آهي ته دروازو ڪيئن کڙڪائجي ۽ جڏهن دروازو کلندو ته ڪهڙا نظارا ڏسڻ ۾ ايندا؛ اندر گهڻن قسمن جا بهشت آهن. سڀ ڪجهه اندر آهي؛ "ايشوري آلما" جو اپو به اسانکي اندر ٿي ايندو ۽ جن کي پوري

نه پير مقرر ڪري سگهي ٿو. هن سنسار ۾ سنت هميشه موجود هوندا آهن. انهن بنا هي سنسار هلي نٿو سگهي. جڏهن هڪڙو سنت چولو ڇڏي ٿو ته هو پنهنجو ڪم ٻئي سنت کي سونپي وڃي ٿو. انهن ٻنهي ۾ ڪو به فرق ڪونه هوندو آهي. سينٽ جان پنهنجي وقت جو تمام وڏو سنت هو. توهين بائيبل ۾ پڙهندا آهيو ته جيروسلم، جودئا ۽ جارڊن جي آسپاس رهندڙ سڀ ماڻهو هنجي شرڻ ۾ آيا ۽ هنن پنهنجا پاپ سويڪار ڪري ڪائنس دڪشا ورتي. جان ڏٺو ته مونکي هي چولو جلد ئي ڇڏڻو آهي. وڃڻ کانپوءِ پنهنجي ڪار جو سلسلو جاري رکڻ لاءِ هن ڪرائيسٽ کي دڪشا ڏني. گورو نانڪ صاحب فرمائين ٿا ته هر جڳهه ۾ اسانجي رهبري ۽ رهنمائي ڪرڻ لاءِ سنتن جي هڪ پيڙهيءَ کان پوءِ ٻي پيڙهي ايندي رهي ٿي. سنسار ۾ سنتن جي اچڻ جو سلسلو دائما قائم رهي ٿو.

امريڪن ليڊيءَ پڇيو، "حضور! بائيبل ۾ لکيل آهي ته جڏهن ڪرائيسٽ کي دڪشا ملي ته ايشوري آتما هنجي سر مٿان ڪبوتر وانگر لٿي. انهيءَ جو ارٿ ڇا آهي؟

سنگورن وراڻيو ته بائيبل هتي پيو آهي. ڏسون ته اصلي اکر ڪهڙا آهن.

پادريءَ بائيبل مان هي سٽون پڙهيون:

"جڏهن ڪرائيسٽ کي دڪشا ملي ته هو هڪدم سڌو پاڻيءَ مان مٿي ويو. ڏسو! ڪيئن نه بهشت جا دروازا هن لاءِ کليا ۽ هن ايشوري آتما کي پاڻ ڏانهن ڪبوتر وانگر ايندو ڏٺو."

مهاراج جن فرمايو، "هن وچن جو هڪ هڪ لفظ آتمڪ راز سان ڀريل آهي ۽ جنهنکي دڪشا نه ملي آهي سو انهيءَ

ڪرڻو پيو. انهن ڪري ئي هنجو اُپديش ڪبير ۽ پنڌ لاءِ ليار
لئي نه ٿئي ها.

هندستان ۾ پرشيا ۾ ڪنهن ڪي لنگڙو لولو ئي پير سڏڻ، هنجي تمام ئي عزت جي سمجهي ويندي آهي. هندو شاستر اهڙن مثالن سان ڀرپور پيا آهن جنهن ۾ لنگڙي ڪي سرڳ ۾ گهڙڻ کان روڪيو ويو آهي. اهڙن مثالن مان سڪندر مني جي وارتا پرسد آهي. سڪندر مني، ويد وياس رشيءَ جو پٽ هو جنهن ويد ۽ پراڻ سنگرهه ڪيا هئا. سڪندر مني جنم کان ئي گياني ۽ سورهن ڪلا سمپورڻ هو. هڪ ڏينهن وشنو پوري ۾ ويڪنٺ ڌسڻ جو ارادو ڪيو پر جڏهن هو وشنو پوريءَ جي دروازي تي پهتو ته دربانن کيس اندر وڃڻ کان روڪيو. هن کي ڏاڍو ڪروڌ آيو ۽ پنهنجي پتا ويد وياس کي ان اپمان جي شڪايت ڪيائين. پٽس چيو ته تو سان جيڪو وهنوار ڪيو ويو آهي سو بلڪل ٺيڪ آهي ڇاڪاڻ ته نگري جيو لاءِ ويڪنٺ جا دروازا کڏهن به نه کلن پوءِ ڪٿي هو ڪيڏو به ڪٿي ۽ گياني هجي.

گرنٿ صاحب ۾ آيو آهي." لنگري ڪا هي ڏرس برا." ڪبير صاحب فرمايو آهي:-

"ڪبير نگرا نا ملي پاپي ملئي هزار،
اڪ نگري ڪي سيس پر لک پاپن ڪو ڀار."

الي پنهنت ناڪردت پڇيو ته گروءَ ڪرڻ اهڙو
ضروري ڇو آهي؟

حضور جن وراڻيو ته پرماتما تي اهڙو قانون ٺاهيو آهي ۽ هنجي وڏان تي ڪنهن به اعتراض نٿو وٺي سگهجي. هڪ بادشاهه سان ڪير تو ملي سگهجي ۽ ڪهڙي رهت لو ملي سگهي، ان لاءِ خود بادشاهه پنهنجي مرضيءَ مطابق ڪهڙا

آهن. ڪرائيسٽ انهيءَ گورو دڪشا لاءِ ٻپتائيز اکر ڪم آندو آهي.

پادري ڪدم چيو ته ها برابر، ٻپتائيز اکر جي معنيٰ آهي رڱڻ، يا نشان لڳائڻ.

تنهن تي حضور جن فرمائڻ لڳا ته هندن جي ڪابه ڌارمڪ ڪريا اشنان کانپوءِ ئي شروع ٿيندي آهي ان لاءِ ته سستي دور ٿي وڃي. ڌيري ڌيري انهيءَ اشنان کي ڌارمڪ مهتو ڏنو ويو ۽ پوءِ جڏهن اُهي ريتيون ۽ رسمون ٻين ملڪن ۾ پرچلت ٿيون جتي پاڻيءَ جي اُڻاٺ هئي ته انهن اشنان جي بدران صرف مٿي يا منهن تي پاڻي ڇڪارڻ جي رسم شروع ڪئي.

امريڪن ليڊيءَ پڇيو، ”ڪرائيسٽ اُلسر جارڊن جي شهر گئليليءَ مان هلي ڏکڻ جارڊن ۾ جان کي گڏجڻ ۽ انکان دڪشا وٺڻ لاءِ ڇو ويو؟ ڇا جان سچ پچ ڪرائيسٽ کان وڏي ڪمائيءَ وارو هو؟ مان انهيءَ سنبنڌ ۾ جان جي روحاني حيثيت ڄاڻڻ چاهيان ٿي.“

حضور جن ورائيو، ”انهيءَ جو جواب ڪرائيسٽ خود انهيءَ وقت ڏنو آهي جڏهن جان هنکي دڪشا ڏيڻ کان اُنڪار ڪيو. هو جان کي چوي ٿو ته ڪرپا ڪري ائين ٿيڻ ڏيو ڇاڪاڻ ته اها ڌارمڪ مريادا جي تقاضا آهي. اهو هڪ پراچين ڌارمڪ نيم آهي بلڪ اهو پرماتما جو نيم آهي ته گوروءَ بنا گت ڪانهي. اهو ايشوري نيم آهي ته روح پرماتما جي ڌام ۾ نٿو پهچي سگهي جيستائين هو ڪنهن سچي گوروءَ کان دڪشا نه ورتي آهي. انهيءَ سدانت جي پيروي دنيا جي سڀني ڌرمن ڪئي آهي. ڪبير ڄائي ڄم کان سنت هو پر هنکي راماننڊ سنياسيءَ کي پنهنجو گورو

جنهنجي سهاري آلما پنهنجي اڄ ذام ۾ پهچي سگهي ٿي.
جيڪڏهن ڪو ماڻهو اونڌهري رات جو ڪنهن گهاٽي
جهنگل ۾ رستو ڀلجي ويندو آهي ته پوءِ هو ڇا ڪندو آهي؟
اوندهه اهڙي هجي جو پنهنجو هٿ به نه ڏسي سگهجي.
اهڙي حالت ۾ هو ٿوري ساعت چپ چاپ ويهي رهندو
آهي ۽ ڪن لائي ٻڌندو آهي ته ڪٿان ڪو آواز ته ڪونه ٿو
اچي؛ جهڙوڪ ڪتي جو ڀونڪڻ يا ڪڪڙ جي ٻانگ يا
ڪنهن مشين جي هلڻ جو آواز. اهڙو ڪو به آواز ٻڌي هو
ان طرف ڪنهن بستيءَ جي هئڻ جو اندازو لڳائي ڏهري
ڏهري ان طرف وک کڻندو آهي ۽ هنڪي ايءَ مشڪلات
جو به مقابلو ڪرڻو پوندو آهي. رستي ۾ کوهن کڏون، کوها،
لاهيون، ڪانٽيدار جهاڙيون وغيره هونديون آهن. جي هن
کي بتي يا ٽارچ هوندي ته انهن کان پاڻکي بچائي هلي
سگهندو. اهڙي طرح اندر جي روحاني راهه ۾ آلي ڪنن
آڏانگي، اولداهي ۽ هنبت لاڪ آهي. گورو شش کي
شبد ۽ پرڪاش جي ذريعي انهيءَ اوکي گهاٽيءَ مان پار
اڪاري ٿو.

پنڊت لاڪردت پڇيو، ”مهاراج جي! Baptism يا
دکشا آهي ڇا؟“

...رچن ورائيو، اهو هيبرو ڀاشا جو لفظ آهي جنهنجو
...ه ۾ مطلب آهي ڀاڪ لڳائڻ. اوهانکي خبر آهي ته
چندن يا سندر جو تلڪ لڳائيندا آهن. پراچين ڪال
...ن گورو شش کي دکشا يا گور منتر ڏيندو هو ڪڏهن
...مٿان لرڙ جي وچ تي ڳاڙهي رنگ جو گول تلڪ
... انهيءَ هند تي ”تيسرا تل“ يا ”شو نيتر“
...ي. اڄ ڪلهه لائين ته ڪل گورو اها رسم ادا ڪندا

"آلم جوائي ٻئي ٻر قامت ٻرڪ نرنجن ديکئا حضور."
(سارنگ محلا ۴–١١٩٨)
"گورو ساکي جوتي ٻرگهٽ هوئي."
(ڌناسري محلا ١–٦٦٣)
"ڪر ڪرپا جنه ستگورو ملئو، من مندر ۾ دايڪ جلئو."
(گوڙي محلا ٥–٢٣٥)
آئسا ديوا بالي ڪوئي نانڪ سو ٻارنگت هوئي."
(رامڪلي محلا ١–٨٧٨)

ٻرسد ڪٽ اپنشد ۾ نچڪيتا يم کي چوي ٿو، "هي يم! توکي انهيءَ جوت جي ڀيد جو پتو آهي جا ونڪنٽ پهچائيندي آهي، ڪرپا ڪري مونکي انهيءَ جو ڀيد ٻڌاءِ" (١:١۴). يم جواب ڏئي ٿو، "مونکي انهيءَ جوت جو پتو آهي. اها تنهنجي هردي روپي غفا جي اندر آهي." پوءِ يم نچڪيتا کي جوتيءَ جي دکشا ڏئي ٿو ۽ چئبي ڪٽي ته هنکي آگ جي دکشا ڏئي ٿو.

نام يا شبد جون ٻه وصفون آهن. (١) ڌن يا آواز (٢) پرڪاش. بائيبل ۾ هولي گهوسٽ ۽ فائر سان دکشا ڏيڻ جو اهوئي اصلي ارٿ آهي. اسانجي شرير ۾ آتما چيتنتا يا لوج جي روپ ۾ رهي ٿي. سنت مت ۾ آتما کي سرت چوندا آهن جنهنجي معنيٰ آهي 'ڌيان' يا 'لوج'. اسانجي سرير ۾ اِي ٻه هڪ پرم چيتن ستا جو نواس آهي جا اسان کي زنده رکي ٿي. جنهنکي "شبد" "نام"، "هولي گهوسٽ" يا پرماتما جي ڏاوا چوندا آهن. اها اسانجي اندر "ڌن" جي روپ ۾ وجي رهي آهي. مختلف مهاتمائن ان کي "دويه ڌن، الاهي گيت، انهد ناد" وغيره الڳ الڳ نالن سان سڏيو آهي. شبد يا ڌن اُها سڏي ڏور آهي

حضور جن فرمايو، ”هي سچو باب ڳوڙهي معنيٰ سان ڀريل آهي، انکي صرف اهو سمجهي سگهندو جنهنکي شبد مارگ جو ڀيد مليل هوندو. انهن گپت رازن کي کولڻ جي ڪنجي ستگورو شش کي نام جي بخشش ڪرڻ وقت ڏيندو آهي. سنتن جو مارگ ”هولي گهوسٽ“ (شبد ۽ انتري آڪ سان دکشا ڏيڻ جو مارگ آهي. ان آڪ کي هندو شاسترن ۾ ”جوتي“ چيو ويو آهي. در اصل، ڪيترن هنڌ پرماتما کي جوتي سروپ ڀڳوان چيو ويو آهي. گورو گوبند سنگهه صاحب فرمائين ٿا ته سچو سک اهو آهي جو پنهنجي اندر ان اکنڊ جوت جو درشن ڪري ٿو. سنت مت ۾ آڪ، روشني ۽ جوت جو مطلب ساڳيو ئي آهي. سچو گورو اهو ئي آهي جو شش کي شبد جو ڀيد ڏئي، جنهن جي آتما کي اندر ان انهد ڌن سان جوڙي، ڪمس الي ڀيڄائي ٿو جتي اها جوت پنهنجي پوري پرڪاش سان جگمگائي رهي آهي. گورو نانڪ صاحب فرمائين ٿا ته اها جوت رات ڏينهن جلندي رهي ٿي پر صرف گورمک ئي ان کي ڄاڻي ٿو. پلٽو صاحب فرمائين ٿا ته اهو ديپڪ ٻنا تيل، ٻنا وٽ جي رات ڏينهن پيو ٻري پر انکي صرف اهو ئي ڏسي سگهي ٿو جنهنکي پوري گورو نام دان بخشيو آهي.

”تس مين جري چراغ بن روغن بن ٻالتي،
چهي رت ٻارهن ماس رهي جلتا دن راتي.
ستگورو ملا جو هوا تا هي ڪي نظر مين آوي،
بن ستگورو ڪوئي هوا نهين واڪو درساوي.“

گورو گرنٿ صاحب ۾ ٻڻ ان ”آڪ“ جو ڪيترن ئي هنڌ ذڪر ٿيل آهي.

پادري چوڻ لڳو تہ حضور! جيڪڏهن توهين اجازت ڏيو تہ سڀاڻي مان پنهنجو بائيبل کڻي اچان ۽ ان مان ڪجھ ڪري توهانکي پڙهي ٻڌايان.

ٻئي ڏينهن بائيبل جو باقاعدي ابياس شروع ٿيو. ان ڏينهن ڪجھ ٻيا بہ عيسائي سڄڻ اچي آيا هئا. حضور مهاراج جن پڻ ڏاڍيءَ موج ۾ هئا. سڀ حاضرين حضور جن جي کيل ولاکيا ٻڌي ڏاڍا خوش ٿي ويا.

امريڪن پادريءَ متيو جي ڇهين ادياءَ جي ٻارهين باب کان پڙهڻ شروع ڪيو. جنهن ۾ ڪرائيسٽ جي اچڻ جي سوچنا ڏيندي، جان چئي ٿو، ”سج پڻ مان توکي پاڻيءَ سان بپتسما (دکشا) ڏيان ٿو. پر جيڪو مون کان پوءِ ايندو اهو مون کان وڌيڪ شڪتيشالي ٿيندو جنهنجي جتيءَ جي ڏاڪڻ کولڻ جي بہ مان لائق ڪونہ آهيان. هو توهانکي هولي گهوسٽ (شبد) ۽ اگ (پرڪاش) سان دکشا ڏيندو......“ ان کانپوءِ ڪرائيسٽ جان کان دکشا وٺڻ لاءِ گئليلي کان جارڊن اچي ٿو پر جان انهن چئي هنکي منع ڪئي، ”مون توکان ٿي دکشا وٺڻ چاهي ٿي ۽ تون وري ڪيئن مون کان دکشا وٺڻ آيو آهين؟ ڪرائيسٽ انجو جواب ڏيندي چيو، ”هاڻي ائين ٿي ٿيڻ ڏي ڇو جو نيم مطابق ائين ٿي ٺيڪ آهي.“

ان جي ٽيڪا ڪندي پادريءَ چيو تہ باهہ سان دکشا ۽ هولي گهوسٽ وغيره لفظن جي اصلي معنيٰ جي بابت ۾ گهڻا متڀيد آهن. ڪي باهہ جو ارٿ لڳائين ٿا ڪشٽ ۽ ڪليش، جي دکشا کان پوءِ شِشن کي ڏسڻا پون ٿا. ٻيا وري چون ٿا تہ انهيءَ جو مطلب آهي سزا يا قيامت. ڪن جو رايو آهي تہ انهيءَ جو اشارو انتقام يا بدلي ڏانهن آهي. مطلب تہ انيڪ ارٿ لڳايا ويا آهن.

حضور جن فرمايو، "هي سڄو باب گوڙهي معنيٰ سان پُر آهي، انکي صرف اهو سمجهي سگهندو جنهنکي شبد مارگ جو ڀيد مليل هوندو. انهن گپت رازن کي کولڻ جي ڪنجي ستگورو شش کي نام جي بخشيش ڪرڻ وقت ڏيندو آهي. سنتن جو مارگ "هولي گهوسٽ" (شبد) ۽ انتري آگ سان دکشا ڏيڻ جو مارگ آهي. ان آگ کي هندو شاسترن ۾ "جوتي" چيو ويو آهي. در اصل، ڪيترن هنڌ پرماتما کي جوتي سروپ ڀڳوان چيو ويو آهي. گورو گوبند سنگهه صاحب فرمائين ٿا ته سچو سک اهو آهي جو پنهنجي اندر اُن اکنڊ جوت جو درشن ڪري لو. سنت مت ۾ آگ، روشني ۽ جوت جو مطلب ساڳيو ئي آهي. سچو گورو اهو ئي آهي جو شش کي شبد جو ڀيد ڏئي، جن جي آتما کي اندر ان انهد ڌن سان جوڙي، کيس اهي ڀيڄائي ته جيئن اها جوت پنهنجي پوري پرڪاش سان جگمگائي رهي آهي. گورو نانڪ صاحب فرمائين ٿا ته اها جوت رات ڏينهن جلندي رهي ٿي پر صرف گورمک ئي ان کي ڄاڻي ٿو. پلٽو صاحب فرمائين ٿا ته اهو ديپڪ ٻنا تيل، ٻنا وٽ جي رات ڏينهن پيو ٻري پر انکي صرف اهو ئي ڏسي سگهي ٿو جنهنکي پوري گوروءَ نام دان بخشيو آهي.

"بس مين جري چراغ بن روغن بن بالي،
چهي رت بارهن ماس رهي جلتا دن راتي.
ستگورو ملا جو هوءِ تا هي کي نظر مين آوي،
بن ستگورو کوئي هوءِ نهين واکو درساوي."

گورو گرنٿ صاحب ۾ پڻ ان "آگ" جو ڪيترن ئي هنڌ ذڪر ٿيل آهي.

پادري چوڻ لڳو تہ حضور! جيڪڏهن توهين اجازت ڏيو تہ سڀاڻي مان پنهنجو بائيبل ڪٺي اچان ۽ ان مان ڪجهہ ٽڪر توهانکي پڙهي ٻڌايان.

ٻئي ڏينهن بائيبل جو باقائدي ابياس شروع ٿيو. ان ڏينهن ڪجهہ ٻيا بہ عيسائي سڄڻ اُتي آيا هئا. حضور مهاراج جن ڏاڍي موج ۾ هئا. سڀ حاضرين حضور جن جي کيل ولاکيا ٻڌي ڏاڍا خوش ٿي ٿيا.

اميرڪن پادريءَ مٿيو جي نئين انڊياءَ جي ٻارهين باب کان پڙهڻ شروع ڪيو. جنهن ۾ ڪرائيسٽ جي اچڻ جي سوچنا ڏيندي، جان چئي ٿو، "سچ پچ مان توکي پاڻيءَ سان بپتسما (دکشا) ڏيان ٿو. پر جيڪو منهنجي پوءِ ايندو اهو مونکان وڌيڪ شڪتيشالي ٿيندو جنهنجي جتيءَ جي ڏاڪڻ کولڻ جي بہ مان لائق ڪونہ آهيان. هو توهانکي هولي گهوسٽ (شبد) ۽ اگ (پرڪاش) سان دکشا ڏيندو........" ان کانپوءِ ڪرائيسٽ جان کان دکشا وٺڻ لاءِ گليلي کان جارڊن اچي ٿو پر جان انهن چئي هنکي منع ڪئي، "مون توکان ٿي دکشا وٺڻ چاهي ٿي ۽ تون وري ڪيئن مون کان دکشا وٺڻ آيو آهين؟ ڪرائيسٽ انجو جواب ڏيندي چيو، "هاڻي انهن کي ٿيڻ ڏي ڇو جو نيم مطابق انهن ٿي ٺيڪ آهي."

ان جي ٽيڪا ڪندي پادريءَ چيو تہ پاڻ سان دکشا ۽ هولي گهوسٽ وغيره لفظن جي اصلي معنيٰ جي بابت ڪجهہ مٿيون آهن. ڪي پاڻ جو ارٿ لڳائين ٿا ڪشٽ ۽ ڪليش، جي دکشا کان پوءِ شش کي ڏسڻا پون ٿا. ٻيا وري چون ٿا تہ اگهيءَ جو مطلب آهي سزا يا قيامت. ڪن جو رايو آهي تہ اگهيءَ جو اِشارو انتقام يا بدلي ڏانهن آهي. مطلب تہ انيڪ ارٿ لڳايا ويا آهن.

جي معنيٰ ڇا آهي.

حضور جن وراڻيو ته گرنٿ لفظ جي معنيٰ آهي پستڪ؛ صاحب عزت پرو اکر آهي جو اسين ڪنهن ماڻهوءَ، جاءِ يا وستوءَ سان لڳائيندا آهيون جنهنڪي اسين اوچي نظر سان ڏسندا آهيون.

ان تي پنڊت تاکردت پڇيو، ”حضور! بائيبل اکر جي معنيٰ ڪهڙي آهي؟

پادريءَ وراڻيو ته انجي معنيٰ آهي ڌرمي پستڪ.

حضور جن ٻڌايو ته بائيبل گريڪ لفظ آهي جنهن جي معنيٰ آهي پستڪ؛ ڌرمي پستڪ کي اهو نالو انڪري نه ڏنو ويو آهي جو هي سيني کان اُتم پستڪ آهي. اهڙي طرح گيتا لفظ جو ارٿ آهي گيت، قران جو ارٿ آهي پڙهڻ يا پڙهڻ جوڳو پستڪ، گاسپل جو ارٿ آهي شڀ سماچار.

پادري چوڻ لڳو ته ها، بائيبل لفظ جو بنيادي ارٿ اهو ئي آهي.

پوءِ اميريڪن ليڊي چوڻ لڳي ته حضور! توهانکي بائيبل جي اندري ته گهري ڄاڻ آهي جو منهنجي دل آهي ته توهان کان هڪ ٻيو سوال به پڇان. اهو سوال مون لاءِ هميشه هڪ اُلجهن پيو رهيو آهي. بائيبل ۾ لکيل آهي ته جڏهن جان، ڪرائيسٽ کي دکشا ڏني، تڏهن پرماتما جي چيتنا هڪ ڪبوتر (Dove) جي روپ ۾ هن مٿان لٿي. انجو مطلب ڇا آهي؟ ڪبوتر جو پرماتما سان ڪهڙو سنبنڌ آهي؟ اهو اشارو ڪبوتر پکيءَ ڏانهن ته ڪونهي جيڪو اسين روز مره ڏسندا آهيون؟

حضور جن وراڻيو ته اهو سوال ته اسين پنهنجي مائيوز دوست کان پڇون ته بهتر.

ورڊ، شبد، نام ڌن، ناد يا انحد شبد (جيئن هندو شاسترن ۾ لکيل آهي) آهوئي هولي گهوست (شبد) آهي جنهن دوارا ن ڪرائيسٽ پنهنجي شش کي دکشا ڏني هئي.

سيني پورن مهاتمائن، پوءِ چاهي هو ڪهڙي به ديش، ڌرم يا جاتيءَ جا هئا، هميشه پنهنجي شيوڪن کي انهيءَ ئي شبد جي بخشش ڪئي هئي. ان کانسواءِ پيو ڪو مارگ ئي ڪونهي. اها "جيون ڌارا" سڌي سچکنڊ مان اچي ٿي جو چيتنتا ۽ پرڪاش جو مهاساگر آهي. اها شبد ڌن اسان جي شرير ۾ پنهي اکين جي پويان هر دم پيئي گونججي.

جڏهن پورو ستگورو پنهنجي شش کي ان شبد ڌن سان جوڙي ٿو يا بائيبل جي اکرن ۾ شبد دوارا دکشا ڏني وڃي ٿي (Baptize by the Holy Ghost) تڏهن هنڪي پنهنجي نج گهر جي ڄاڻ پوي ٿي ۽ هو پرماتما جو پٽر بڻجي پوي ٿو. انڪري بائيبل جي ترموري کي چاهي توهين پتا، پٽر ۽ پوتر آتما چئو، چاهي پرماتما گورو ۽ شبد چئو. سنت مت ۾ انهيءَ ترموريءَ کي به مکيه استان آهي، ڪبير صاحب ۽ گورو نانڪ انکي گوبند، گورو ۽ نام ڪري سڏيو آهي.

پادري چوڻ لڳو، "حضور ڌنيواد! سچ پچ توهانجي سمجهاڻي ڏاڍي اثرائتي ۽ پرڀاوشالي آهي."

پادريءَ پڇيو ته حضور! ڪرائيسٽ هندستان ۾ آيو هو ڇا؟

حضور جن فرمايو ته منهنجي خيال ۾ ته ان بابت ڪا به لکيل ثابتي ڪانهي پر ڏکڻ ڀارت جي ماڻهن جو وشواس آهي ته ڪرائيسٽ برابر آيو هو ۽ اچي ڀارت ۾ رهيو هو.

تنهن کانپوءِ پادريءَ ستگورن کان گورو نانڪ جي سکيائن بابت ڪيترائي سوال ڪيا ۽ اهو به پڇيو ته "گرنٿ صاحب"

پرڪاش ۽ پرم آنند جو مهاساگر اهو پرماتما آهي جو عيسائي مذهب جي نموني ۾ "پتا" آهي. سنسار مان اگيان انڌڪار ۽ پاپن کي دور ڪرڻ لاءِ ۽ منش کي الاهي پرڪاش ڏيڻ لاءِ ان شبد ديهه ڌارڻ ڪئي ۽ اسان سان گڏ رهيو. هنکي انسان ٿي هن سنسار ۾ پرگهٽ ٿيڻو پيو جيئن اسين هنکي سمجهي سگهون. پرماتما پنهنجي ڌام ۾ وسندي وسندي انسان سان ڳالهه ٻولهه ڪري نٿو سگهي. هنجو اهوئي قانون آهي. ديهه ڌاري شبد ئي "پتر" هو يعني عيسيٰ مسيح هو. هو پنهنجي وقت جو گرو هو. ڪو نه ڪو عيسيٰ مسيح هن سنسار ۾ هر وقت موجود رهي ٿو. ڪو به عيسيٰ مسيح سنسار ۾ نه هجي، ائين ٿي نٿو سگهي. پرماتما هميشه پنهنجن پيارن (پترن) کي هر سمي ۽ هر ديش ۾ موڪليندو رهي ٿو. هي سنسار اڄا ڪروڙين سال رهندو ۽ پرماتما ڪڏهن به پنهنجي جيون کي بلائي ڪونه ويهندو. سنت ستگورو لڳاتار ايندا ٿي رهن تا ته لوڪين اين چڙهي سگهن تا ته اهو "شبد" هميشه ديهه روپ ۾ ان پرڪار ۽ ان ساڳئي آديش سان پرگهٽ ٿيندو رهي ٿو جنهن لاءِ هن هڪ ديهي عيسيٰ مسيح جو لباس ۽ سروپ ڌارڻ ڪيو هو.

حضور مهاراج جن ٿوري دير شانت رهي وري فرمائڻ لڳا، ته پرماتما (پتا) ۽ سنت (پتر) کانپوءِ ٽرموريءَ جو ٽيون انگ Holy Ghost يعني شبد ٿا ڪوٺون. هيءَ اها شڪتي آهي جا عيسيٰ مسيح انهن سڀني کي بخشي جيڪي عيسيٰ مسيح جي شرن ۾ آيا. ان شڪتيءَ جو نالو Word, Logos يا "شبد" آهي جو هر جيو کي چيتنا ڏيئي رهيو آهي. سرشٽيءَ جي آد ۾ اهو شبد ئي اصلي جيون شڪتي هئي جا هر جيو جو سهارو هئي. اها جيون شڪتي، اهو ٽرناس،

پادريءَ چيو تہ حضور! مان ھڪ سوال پڇان؟ توھانجي
راءِ ۾ عيسائي ڌرم ۾ ترموراي جو سڌانت ڪيڏو آھي؟
حضورجن وراڻيو، ”اھو سڌانت رڳو عيسائي ڌرم ۾
ڪونھي. بلڪ سڀني ڌرمن جو انھيءَ ۾ وشواس آھي. پتا،
پتر ۽ شبد- اھي ٽيئي روحاني ترقيءَ لاءِ نھايت لازمي آھن
۽ انھن ٽنھي ۾ وشواس رکڻ بنا ڪو بہ جگياسو پنھنجي نج
ڌام پھچي مالڪ جو درشن نٿو ڪري سگھي. گھرائيءَ سان
ڏسبو تہ اھي ٽيئي، در اصل، ھڪ ئي آھن ۽ انھن ۾ ڪو بہ
ڀيد ڪونھي. توھين بائيبل جي ھنن لفظن تي وري
غور ڪريو، ”سرشٽيءَ جي آد ۾ شبد ھو شبد پرماتما سان
ھو ۽ شبد ئي پرماتما ھو....... سڀ ڪجھ ان بڻايو.......
جيون ۽ پرڪاش ان ۾ ھو....... ۽ شبد ئي شرير ڌارڻ
ڪيو ۽ اسان جي وچ ۾ رھيو ۽ اسان ھن جو شان ڏٺو.“
ان ڪانپوءِ بائيبل ۾ لکيل آھي تہ ھو آيو ۽ سنسار ۾ رھيو
پر عام ماڻھن ھنکي سويڪار ڪونہ ڪيو پر جن ھنکي مڃيو
انھن کي ھن پرماتما جي پتر ٿيڻ جي شڪتي ڏني.
مونکي خبر ڪانھي تہ مون اھو حوالو بلڪل صحيح ٿو ڏنو
يا نہ پر منھنجي خيال ۾ انھن سٽن ۾ بائيبل جي اکرن
جو سار ضرور اچي ويو ھوندو.

پادريءَ حضورجن جي ڳالھہ جي تائيد ڪندي چيو تہ
توھان بلڪل صحيح حوالو ڏنو آھي ۽ ان ۾ بائيبل جو ارٿ
۽ ڀاو ٺيڪ اچي وڃن ٿا.

حضورجن گنڀير ٿي فرمائڻ لڳا، ”ھاڻي ڌيان سان
ٻڌو. اسين سڀ پرماتما ۾ ۽ جان جي چوڻ موجب Word
(شبد) ۾ وشواس ڪريون ٿا. اھو شبد جيون ۽ پرڪاش
جو مھاساگر آھي. سڀ جيو ان مان ئي پيدا ٿيا آھن. جيون،

پرڪاش ۽ پرم الله جو مهاساگر اهو پرماتما آهي جو عيسائي مذهب جي تمثيل ۾ "پتا" آهي. سنسار مان اگيان انڌڪار ۽ پاپن کي دور ڪرڻ لاءِ ۽ منش کي الاهي پرڪاش ڏيڻ لاءِ ان شبد ديهه ڌارڻ ڪئي ۽ اسان سان گڏ رهيو. هنکي انسان ٻڌجي هن سنسار ۾ پرگهٽ ٿيڻو پيو جيئن اسين هنکي سمجهي سگهون. پرماتما پنهنجي ڌام ۾ واسي وسلي انسان سان ڳالهه ٻولهه نٿو ڪري سگهي. هنجو اهوئي قانون آهي. ديهه ڌاري شبد ٿي "پتر" هو يعني عيسيٰ مسيح هو. هو پنهنجي وقت جو گرو هو. ڪو نه ڪو عيسيٰ مسيح هن سنسار ۾ هر وقت موجود رهي ٿو. ڪوبه عيسيٰ مسيح سنسار ۾ نه هجي، ائين ٿي نٿو سگهي. پرماتما هميشه پنهنجن پيارن (پترن) کي هر سمي ۽ هر ديش ۾ موڪليندو رهي ٿو. هي سنسار ايترو ڪروڙين سال رهندو ۽ پرماتما ڪڏهن به پنهنجي جيون کي بلائي ڪرڻ وهندو. سنت ستگورو لڳاتار ايندا ٿي رهن ٿا يا لوڪن ائين چئي سگهون ٿا ته اهو "شبد" هميشه ديهه روپ ۾ ان پرڪار ۽ ان ساڳئي آدِ ديش سان پرگهٽ ٿيندو رهي ٿو جنهن لاءِ هن هڪ ڀيري عيسيٰ مسيح جو نالو ۽ سروپ ڌارڻ ڪيو هو.

حضور مهاراج جن ٿوري دير شانت رهي ورتي ورماڻ لڳا، ته پرماتما (پتا) ۽ سنت (پتر) کانپوءِ ٽرموٽيءَ جو ٽيون انگ Holy Ghost يعني شبد ٿا ڪٿون. هيءَ اها شڪتي آهي جا عيسيٰ مسيح انهن سڀني کي بخشي جيڪي عيسيٰ مسيح جي شرن ۾ آيا. ان شڪتيءَ جو نالو Word, Logos يا "شبد" آهي جو هر جيو کي چيتنتا ڏيئي رهيو آهي. سرشٽيءَ جي آد ۾ اهو شبد ئي اعليٰ جيون شڪتي هئي جا هر جيو جو سهارو بڻي. اها جيون شڪتي، اهو لوگس،

پادريءَ چيو تہ حضور! مان هڪ سوال پڇان؟ توهانجي راءِ ۾ عيسائي ڌرم ۾ ترموراي جو سڌانت ڪهڙو آهي؟

حضورجن ورائيو، "اهو سڌانت رڳو عيسائي ڌرم ۾ ڪونهي. پاڪ سيني ڌرمن جو انهيءَ ۾ وشواس آهي. پتا، پتر ۽ شبد- اهي ٽيئي روحاني ترقيءَ لاءِ نهايت لازمي آهن ۽ انهن ٽنهي ۾ وشواس رکڻ بنا ڪوبہ جگياسو پنهنجي نج ڌام پهچي مالڪ جو درشن نٿو ڪري سگهي. گهرائيءَ سان ڏسبو تہ اهي ٽيئي، در اصل، هڪ ئي آهن ۽ انهن ۾ ڪوبہ ڀيد ڪونهي. توهين بائيبل جي هنن لفظن تي وري غور ڪريو، "سرشٽيءَ جي آد ۾ شبد هو شبد پرماتما سان هو ۽ شبد ئي پرماتما هو. ...... سڀ ڪجهہ ان بڻايو. ........ جيون ۽ پرڪاش ان ۾ هو. ........ ۽ شبد ئي شرير ڌارڻ ڪيو ۽ اسان جي وچ ۾ رهيو ۽ اسان هن جو شان ڏٺو." ان ڪانپوءِ بائيبل ۾ لکيل آهي تہ هو آيو ۽ سنسار ۾ رهيو پر عام ماڻهن هنکي سوڪار ڪين ڪيو پر جن هنکي مڃيو انهن کي هن پرماتما جي پتر بڻجڻ جي شڪتي ڏني. مونکي خبر ڪانهي تہ مون اهو حوالو بلڪل صحيح نموني ۾ ڏنو يا نہ پر مهنجي خيال ۾ انهن سٽن ۾ بائيبل جي اکرن جو سار ضرور اچي ويو هوندو.

پادريءَ حضورجن جي ڳالهہ جي تائيد ڪندي چيو تہ توهان بلڪل صحيح حوالو ڏنو آهي ۽ ان ۾ بائيبل جو ارٿ پاڻ اچي وڃي ٿو.

حضورجن گنڀيرتا سان فرمائڻ لڳا، "هاڻي ڌيان سان ٻڌو. اسين سڀ پرماتما ۾ ۽ ان جي چوڻ موجب Word (شبد) ۾ وشواس ڪريون ٿا. اهو شبد جيون ۽ پرڪاش جو مهاساگر آهي. سڀ جيو ان مان ئي پيدا ٿيا آهن. جيون،

لوڪ پرا هيون. اهڙي حالتن ۾ معنيٰ ساڳي آهي. ڳالهه پنهنجي وڏي جي ۽ ري پنهنجي ٻچي جي هردم سار سنڀال لهي ٿي. ڪڏهن انکي پنهنجي اکين کان پري وڃڻ نٿي ڏئي ۽ هر خطري کان انکي بچائي ٿي. همکي پنهنجو کير پياري ٿي ۽ سندس شرير جي سڀ ميل زبان سان چٽي صاف ڪري ڇڏي ٿي. اهڙي طرح پرماتما ڪرانيست سان پيار ڪيو ۽ هنجي سار لڌي. منهنجي راءِ ۾ اهو ئي "پرماتما جي گهيٽي" جو صحيح ارٿ آهي پر وڏاڪ پتو توهان ڪرستانن کي هوندو.

پادريءَ تعجب ۾ اچي چيو، "سائين! توهانکي بائيبل جي ته بي نظير ڄاڻ آهي."

اميرڪن ليڊيءَ چيو، "توهان جي سمجهاڻي لاءِ خوش لڳي ٿي ۽ مان سمجهان ٿي ته اهائي ان جي صحيح معنيٰ آهي."

سچ پچ اهو هڪ عجيب ڪرشمو هو ته جڏهن به حضور مهاراج جن وٽ ڪنهن به ڌرم جو جگياسو ايندو هو، پوءِ کڻي هو يهودي، ڪرستان، ٻوڌي، جيني، پارسي، مسلمان يا ٻئي ڪنهن مت کي مڃيندڙ هوندو هو ته انهيءَ کي سندس ئي ڌرم جي گرنٿن دوارا اهڙي پرڀاوشالي ڍنگ سان سمجهائيندا هئا جو هو ٻڌي دنگ رهجي ويندو هو. مزي جي ڳالهه ته اها هئي ته اسان حضور جن کي ڪڏهن ڪو پستڪ پڙهندو ڪونه ڏٺو. در اصل، هنن وٽ پڙهڻ لاءِ وقت ڪٿي هو. هڪ دفعي هڪ ٻوڌي ڀکشوءَ جي حيرانيءَ جي حد نه رهي جڏهن حضور جن اکر به اکر هڪ نهايت ڳجهه منتر، جو ڪيس سندس گروءَ ڏنو هو، بلڪل درست چئي ٻڌايو.

حضور جن وراڻيو، ”شايد اسانجو هي پادري متر ان کي
پوري روشني وجهي سگهي.“

پادريءَ چيو ته ڪرائيسٽ کي ”خدا جو گهيٽو“ سڏيو
ويو آهي ڇاڪاڻ جو هو بلڪل نردوش ۽ بيگناهه هو ۽
دنيا جي پاپن خاطر هن پنهنجي قرباني ڏني.

حضور جن فرمايو، بائيبل پڙهئي مونکي ڪافي عرصو
ٿيو آهي ان ڪري پورا لفظ ته شايد مونکي ياد نه به
هجن پر مان سمجهان ٿو ته ڪرائيسٽ کي پاڻ ڏانهن ايندو
ڏسي، جان اهي لفظ چيا هئا. ”ڏسو، خدا جو گهيٽو اچي
رهيو آهي جو دنيا جي پاپن جو بوجهه کڻندو.“ ڪجهه ان
وانگر هن چيو. پارسي پر به پراچين ڪال کان سنتن لاءِ اهڙا
لفظ ڪم آندا ويا آهن. اڄ تائين به اسين سنتن کي ڀڳت
وڇل ۽ پاپ هرن چوندا آهيون. ڀڳت جو مطلب پريمي ۽
وڇل جو مطلب آهي ڳانءِ جو وڇڙو يعني پرماتما جو وڇڙو.
پاپ هرن جي معني آهي جيڪو اسانجا پاپ ناس ڪري.
پرماتما جو پنهنجي سنتن لاءِ پيار ۽ سنتن جو پنهنجي شيوڪن
لاءِ پيار، انهيءَ کي سمجهائڻ لاءِ ڳانءِ ۽ وڇڙي جو مثال ڏنو
ويو آهي. ڇاڪاڻ ته ڳانءِ وڇڙي کي لڱل سڀ مهل پنهنجي
زبان سان چٽي ڇڏيندي آهي. سو ڀڳت وڇل ۽ پاپ هرن
نهايت پريم ڀريا لفظ آهن جن سان شيوڪ سنتن ۽ پرماتما
کي مخاطب ڪندا آهن.

منهنجو اهو خيال آهي ته جان در اصل ”Calf“ معني
ڳانءِ جي وڇڙي جو استعمال ڪيو ۽ پوءِ جيڪي بائيبل جا
ترجما ٿيا انهن پر اهو لفظ مٽجي ”Lamb“ يا گهيٽو ٿي ويو.
شايد ائين به هجي ته جيئن پارسي پر ڳانءِ لوڪ پوڄيه آهي
اهڙي طرح ڪرائيسٽ جي ديس پر ڍڳون گهٽي انداز ۾ ۽

تنهنجو اصلي ارٿ آهي رسي يا لمار ڏاهو ڏاڍو.

حضورجن فرمايو تہ ڪڏهن ڪڏهن هڪ لفظ جون ٻہ معنائون بہ ٿينديون آهن. هتي ان لفظ Camel جي معنيٰ اُٺ بہ ٿي سگهي ٿي. پر ان ڳالهہ کان تہ انڪار ڪري نٿو سگهجي تہ نہ چاهيندي بہ انواد ڪ جي شخصيت ۽ ويچارن جي ڪجهہ جهلڪ انواد ۾ ضرور اچي ٿي وڃي. هڪ انواد ڪندي جڏهن هنکي انومان لڳائڻو پوي ٿو تہ سندس ڪي چا چرڻو هو، يا چا چيو هونداڻون تہ پوءِ تہ پاڻ هنجي ويچارن ۽ شخصيت جو گهڻو ڪجهہ اثر ان ۾ اچيو وڃي.

اِلي پادريءَ سويڪار ڪيو تہ برابر بائيبل ۾ ڪرائيسٽ جا اصلي اُپديش ننڍن ننڍن ٽڪرن ۾ ٽڙيا پکڙيا پيا آهن.

ستگورن فرمايو تہ اُهي ٽڙيل پکڙيل ٽڪرا ان ڳالهہ کي ظاهر ٿا ڪن تہ عيسيٰ جي اُپديش جون ڪڙيون ٽٽل آهن ۽ انهن ٽٽل ڪڙين کي ڪو انهوي سنت ئي جوڙي سگهي ٿو يا پڌائي سگهي ٿو. حضورجن مسٽر ۽ مسز ويليان ڏانهن نهاري فرمايو تہ هنکي سنت مت جا پستڪ ڏيو. پوءِ پادريءَ کي چوڻ لڳا تہ سنت مت ساهتيہ جو جيترو گهرائيءَ سان ابياس ڪندا اوترو ئي صاف ۽ سولائيءَ سان اوهين بائيبل جي صحيح ارٿ کي سمجهي سگهندا. صرف اهو ماڻهو جنهنکي پرمارٿي ڳالهين جي پوري ڄاڻ هوندي اهو ئي بائيبل جو اصلي ارٿ سمجهي سگهندو ۽ انجو پورو قدر ڪندو.

اميرڪن ليڊي وچ ۾ چوڻ لڳي، "حضور بائيبل ۾ ڪرائيسٽ کي "Lamb of God" "خدا جو گهيٽو" (رٻ جو ننڍڙو ٻچو) چيو ويو آهي. اڄ تائين ڪو بہ مونکي انهن لفظن جو سنتوش جنڪ ارٿ سمجهائي ڪري نہ سگهيو آهي. اوهين مونکي انجو اصلي مطلب سمجهائي سگهندا؟"

لکيو آهي.

اميرڪن ليڊيءَ چيو تہ عيسيٰ مسيح جڏهن اُپديش ڏيندو هو تڏهن ڪنهن بہ سندس وچن نوٽ ڪونہ ڪيا.

تنهن تي ستگورن ٽيڪا ڪندي فرمايو، "جڏهن ڪنهن مهاتما جي چولي ڇڏڻ کانپوءِ هن جي اُپديش کي لکيت ۾ آڻڻ جي ڪوشش ٿي ڪجي تہ اهو نهايت مشڪل آهي تہ سوين صديون هن جي وچن کي صحيح روپ ۾ لکي سگهجي. تنهن تي اميرڪن ليڊيءَ چيو تہ خاص ڪري جڏهن انهن اُپديشن جو ٻين ٻولين ۾ انواد ٿئي ٿو تہ پوريءَ رت نہ ڪندڙ روحاني لفظن نہ ملڻ جي ڪارڻ، اُهي اصلي اُپديش ڪهڙو روپ اختيار ڪندا ان جو اندازو لڳائي سگهو ٿا.

ستگورن فرمايو تہ ترجمو ڪٿي ڪهڙو بہ ڪرن هجي تڏهن بہ ڪي نہ ڪي اصلي نقطا رهجي ٿي ويندا.

اميرڪن ليڊيءَ تائيد ڪندي چيو تہ ڪڏهن ڪڏهن انوادڪ کي پنهنجي ڀاشا ۾ پوري لفظ جي نہ ملڻ ڪارڻ پنهنجو نئون لفظ گهڙڻو ٿو پوي ۽ نتيجو اهو ٿو ٿئي تہ اصلي سکيا جو روپ ئي بدلجيو وڃي.

حضور مهاراج جن چيو، "ها! اهو بلڪل سچاوڪ آهي. جي انوادڪ مهاتما جي اُپديش جو پورو ارٿ نہ ٿو سمجهندو تہ قدرتي هو پنهنجي وچارن انوسار ئي انهيءَ جو ارٿ لڳائيندو."

تنهن تي پادريءَ چيو، "تازو مونکي هڪ جرمن ودوان ٻڌايو تہ ڪرائيسٽ جي مشهور وچن "سئيءَ جي ناڪي مان اُٺ جو لنگهڻ آسان آهي پر امير ماڻهوءَ جو مالڪ جي دربار ۾ پهچڻ مشڪل آهي" ۾ جيڪو اُٺ Camel جو لفظ آيو آهي

لکيو ويو ان Word جو اهوئي مطلب هوندو جيڪو هندو اپنشدن ۾ "ناد" جو آهي.

پادريءَ وراڻيو، "اهو ممڪن آهي ڇاڪاڻ ته بائيبل ڪيترن ئي ٻولين مان انواد ٿيندو پوءِ هن روپ ۾ اسان وٽ آيو آهي."

اميراڪن ليڊيءَ چيو، "بائيبل ۾ وقت بوقت درستيون ڪيون ويئون آهن ۽ ڪيترن هنڌ پراڻا ٽڪرا ڪڍي نوان ٽڪرا جوڙيا ويا آهن."

ان تي حضور مهاراج جن فرمايو ته بائيبل ۾ ته روحانيت جا مالڪ موتي پريا پيا آهن پر آهي ٿيڏن ٿيڏن ٽڪرن ۾ هيڏانهن هوڏانهن ٽڙيا پکڙيا پيا آهن. انهن کي اهوئي ماڻهو چڱي طرح سمجهي سگهي ٿو جنهنکي پورو گورو نام جي بخشش ڪري ۽ شبد ڀوڳ جو اهوئي ساڌن ٻڌائي ٿو جيڪو ساڌن ڪرائيسٽ جو پڻ هو. ڪرائيسٽ جي سکيائن کي صحيح معنيٰ ۾ سمجهڻ لاءِ اهائي سڀ کان وڏي مشڪلات آهي.

بائيبل ۾ آهي سکيائون سلسليوار هڪ ئي جڳهه تي لکيل ڪونه آهن. انهيڪي پڙهندي اٿين سمجهو آهي ته ڪجهه ٽڪرا ڪٽل آهن ۽ انهن ڪڍيل ٽڪرن جي ڪري ئي بائيبل جو صحيح ارٿ سمجهڻ ڏکيو ٿي پوندو آهي.

پادريءَ چيو ته بائيبل ڪرائيسٽ کي صليب تي چاڙهڻ کان تمام گهڻو پوءِ لکيو ويو ۽ انهن لکندڙن ته ڪي ڪرائيسٽ کي ڏٺو هو ۽ ڪي هنجا اپديش ٻڌا هئا. تنهن ڪانسواءِ هنن کي ڪجهه سوچي سمجهي ٿي لکڻو پيو ڇو جو ان وقت جي حڪومت عيسائين تي ظلم ۽ اياچار ڪري رهي هئي. تنهن ڪري بائيبل لکڻ وارن ياداشت جو ئي سهارو ورتو

۾ موجود رهي ٿو.

ان نوجوان ليڊيءَ پڇيو، حضور! انگي ”شبد“ جي ناءِ سان ڇو ٿو سڏجي؟“

حضور جن فرمايو ته اهو لفظ ”Word“ يا شبد، پيچيدو آهي. انگريزي ڀاشا ۾ ”Word“ لفظ گريڪ ڀاشا جي ”Logos“ اکر جو ترجمو آهي جو پڻ هيبرو زبان جي Mimra اکر جو انواد آهي. سرشٽيءَ جي رچنا ڪرڻ واري هن شڪتيءَ کي پراچين هندو مهاتمائن ”شبد“ ۽ ”ناد“ ڪري سڏيو آهي، جهڙڪي انگريزيءَ ۾ ڇئجي ٿو ”Word“ يا آواز. اهو هنجو ارٿ بلڪل صاف ۽ سپشٽ آهي ڇاڪاڻ ته شبد يا ناد جو مطلب آهي آواز، حڪم يا ڌُن. مان سمجهان ٿو ته گريڪ بائيبل جي لوگاس جو به اهو ئي اصلي ارٿ هوندو.

بائيبل موجب ساري سنسار جي رچنا شبد ڪئي آهي ۽ ان بنا ڪجهه به ڪين بڻيو. سوامي جي مهاراج جن پڻ فرمائين ٿا ته سڀ ڪجهه ان ”شبد“ بڻايو آهي. گرنٿ صاحب ۾ آيو آهي:-

”سبدي ڌرتي سبدي آڪاس سبدي سبد ڀئيا پرڪاش،
سگلي سرسٽ سبد ڪي پاڇي
نانڪ سبد گهٽيءَ گهٽ آڇي.“

ارٿات- ان شبد ئي پرٿوي ۽ آڪاش جي رچنا ڪئي. شبد ئي پرڪاش بڻايو. شبد سان ئي ڪل سرشٽي آئين ٿي ۽ اهو شبد هر ڪنهن جي مستڪ ۾ گونججي رهيو آهي. ”Word“ ۽ ”شبد“ لفظن جي مطلب ۾ اهتري ته سمانتا آهي جو ائين پيو لڳي ته جيڪا ٻولي عيسيٰ مسيح ڳالهائيندو هو ۽ جنهن ٻوليءَ مان سڀ کان پهرين بائيبل

ڪرائيسٽ سان لڳي ٿو؟

گرو ديو نرسي حضور جن وڌيڪ فرمايو تہ نر! هي سڀ ڪجهہ ان شڪتيءَ لاءِ چيو ويو آهي جا ڪرائيسٽ جي ديهہ ۾ پرگهٽ ٿي. جنهن لاءِ سينٽ جان چيو آهي تہ اهو شبد ديهہ ڌاري ٻاجهي آيو ۽ اسان جي وچ ۾ اچي رهيو ۽ جنهن جي شان کي اسان ڏٺو. اهو شبد تہ پرماتما جي امر ستا ۽ پرڪاش جو مها ساگر آهي جنهن مان ئي سڀ سنت مهاتما اچن ٿا. سنت ان شبد روپي ساگر جون لهرون آهن ۽ اهي دنيا ۾ پنهنجو ڪارج ڪري واپس ان ساگر ۾ وڃي لين ٿين ٿا. ڪرائيسٽ بہ ان مهاساگر مان آيو، هتي اچي پنهنجو ڪارج ڪيائين ۽ جڏهن اهو پورو ٿيو تہ واپس ان مهاساگر ۾ وڃي سمايو. ديهہ يا شرير تہ پوشاڪ هئي جا ان شڪتيءَ هتي اچي ڌارڻ ڪئي هئي. اهو شرير عيسيٰ مسيح ڪين هو. منش شرير تہ هن انهيءَ لاءِ ڌارڻ ڪيو هو جيئن لوڪ هن جي سکيائن ۽ اپديش کي سمجهي سگهن. ڇاڪاڻ تہ منش ئي صرف منش کي سمجهي سگهي ٿو، ان لاءِ ئي شبد کي منش ديهہ ڌارڻ ڪرڻي پئي ۽ جڏهن هن جو هتي جو ڪارج سماپت ٿيو تہ انکي اها ديهہ هتي ئي ڇڏڻي پئي. جنهن کي صليب تي چاڙهيو ويو اهو شرير هو، نہ عيسيٰ مسيح. ان عيسيٰ مسيح کي تہ صليب تي چاڙهي نٿي سگهيا جو سرشٽيءَ جي رچنا کان اول بہ هو، شبد ئي هو ۽ شبد ئي آهي. ڪرائيسٽ جي اچڻ کان اڳ، هن دنيا ۾ ڪئين ڪرائيسٽ الڳ الڳ نالن سان الڳ الڳ ديشن ۾ آيا آهن ۽ هن ڪاليوڳ ۾ بہ ايندا رهندا. هيءَ دنيا ڪڏهن بہ ڪنهن ڪرائيسٽ کان خالي نہ رهندي. جيڪي پرماتما جا سچا متلاشي آهن انهن جي رهبري ۽ سهائتا لاءِ هو هر دور ۾ سنسار

۽ سچي اُڪير جي، باقي ڌرمن جي ٻاهران رٿين رسمن جو نه ڪو مهتو ئي ڪونهي.

پادري چوڻ لڳو نه هيءَ ليکي چوي ٿي ته توهانجو چوڻ آهي نه ايلياس دواران هينئر به ڪرائيسٽ جو درشن ٿي سگهي ٿو.

داتاجن فرمايو، ”ها، ٿي سگهي ٿو پر پنهنجي اندر، ڪٿي ٻاهر نه. جيڪڏهن خدا جي بادشاهت اسانجي اندر آهي ته پوءِ ڪرائيسٽ به ضرور اُتي هوندو. اُتي توهانکي نه صرف ڪرائيسٽ ملندو مگر ٻين پيغمبرن ۽ اوتارن کي پڻ ڏسي سگهندا.

پادريءَ پڇيو، ”پر اندر وڃڻ جو طريقو ڪهڙو آهي.“

حضورجن وراڻيو نه اسين شبد روپي ڏاڪڻ تي چڙهي روحاني منڊلن تي پهچون ٿا. هيءُ اهوئي شبد آهي جنهن جي بابت سينٽ جان چيو آهي ته سرشٽيءَ جي شروعات ۾ شبد پرماتما سان گڏ هو ۽ شبد ئي پرماتما هو.

پادري چوڻ لڳو، ”پر اهو شبد نه هينئر دنيا ۾ ڪونهي. اهو شبد هو خود ڪرائيسٽ.“

داتاجن فرمايو نه ائين برابر آهي نه ڪرائيسٽ ئي شبد هو ۽ شبد ئي ڪرائيسٽ هو. پر اچو ته هن ڳالهه تي دل کولي شانتيءَ سان غور ڪريون. بائيبل ۾ لکيل آهي، ”سرشٽيءَ جي شروع ۾ شبد هو، شبد پرماتما سان گڏ هو ۽ شبد ئي پرماتما هو....... هر وستو انهيءَ دواران بڻي ۽ ان بنا ڪجهه به ڪين بڻيو.“ هتي ”شروع ۾ هو“ جو مطلب آهي سرشٽيءَ جي اُتپتي يا رچنا کان اول جڏهن ڪجهه به ڪونه هو. هاڻي ٻڌايو نه توهين سچ پچ ائين مڃو ٿا نه جيڪي ڪجهه شبد لاءِ چيو ويو آهي اهو ديهه ڌاري

ته مان انهن اخبارن واسطي واس ۾ دراصل مونکي گهربل پراڻيءَ ملڻي هئي. ڪمري ۾ گهڙندئي ئي اختيار منهنجي نظر چانديءَ جي فريم ۾ مڙهيل سامهون رکيل تصوير تي پيئي. هڪ ٻالڪ وانگر مان اُڏهن تي ان ڏانهن وڌيس ۽ پنهنجي هٿن ۾ کڻي انهيءَ فوٽي کي جهليم. مون پڇيو، ”هي ڪير آهي؟ هي ڪنهنجو فوٽو آهي؟“ انهيءَ سڄڻ وراڻيو، ”هي منهنجي ستگورن جو فوٽو آهي.“

مونکي خبر پيئي ته انهيءَ سڄڻ جو نالو واڌواڻي هو. هن مون کان پڇيو ته تون ڪڏهن هنن سان مليو آهين؟

مون وراڻيو ته ها، ڪئين ڀار، پر صرف سوکم روپ ۾ يا سپني ۾. مون دل ۾ سوچيو ته هن فوٽي ۾ بلڪل ساڳيو سروپ آهي جيڪو اندر ڏسندي هيس. چهري تي اهوئي الاهي نور، اهائي موهيندڙ مشڪراهٽ، اکين ۾ ڪاشميري نيتر جن مان هردم دَيا مهر، پيار ۽ رحمت ٽمڪندي هئي ۽ اهائي سفيد ڏاڙهي جا سندن اُڇي سنهري پوشاڪ سان زيبائتي لڳندي هئي.

مان ان فوٽي کي ٻار ٻار چمڻ لڳس ۽ ڏاڍي اُڪير ۽ اُلڪنا سان انهيءَ کي ڇاتيءَ سان لڳائڻ لڳس. ان هندستاني پريوار کي منهنجي اهڙي حالت تي ڪا به حيرت ڪانه لڳي. هو خاموشيءَ سان سڀ ڪجهه ڏسي رهيا هئا.

مون شري واڌواڻي کان پڇيو، ”هي مهاتما ڪٿي رهندا آهن؟“ هن مونکي ٿورو چڙائيندي چيو، ”برهمڻ جي دلين ۾.“

”مان ڪين ڪٿي گڏجي سگهندس؟“ مون ڪانئس پڇيو ۽ اسانجي اُنهيءَ گفتگوءَ جو اهو نتيجو نڪتو جو اڄ مان هتي اچي آهيان.

ساڳي ۽ ڪهڙا ڪين رهيا آهيو؟"

هن پنهنجي ساري ڪهاڻي هن رات ورن ڪئي. هنجو نالو مس اي...... هو ۽ هوءَ امريڪن هئي. ٻالپڻ ۾ ئي کيس ڪڏهن ڪڏهن حضور مهاراج جن جي سوڪيم سروپ جو درشن ٿيندو رهندو هو پر هوءَ اهو سمجهي نٿي سگهي ته اهو ڪهنجو سروپ آهي. ڪجهه وقت کان پوءِ هنجو اهو درشن بند ٿي ويو هو ۽ جيڪي ڪجهه ڏسندي هئي هن کان وسري ويو. هفتو کن اڳ هوءَ دلهانوسيءَ آئي هئي، ۽ اتي کيس وري درشن ٿيڻ لڳو پر هاڻي اهو درشن کيس سپني ۾ ٿيندو هو. درشن جو هنجي من تي تمام آنند ۾ اثر ٿيندو هو ۽ هوءَ اهو درشن پائي ڏاڍي گد گد ٿيندي هئي. هنکي اهو احساس ٿيڻ لڳو ته سندس جيون ۾ جلد ڪا عجيب گهٽنا ٿيڻ واري آهي ۽ هي درشن انجو اڳواٽ اهڃاڻ آهي. هن چاهيو ٿي ته اها گهڙي جلد اچي پر هنجو وس نٿي هليو. حضور جن جي موج سان ئي هنکي درشن نصيب ٿيندو هو ۽ کيس چوندا هئا ته "تيار رهه." مگر هوءَ انهن لفظن جو مطلب سمجهي ڪونه سگهندي هئي. هن ٻڌايو ته هوءَ صرف پرارٿنا ئي ڪري سگهي ٿي جا هن ڪرڻ شروع ڪئي.

هن ڳالهه جو سلسلو جاري رکندي چيو ته ڪلهه شام جو هڪ معزز هندستاني سجڻ پنهنجي زال ۽ ٻارن سان اسانجي هوٽل ۾ آيو ۽ منهنجي پر واري ڪمري ۾ اچي رهيو. انهن وٽ Look, Life, Time ۽ Sketch وديشي مئگزنون هيون ۽ جڏهن کان مان ٻاهر آئي هيس تڏهن کان مون اهي ڪونه پڙهيون هيون. انهيءَ ڪري ان شام جو ئي مان سندس ڪمري ۾ ويس. مالڪ جا رنگ نرالا آهن. ظاهري

انڊسٽراز، هڪ يورپين مرد ۽ زال سان گڏ اچي اُٽي سيڙيو. سندن جون رڳون نراليون ٿيندڙيون آهن. هو پنهنجن جيرن کي چقمق وانگر ٻاڻ وٽ ڪيئي آڻيندا آهن. حضور مهاراج جن کي ڏسندئي اها يورپين ليڊي ڊوڙي اچي سندن چرنن ۾ ڪري. حضور جن پنهنجا ٻئي پوتر هٿ هنجي مٿي تي رکيا ۽ هن کي اُٿي وهڻ لاءِ چيائون پر هوءَ ڪرڻ اُٿي. هوءَ اچي روئڻ ۽ چٽڪي ۽ لڳي حضور جن جي چرنن کي چمڻ. اهو اڄوڙو ۽ دلپذير نظارو هو جنهن جي ڏسڻ لاءِ ديوتائون ۽ جيڪر لڙهن! حضور جن هڪ آرام ڪرسيءَ ۾ رونق افروز هئا ۽ هوءَ پنهنجن گوڏن سان حضور جن جا چرن پسائي رهي هئي.

حضور جن فرمائڻ لڳا، ”ڌيءَ! شانت ڪر. اُٿي ويهه.“

نوجوان ليڊيءَ ٿورو ڪنڌ مٿي ڪري حضور جن جي نيترن ڏانهن نهاريو ۽ وري پنهنجو سر ڪٽي حضور جن جي چرنن ۾ رکيو.

حضور جن وري چيو ته چڱو، هاڻي بس ڪر. اُٿي ڳالهاءِ. تون هي مٽي ليکڻ جو هندستاني طريقو ڪٿان سکي آهين؟ چڱو ٻچا! هاڻي اُٿ. انهن لفظن ۾ حڪم نوڙي پيار ٻئي سمايل هئا. اهو ٻڌي هوءَ ليڊي اُٿي ويٺي ۽ چوڻ لڳي، ”منهنجا مالڪ! اهو سڀ ڪجهه توهان ئي ته موڪلي سيکاريو.“

حضور جن وراڻيو، پر هن کان اڳ ته اسين ڪڏهن به گڏيا ڪونه آهيون؟“

”ڇا اڳ ڪڏهن به ڪونه گڏيا آهيون؟ ڇا اسين پراڻا مٽر ڪين آهيون؟“ وري ٻالڪي درست ڪندي ليڊيءَ چيو، ”ڇا توهين منهنجي ٻالپڻ کان وٺي منهنجا

ڪري ته ٻه سال پوري تيڻ بعد هيڊ ماستر هنڪي مٿين درجي ۾ چڙهڻ جي لائق سمجهي ته. پر جيڪڏهن هو پنهنجا سبق ياد نه ڪري، برابر اسڪول ۾ نه وڃي ۽ بري صحبت ۾ هيڏانهن هوڏانهن رلي پيو ته، انتري قدر جو هو اُن ڪلاس جا ڪم به وساري ٿو ڇڏي ۽ پنهنجي پوئينا وڃائي ٿو وهي پوءِ اهڙي حالت ۾ جيڪڏهن اُستاد کيس واپس هيٺين درجي ۾ لاهي ٿو ڇڏي ته اهو جائز ڪونهي ڇا؟

اهڙي ريت هي سنسار به هڪ وڏو اسڪول آهي جتي پرم پتا پرماتما اسانکي سکڻ لاءِ ارتقاءَ آتم گيان پراپت ڪرڻ ۽ سنهم کي سڃاڻڻ لاءِ موڪليو آهي. هن سنسار روپي اسڪول ۾ پڻ گهڻيئي درجا آهن. جيڪڏهن اسين پنهنجي جيون ۾ اهو سبق سکي ٿا ڇڏيون جنهن جي سکڻ لاءِ اسين هن اسڪول ۾ موڪليا ويا آهيون يعني پاڻ کي ۽ پنهنجي مالڪ کي سڃاڻون ٿا ته پوءِ ضرور مٿين درجي يعني اوچن روحاني منڊلن ۾ چاڙهيا ويندا سين. پر جيڪڏهن سبق سکڻ بجاءِ اسين اهو سبق، جيڪو اڳيئن درجي ۾ سکيا هئاسين پلائي ٿا ڇڏيون يعني منش جنم پائي به جيڪڏهن اسين پورن جهڙي هلت ڪريون ٿا ته پڪ ٿي ته اسانکي وري حيوانن جي جون ۾ وڃڻو پوندو.

ياد رکو قدرت نياءَ ڪاري آهي. قدرت جيو کي اهائي ديه ڏئي ٿي جنهن ۾ هو پنهنجون آدرون ۽ اڻپوريون تمنائون چڱي طرح پوريون ڪري سگهي. جيڪڏهن منش جنم ۾ جيو جون لچائون ۽ تمنائون حيوانن جهڙيون آهن ته پوءِ هو ضرور حيوان جي جون پائيندو.

ان وقت مسٽر وڊيا، نجاب جو ڊپٽي ڊائريڪٽر آف

مرڻ وقت به اها پرپل اڳيا سندس من ۾ ٻوڄ ٻڌي رهي. قدرت هڪڙي اهڙو مادي جانور جو شڪار ڏيندي جيڏن هر ڇهين مهيني هڪڙي ڇهه ڇهه اڳيا ڄمندا رهن. قدرت ڏاڍي ڪٺور ۽ سنگدل آهي. شڪار ۽ شڪل جو ڪن ومت ذرو به مهتو ڪونهي. ٻڪريءَ جو ڌيان صرف ان ڳالهه تي رهي ٿو ته ڪهڙي قسم جون اڳاٽون آنتڪرڻ لي اڪرال آهن ۽ اهي ڪهڙي قسم جي شڪار ذريعي ٻورٽون لئي سگهن ٿيون. اسانجي آنتڪرڻ لئي اهي اڪرال اڳاٽون اسان سان هر جنم ۾ گڏ هلن ٿيون.

مسلمان سچڻ مان هڪ چيو ته اهو ته قدرت جو وڏو قهر چئبو جو انسان کي جانور جي جوڻ ڏني ٿي وڃي. حضور جن وراڻيو ته برابر، قدرت جا نيم اٽل آهن. قدرت جهڙي ڪٺور ۽ سختي لوهانڪي دنيا جي ڪنهن به حڪومت ۾ ڪانه ملندي. پر ائين درست ڪرايو ڇا ته ڪڏهن ڪنهن انسان جو وهنوار اهڙو ته خراب هوندو آهي جو جيڪر هڪ حيوان کي به نه سونهين؟ پوءِ ائين ٺيڪ ڪونهي ڇا ته قدرت اهڙي جيو کي هيٺين جوڻين ۾ موڪلي جتي هو پنهنجي ڪيل ڪرمن جو ڪيترو لوڙي سگهي ۽ آئينده لاءِ سڌرڻ ۽ اوچي اٿڻ جو سبق سکي؟ پنر جنم جي قانون سان ڪرمن جو قانون بلڪل ڳنڍيل ۽ ڳهاڙيءَ طرح جڙيل آهي. "جيڪي پوکيندا سو لڻندا." ڪرمن جو قرض ته چڪائڻو ئي پوندو. اها ڪيئن ڪرمن جي قرض جي ڳالهه، توهين ڪٿي ڪيڏانهن به وڃو اوهانجي ڳچيءَ ۾ اٽڪيل ئي رهندي.

مثال طور توهين پنهنجي پٽ کي اسڪول ۾ داخل ڪرايو ٿا. هو هر روز اسڪول ۾ حاضر رهي ٿو ۽ ڏاڍي محنت

آهي ته جيڪي گهرندا سو ملندو. اسانجي زندگي اسانجي اڇائن ۽ ڪامنائن انوسار ٺهي گهڙجي ٿي. اسين جيڪا به اڇا ڪريون ٿا قدرت انکي پوري ڪرڻ جو انتظام ڪري ٿي. اسانجو جنم، جنم استان، پريوار ۽ ٻيون حالتون جن ۾ انسان کي جنم وٺڻو پوي ٿو، اُهي سڀ ڳالهيون هميشه ان قانون مطابق ٺهي فيصل ٿين ٿيون. "جهان آسا تهان باسا." جتي اسانجون ڪامنائون آهن اسين اُتي ئي کيـنچجي اچون ٿا. دنيوي پدارٿن ۽ پراڻين جو موهه ۽ پيار ئي اسانکي بار بار هن دنيا ۾ کيـنچي اچي ٿو. اسانجو موهه جيترو گهڻو هوندو ۽ اڇائون جيتريون پربل هونديون اوترو ئي جلد اسين ان چاهيل پدارٿ کي پائيندا سين.

اسانجون اڇائون ضرور پوريون ٿينديون پر اهو ضروري ڪونهي ته اُهي هن جنم ۾ ئي پوريون ٿين. ڇو جو ممڪن آهي ته ڪنهن خاص اڇا جي پورتيءَ لاءِ هاڻوڪيون حالتون موافق ۽ ٺهڪندڙ نه به هجن. انهڪري اسانجي اها اڇا اسانجي اُنتهڪرڻ (من جو اهو سوکيم حصو جو اسانجي اڇائن کي درج ڪندو رهي ٿو) ۾ اُڪريل رهي ٿي ۽ قدرت ان جي پوري ڪرڻ لاءِ ڪوشش جاري رکي ٿي. پر ان جي پورتيءَ لاءِ وقت گهرجي. ان اڇا جي پورتيءَ جو مدار ان تي آهي ته اها اڇا ڪهڙي قسم جي آهي يا ڪيتري پربل يا مٿاڇري آهي. جيڪڏهن اسانجو موجوده شرير ان اڇا کي پوري ڪرڻ لائق نه آهي ته پوءِ اسانکي ٻيو اهڙو شرير ڌارڻو پوندو جنهن ۾ ان اپورڻ اڇا جي بخوبي پورتي ٿي سگهي.

سمجهو ته ڪا نوجوان پرڻيل استري ٻنا اولاد گذاري ٿي وڃي. هن ساري عمر سنتان لاءِ اردائون پئي ڪيون ۽

آهي پوري مرشد کي ڳولي انهيءَ کان ساڻ نا سگهي پنهنجي اصلي گهر ڏانهن وڃڻ . ٽين منزل آهي معرفت يعني روحاني گيان جي پراپتي . چوٿين آهي حقيقت يعني مالڪ سان ملي هڪ ٿي وڃڻ . هاڻي پڇاڙو ته ڪير چاهيندو ته هميشه پهرين منزل تي ئي بيٺو رهي جڏهن هنکي مٿين منزلن جي بخوبي ڄاڻ آهي ۽ اها به خبر اٿس ته روحاني ترقيءَ لاءِ انهن منزلن کي طئه ڪرڻ لازمي آهي .

مسلمان سجڻ سوال ڪيو ته توهانجو به اهو ئي مارگ آهي؟

ان تي حضور مهاراج جن وراڻيو ته سڀئي مهاتمائن جو هميشه کان هڪ ئي مارگ رهيو آهي پوءِ ڀلي هو ڪنهن به ذات، ديش يا ڌرم جا هجن . اهو طريقو هر جڳهه ۽ هر وقت سمان ٿي رهيو آهي . اهو ڪنهن انسان جو بڻايل ڪونهي، جنهن ۾ ڪجهه گهٽائڻ وڌائڻ يا ڦير گهير جي ضرورت پوي . اهو ته مالڪ جو خود بڻايل آهي جو انسان جي رچنا ڪرڻ وقت ئي بڻايو ويو آهي ۽ هر زماني ۽ هر انسان لاءِ يڪسان آهي .

مسلمان سجڻ پڇڻ لڳو ته حضور اوهانجي روحاني ابياس جو مسلماني نالو ڪهڙو آهي؟

"حضور مهاراج جن ٿورو مشڪيا ۽ فرمايائون ." مسلمان فقير ان کي "سلطان ال اذڪار" چوندا آهن ۽ جنهنجي معنيٰ آهي، "سڀني ساڌنائن جو بادشاهه ."

ان کانپوءِ مسلمان سجڻ چوڻ لڳو ته مونکي هندن جي پنر جنم جو اصول پوريءَ ريت سمجهه ۾ ڪونه ٿو اچي .

حضور جن وراڻيو ته مان اهو ٿورن لفظن ۾ توهانکي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪريان ٿو . هن سنسار ۾ اسانجون ايڇائون ئي جنم ۽ پنر جنم جو ڪارڻ آهن . قدرت جو قانون

انهيءَ جو روپ ئي ٿا وڃن.

عاشقن جي سرتاج منصور کي ڇو سوريءَ تي چاڙهيو ويو؟ چاڪاڻ ته الاهي عشق جي آنند ۾ مست ٿي هن اَناالحق جو نعرو هنيو. اسلام جي اوسنا کان اڻ ڄاڻ ۽ شريعت جا پابند لوڪ منصور جهڙي روحاني گتيءَ کي سمجهي ڪين سگهيا ۽ هن منصور جي خلاف ڪفر جي فتوي ڏيئي ڇڏي. پرشيا جهڙي درويش شمس تبريز جي جيئري ئي کل لاٿي وئي چاڪاڻ ته هن هڪ مئل ٻار کي چيو ته الله جي حڪم سان اُٿي کڙو ٿي مگر هو نه اٿيو. تڏهن وري چيائين ته منهنجي حڪم سان اُٿي کڙو ٿي ۽ ٻار اُٿي ويٺو. ڪبير صاحب فرمائين ٿا:-

”ڪرتا ڪري نه ڪر سگهي، سنت ڪري سو هوءِ“

پلٽو صاحب فرمائين ٿا:-

”رام سمپي سنت هٿن وي جو ڪرئن سو هوءِ.
وي جو ڪرئه سو هوءِ حڪم مين اَن ڪي صاحب.
سنت ڪهئن سوئي ڪرئن رام نا ڪرتي باپ.“

پر ڪوتاهه نظر واچڪ گياني الهيءَ حقيقت کي سمجهي نٿو سگهي چاڪاڻ ته هڪڙي اها ٻوجهه ڪانهي ته اهڙيون ۽ روحاني منزلون آهن جتي عقل ۽ ٻڌيءَ جي پهچ ڪونهي.

مسلمان سڄڻ چيو، ”پر شريعت جي نيمن کي به نباهڻ کپي.“

حضور جن وراڻيو، ”بيشڪ، پر سڀني دائري اندر چاڪاڻ ته شريعت کان مٿي دائرو معرفت ۽ حقيقت جو آهي. شاگرد کي هميشه پراڻو ڪتاب پڙهڻ نٿو سونهائي. مهاتمائن روحاني سفر جون چار منزلون ٻڌايون آهن جن مان شريعت پهرين منزل آهي. ٻي منزل طريقت آهي جنهن جو مطلب

پنهنجي ڪتابن ۽ چترائيءَ کي آگ ۾ ساڙي ڇڏيو ۽ پنهنجي من کي مالڪ جي پيار سان مالا مال ڪريو ۽ پنهنجي هردي روپي باغيچي کي هنجي پيار ۽ محبت سان هريو ڀريو بنائي رکو.

سنت مهاتمائون هتي اچي صرف ان مالڪ جي پيار ۽ عشق جا گيت ٿا ڳائين. هو دنيا جي رتين رسمن ۽ ڪرم ڪانڊ يا شريعت ۾ ڪوبه دخل ڪونه ٿا ڏين. هو دنيا ۽ دنيا جي رواجن کي ڪين ڇيڙيندا آهن. جيڪڏهن ڪڏهن وقت ڪا شادي ٿيڻي آهي ته هو چون ٿا ته پنهنجي سماج جي رتين ۽ رسمن موجب يا جيئن لوڪ ڪالڪي وٽي وڃي ڪريو. مطلب ته آهي گهوٽ ڪنوار جو هٿيالو ٻڌڻ سان ٻئي ٻنهي کي وواهڪ جيون ۾ ٻڌڻ سان، پوءِ الڪي جيئن چاهيو ادا ڪريو. موت ڪانپوءِ جي ڪنهن شرير جو سنسڪار ڪرڻو آهي ته سنت چوندا آهن چاهي آگ جي سپرد ڪريو چاهي دفنايو. ٻار پيدا ٿئي ته ٻاي پنهنجي رتين رسمن موجب ڪن جو نالو وغيره رکو ڇاڪاڻ ته نرمل پرمارٿ جو انهن شريعت جي ڳالهين سان ڪوبه تعلق ڪونهي. مالڪ جي دربار ۾ ته صرف پريم ۽ پوڄا جو قدر آهي.

سنت انهيءَ وقت پيدا ٿئي ٿو جڏهن واچڪ گيالي پنهنجي عقل ۽ ٻڌيءَ کي پريم جي دائري ۾ زبردستي آڻي ٿو. شريعت جو مقصد صرف اهو آهي ته انسان سماج ۾ نيم ۽ شانتيءَ سان رهي پر شريعت جا پابند اهو محسوس ٿا ڪن ته گورمکن جو پرماتما سان پريم ۽ پرماتما جو گورمکن سان پريم لامحدود ٿيندو آهي ۽ انهيءَ کي ڪڏهن به قانوني سيمتن يا محدود ڪري نٿو سگهجي. مالڪ جا پيارا هتي جي قانون کان گهڻو مٿي ٿا وڃن ڇاڪاڻ هو ته پريم ۾ ملني

گرم ونئي هاري وئي. جڏهن هڪ مسلمان درويش ميان مير، گورو صاحبن سان بنديخاني ۾ ملڻ ويو ته مالڪ جي پياري گورو ارجن ديو تي هي ظلم ۽ ستم ٿيندا ڏسي برداشت ڪري ڪو نه سگهيو. هن گورو ارجن ديو مهاراج جن کي عرض ڪيو ته جيڪڏهن توهين اجازت ڏيو ته مان هنن سڀني ظالمن کي مٽيءَ ۾ ملائي ڇڏيان ۽ ان سان گڏ ساري لاهور علائقي جو نام نشان مٽائي ڇڏيان.

گورو ارجن ديو جن مشڪي فرمايو، "پيارا ڀاءُ! ڀلا ان مونکي هن ڳالهه جو جواب ڏي ته هي جيڪي ڪجهه ٿي رهيو آهي اهو منهنجي مٺڙي مالڪ جي موج ۽ مرضيءَ خلاف ٿي رهيو آهي ڇا؟ جيڪڏهن نه، ته پوءِ هنجي حڪم ۽ رضا موجب جيڪي ورتجي رهيو آهي ان ۾ مان بالڪل خوش آهيان، "تيرا ڀاڻا ميٺا لاڳي.""

رائزادي همراج چيو ته هن دنيا سنتن مهاتمائن تي ڏاڍا ظلم ڪيا آهن، وڏا وڌايا آهن.

پنڊت تاڪرداس چوڻ لڳو ته اها ڪيڏي نه بي وجهي ڇٽي جو هڪ انسان تي محض ان ڪري ظلم ڪيو وڃي ته چاڪاڻ جو هو مالڪ جي پوڄا ۽ پرستش ان طريقي سان نٿو ڪري جنهن سان ٻيا ڪن ٿا.

مسلمان سڄڻ پڇڻ لڳو ته حضور ائين ڀلا ڇو ٿو ٿئي؟ حضور جن فرمايو، "عقل ۽ عشق جون راهون ئي نراليون ٿينديون آهن. پريم قانون ۽ قاعدي کي ڪو نه ڄاڻي ۽ عقل ٻڌيءَ وٽ پيار جو ڪهڙو قدر؟ عقل ٻڌي ۽ قانون هن دنيا جي ڪمن ڪارين جي سرانجامي ڪرڻ لاءِ آهن پر پرماتما جي ڌام ۾ پريم روپي پکن جي سهاري پهچي سگهبو. "صد ڪتاب و صد ورق در نار ڪن،......" يعني

مرڪي دل و جان سان پيار ڪندا هئا.

مون ونئين کي چڪي ٻاهر ڪڍيو ته ڏٺم ته صرف پاءُ اڌ ڀري وسامي ويئون هيون. اهو ڪيئن ٿيو؟ ان جو پتو اڄ تائين ڪونه پيو آهي. انهن ونئين ۾ ڪابه خرابي ڪانه هئي ڇاڪاڻ ته جڏهن اهو پيرو انهن کي ڪم ۾ آندو ويو ته برابر ڪم ڏنائون.

مسلمان سيٺ چوڻ لڳو ته ها، ان مان ظاهر آهي خدا ڪڏهن ته اسانجون پرارٿنائون اگهائي ٿو. پر اها خبر ڪانهي ته انهن کي منظور ڪرڻ لاءِ هن پاڻ وٽ ڪهڙي ڪسوٽي رکي آهي.

حضور مهاراج جن مشڪيا ۽ فرمايائون ته اسانجون هي اکيون ته صرف موجوده ڳالهين کي ئي ڏسي سگهن ٿيون پر پرماتما سرو شڪتيوان ۽ سرو گياتا آهي. اسانکي هنجي حڪم ۾ رهڻ گهرجي ۽ جيڪي ڪي هو اسانکي ڏئي سو اکين تي رکڻ گهرجي. اسانکي هن جي رضا کي بدلائڻ جو خيال سپني ۾ به نه اچڻ کپي.

انهن لاءِ مسلمان سيٺ چيو ته بصري جي درويش بي بي رابع بصريءَ جي ڳالهه ڪندا آهن ته هن پنهنجي بيماريءَ کي دور ڪرڻ لاءِ ڪوبه جتن ڪونه ڪيو ۽ نڪو پنهنجي مفلسيءَ کي مٽائڻ لاءِ ڪوشش ورتي. هن اها مفلسي ۽ اهي بيماريون مالڪ جون موڪليل سوغاتون سمجهي سويڪار ڪيون.

حضور مهاراج جن ان ڳالهه کي جاري رکندي فرمايو ته گورو ارجن ديو پنجين پاتشاهيءَ کي لاهور جي گورنر، جهانگير بادشاهه جي حڪم موجب ڏاڍيون سختيون ۽ عذاب ڏنا. هنکي تتن لوهن تي وهاريو ويو ۽ سندس شرير مٿان

۽ ڏنم وسفوت (بلاسٽنگ) بلڪل صحيح نموني ۾ ٿي چڪي هئي. ان ڪانپور ۾ مون کي ڪمدڙن کي چيو ته هاڻي هلو ته باقي ٻن رهيل سرنگهن مٿان سليپر جمائي رکون. منهنجي اوورسيئر چيو ته سائين! اسان ته انهن جي وٽين کي ٻاهر ڏئي ڇڏي آهي.

" ٻاهر ڏئي ڇڏي اٿو؟ مالڪ بچاء! پر انهن تي ته اڃا سليپر ۾ ڪين رکيل هئا. تو ته سڄو ڪم چوپٽ ڪري ڇڏيو،" مون چيو.

ان وقت ته هڪ پل ۾ ضايع ڪرڻو هو. مان، جن ٻنهي سرنگهن ۾ ٻاهر لڳائي وڌي هئي اوڏانهن وٺي ڊوڙيس ته جيئن سگهي ته ٻرندڙ وٽين کي ٻاهر ڪڍي ڦٽو ڪريان. رستي ۾ منهنجي هڪ انگريز زبردست مونکي ٻنهي ٻانهن مان ڪٽي پڪڙيو ۽ چوڻ لڳو ته مان توهانکي ٽڪرا ٽڪرا ٿيندو ڏسي ڪين سگهندس. ان وقت مون چيو، "فرئنس، مون کي ڇڏ ته مان وڃان،" پر هن ڪين مڃيو.

اوڏي مهل منهنجي دل مان بي اختيار هڪ پرارٿنا نڪتي. ڪجهه وقت اڳ مونکي بابا جي مهاراج جن نام دان بخشيو هو ۽ ان مهل مون نهايت عاجزيء ۽ بيوسيء سان کين ياد ڪيو. وسفوت ڪارڻ منهنجي شرير جو ڪهڙو ۾ حال ٿئي ها، انجي مونکي ڪک برابر جي چنتا ڪانه هئي مگر اهو ئي خيال ستائي رهيو هو ته انگريز آفيسر اسان هندستانين لاء ڇا سوچيندا جنکي هتي هيڏو اهميت ڏنو هو ۽ هيڏي جوابداريء وارو ڪم سونپيو هو. انڪري مان وسفوت واري هنڌ ڊوڙي ويس باقي ٻيا سڀ ڊپ جا ماريا حيران بيٺا رهيا. هنکي منهنجي سلامتيء جي ڏاڍي چنتا هئي جو منهنجا سائين، ڪم ڪندڙ ۽ منهنجا زبردست

وائي . آخر ۾ مهنجي سڀ کان بالا آفيسر مونلڊائهن مخاطب
ٿي چيو، ”لوهاڻڪي به هن مشڪل مسئلي کي حل ڪرڻ
لاءِ ڪو به اُپاءُ يا رٿ ڪانه ٿي سجهي؟“ مون ڪيس چيو،
”هيئر مونکي هڪ رٿ اڙي آئي آهي؛ جيڪڏهن اوهين
مونکي ٻه چار سؤ ڪاٽ جا سليپر خريد ڪرڻ جي اجازت
ڏيندا ته مان انهن کي پورو ڪري سگهندس؛ هن چيو ته
جيترا به سليپر چاهيو، خريد ڪريو. هي سڀ ڪم پوري
طرح اوهان لئي ڇڏيون ٿا؛ جيڪڏهن اوهين هن ڏکئي
مسئلي کي حل ٿا ڪريو ته اسانکي ڏاڍي خوشي ٿيندي.“
انهن چئي سڀ روانا ٿي ويا.

ٻهاڙ جي مٿان ٻه ٽي لک سليپرن جا رکي مون وري ٻه بارود سان ٻهاڙ کي اڏائڻ شروع ڪيو. مهنجي اها تجويز ڪامياب رهي؛ ڪم جو لڪڙو اُڪلاءُ ٿيندو رهيو. شروع ۾ سارو ڪم پنهنجي نگهباني ۾ هيٺ ڪرائيندو هوس؛ پنهنجن زاردستن تي ڪم ڇڏي ڏاڻ جي همت ٿي ڪري ٿيندي هئي. باقي وڏن دڪانن وٽ پهچڻ لائين مهنجا زاردست ۽ مزور ان ڪم ۾ اهڙا هوشيار ۽ پروان ٿي ويا هئا جو مون کي انهن تي پورو ڀروسو ٿي ويو. هڪ ڏينهن صبح جو جڏهن دورل؛ انگريزن جي سڀ کان وڏي دڪان جي وچ ۾ ڪم هلي رهيو هو ته نوڪر مهنجي لاءِ ڪير ڪٽي آيو. انهيءَ ڏينهن صبح جو روزمره کان سوال مان ڪم تي هليو آيو هوس؛ ليرن ليار ڪرڻ تي سگهي هئي انڪري نوڪر کي چئي آيو هوس ته جتي ڪم پيو هلي اُتي ٿي ڪير ڪٽي اچج. مون پنهنجن ماڻهن کي ٻهرين جمائي رکيل بارود جي وٽين کي آگ لڳائڻ لاءِ چيو؛ مان ٽوري ڏهر انسان لڪري آيس ته پاسيرو ٿي ڪير پي وٺان. مان ڪير پي مونيس

جو انچارج ايس- ڊي- او هو سو. مري ٻهاڙ هڪ اهميت
ڀريو شهر هو ۽ سرڪار اُتي پاڻي پهچائڻ لاءِ هڪ وڏي
رقم ٻڌائي، جنهن ۾ ڪافي پرڀان پائيپ لائين اَڳتي هئي ۽
وچ ۾ ٻهاڙن کي ٽاڪڻو هو. اهو ڪم مونکي سپرد ڪيو ويو.

هڪ مهني ڪم ڪرڻ سان اهو اندازو ٿيو ته جيڪڏهن
ٻهاڙ کي ڇيٽين ۽ ڪدين اوزارن سان ٽاڪبو ته تمام گهڻو وقت
لڳي ويندو ۽ سرڪار جيڪا رقم منظور ڪئي هئي ۽ وقت
مقرر ڪيو هو، ان ۾ ان ڪم جي سرانجامي ٿي نه سگهندي.
سڄي مهني ۾ اسان صرف ٢ فرلانگ ٿي وڏي سگهياسين
۽ سرڪاري منظور شده رقم جو چوٿون حصو خرچ ٿي ويو.
مون بالا آفيسرن جي ڌيان تي اها ڳالهه آندي ۽ ان ڪم کي
بارود جي سرنگهين ذريعي پوري ڪرڻ جي اجازت
گهري. اها اجازت ملي ۽ ڪم ۾ چڱو واڌارو ڏسڻ ۾ اچڻ
لڳو. جڏهن اسين مري شهر جي ڪئپيٽل ايراضيءَ کان هڪ
ميل پري هئاسين ته اهو رستو شهر جي ان حصي مان لنگهيو
ٿي جتي انگريزن جا بنگلا هئا ۽ اسانجي پائيپ لائين ان
رستي جي هيٺان ٿي وڃڻي هئي جتي گهڻو ڪري انگريزن
جا دڪان هئا ۽ هڪ وڏي ديول هئي. دڪاندارن ۽
پادرين سرڪار کي نوٽيس ڏنو ته بارود جي وسفوٽ سبب
جيڪڏهن اسانجو ڪو به مالي نقصان ٿيو، دڪانن جا شيشا
وغيره ڀڳا ته سرڪار کي نقصان ڀري ڏيڻو پوندو.

تنهڪري اسان ٻهاڙ کي وري ڇيٽين سان ٽاڪڻ شروع
ڪيو پر اُتي زمين اهڙي ته سخت نڪتي جو خرچ ڏهوڻو
ٿي آيو. سرڪار لاءِ مشڪل مسئلو ٿي پيو. بالا آفيسرن جي
هڪ ميٽنگ سڏائي وئي پر اُتي به ان پيچيدي سوال جو
ڪو حل نڪري نه سگهيو. سمورو ڏينهن ۽ دماغ ڀچي بيڪار

نه گهرجي ؟"

حضور جن وراڻيو، "نه ! پرارٿنا جا ڏاڍا فائدا آهن پرارٿنا ماڻهوءَ کي نهٺو ۽ نماڻو بڻائي ٿي، هنجو گهمنڊ اهنڪار دور ڪري ٿي. پنهنجي بيوسي ۽ عاجزي مالڪ اڳيان ظاهر ڪرڻ سان، منش کي ڀڳتي، پوترتا ۽ نيڪي حاصل ٿين ٿيون. اسانجو سارو جيون پرارٿنا ميه هئڻ کپي پرارٿنا اسانجو هردو شد ۽ پوتر ڪري ٿي."

مسلمان سڄڻ عرض ڪيو ته حضور! مهرباني ڪري اسانکي هڪ سٺي پرارٿنا ڪرڻ جو نمونو ٻڌايو.

جواب ۾ حضور جن فرمايو ته مان جيڪر هيئن پرارٿنا ڪريان :-

"اي منهنجا مالڪ! مان بلڪل نادان آهيان. مونکي خبر ٿي ڪانهي ته توکان ڇا گهران. جيڪي مون لاءِ بهتر سمجهين اهو ٿي مونکي ڏي. مونکي اِهِ ٻڌي بخش ته جيڪي ڪجهه تون منهنجي بهتري ۽ ڀلائيءَ لاءِ ڏين اسا جتي ۽ جنهن حال ۾ رکين، ان ۾ راضي رهان. مون ۾ اڏڪر ڪو ڪڻ آهي نه ڀڳتي آهي. منهنجا ڪرتوت ڪڏا ۽ گناهن سان ڀرپور آهن. مون ۾ ڪابه چڱائي ڪانهي، من مونکي پوريءَ ريت پائمال ڪري ڇڏيو آهي. اي منهنجا مالڪ! مون جهڙي گنهگار لاءِ، سواءِ تنهنجي پوتر چرڻن جي ٻيو ڪهڙو اُجهو ۽ آسرو آهي. اي مالڪ مون تي رحم ڪر، مون کي پنهنجي شرڻ بخش. مونکي ٻيو ڪجهه ڪين گهرجي. مونکي پنهنجو داس بڻاءِ جيئن مان تنهنجو ٻڌيو رهان ۽ تون منهنجو ٻڌيو رهين."

مسلمان سڄڻ چيو، "نهايت اعليٰ ! !"

تنهن ڪانپوءِ حضور مهاراج جن ڪبير صاحب ۽ ڏني جانت

رانڙادو چئي ويو، ”پرارٿنا جو هي پهلو اسان لاءِ ته بلڪل نئون آهي.“

حضور جن فرمايو، ”دنيوي ماڻهو ته ڏاڍيون عجيب غريب پرارٿنائون ڪندا آهن. ڪجهه ڏينهن اڳ مونکي هڪ ودياٿي ستسنگيءَ جي چٺي ملي، جنهن ۾ هن پنهنجي پالتو ٻليءَ لاءِ پرارٿنا ڪرڻ لاءِ عرض ڪيو هو جا بيمار هئي ۽ ڪيترن ڏينهن کان ڪجهه ڪونه کاڌو هئائين. هاڻي اهو عرض ڪنهن ٻالي ڀولي ڇوڪري يا ڪنهن سادي سودي ڳوٺاڻي ڪين ڪيو هو مگر هڪ پڙهيل لکيل ۽ سڀيه يورپين سڄڻ. ماڻهو پنهنجي ڳائين، گهوڙن، پاليل ڪتن ٻلين ۽ نوڪرن جي لاءِ پرارٿنا ڪرڻ لاءِ چوندا آهن. ان مان ڇا ٿو ظاهر ٿئي؟ هنن کي خبر آهي، گهٽ ۾ گهٽ سيني ستسنگين کي خبر آهي ته سڀ دک تڪليفون بيماريون جيو جي اڳين ڪيل ڪرمن جو نتيجو آهن ۽ اهو ڪرمن جو قرض ضرور چڪائڻو پوي ٿو. ڪال ته پنهنجو حساب پائي پائي چڪائي وٺي ٿو ۽ جيڪڏهن هو واسطيدار جيو کان نٿو وصول ڪري سگهي ته پوءِ هنجي ڪرمن جي بوجهه کڻندڙ هنجي ستگوروءَ کان چڪائي وٺي ٿو. ستسنگي هن ڳالهه کان بخوبي واقف آهن. پوءِ به هو چاهين ٿا ته ڀلي سندن ستگوروءَ کي دک ۽ تڪليف سهڻي پوي پر سندن ڪتا ۽ ٻليون بچي پون.

ان جو اهو مطلب ڪونهي ڇا ته هو پنهنجن ڪتن کي پنهنجي ستگوروءَ کان وڌيڪ پيار ڪن ٿا ۽ پوءِ به هو اها دعويٰ ڪن ٿا ته هو ستگوروءَ کي ڪل مالڪ پرماتما سمجهن ٿا.

پنڊت ٺاڪرداس پڇيو، ”پوءِ ته پرارٿنا ڪرڻ نٿي

جي رضا ۾ راضي رهندا آهن.

ان مسلمان سڄڻ وري چيو ته پرارٿنا ڪرڻ ۾ ڪهڙو هرج آهي؟

حضور جن وراڻيو، "اهل رضا وارا فقير چون ٿا ته جڏهن پرماتما هن ساري سرشٽيءَ جو چرخو هلائي رهيو آهي ۽ جو سرو گياتا آهي ته پوءِ هنکي واءِ يا رت ڏيڻ يا پرارٿنا ڪرڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي؟

ڀلا هو اسانجي ڪابه اهڙي رت يا صلاح مڃيندو ڇا جا هنجي نظر ۾ غلط ۽ هاڃيڪارڪ آهي؟ يا اسانکي اهو ڄڃائي ته ڪيس چئون ته هيئن ڪر ۽ هيئن نه ڪر.

ان تي پروفيسر ڄڳموهنلال چيو ته جي گهرائيءَ سان ڏٺو وڃي ته ڪنهن به شيءِ لاءِ پرارٿنا ڪرڻ ڏيکاري ٿو ته اسان جو پرماتما جي نيڪي ۽ سياڻپ ۾ وشواس ڪونهي.

رائزادي هنسراج انهيءَ ڳالهه جي تائيد ڪندي چيو ته در اصل اسين پرماتما کي پرارٿنا انهيءَ ئي خيال سان ڪريون ٿا ته هو ڪا غلطي ڪري رهيو آهي ۽ اسين ڪيس ان جي نتيجن کان اڳواٽ آگاهه ڪريون.

تنهن تي پنڊت ٺاڪردت چيو ته پرارٿنائون ته ويدن ۾ به ڏنل آهن.

حضور جن فرمايو، "پرارٿنا صرف پرماتما جي ديا مهر ۽ پنهنجي پاپن کي بخشائڻ لاءِ هئڻ کپي. پرماتما کان دنيا ۽ دولت چيزون ڇو گهرجن؟ مولانا روم صاحب فرمائين ٿا، "خدا کان خدا گهر ۽ سنساري پدارٿن جي چنتا سان پنهنجي دل جو آئينو سياه نه ڪر. گورو نانڪ صاحب جن فرمائين ٿا:-

'نام ٻاجهون منگڻا سر دکان دي دکـ،'

دوستن سان ڪيترائي دفعا درشن ڪرڻ ايندو هو. انهن موقعن تي ڏاڍيون وڻندڙ ۽ سکياداءڪ ڳالهيون ٿينديون هيون. هڪ ڀيري هڪ مسلمان ڪٽنب حضور جن وٽ آيو، جنهن ۾ ٻه ٻارڙي واريون زالون پڻ هيون. انهن سان ٿيل وارتالاپ جو ڪجهه حصو هيٺ ڏجي ٿو.

انهن ٻنهي زالن مان هڪڙيءَ حضور جن کي عرض ڪيو ته مالڪ کي پرارٿنا ڪريو ته منهنجي من جي مراد پوري ٿئي. پوءِ خبر پيئي ته هنجو پتي پنجاب سرڪار ۾ وزارتيءَ لاءِ اميدوار هو ۽ جلد ئي وزارن جا نالا ظاهر ٿيڻا هئا. حضور جن فرمايو ته مون اڄ تائين ڪنهن به شيءِ لاءِ پرارٿنا ڪانه ڪئي آهي. اهو ٻڌي سڀيئي دنگ رهجي ويا.

رائزادو هنسراج چوڻ لڳو ته حضور! اهو وري ڪيئن؟ پرارٿنا ڪرڻ جي ته هر مذهب ۾ اجازت آهي.

حضور جن ٻڌائڻ لڳا، ”سڀ ڪجهه مالڪ جي موج تي ڇڏي ڏيڻ، ننڍي وڏي ڳالهه لئي جهولي پسارڻ کان بهتر ڪيڏي! هرڪان گهرڻ جي عيوض، جيڪي به هو ٻخشي سڀاڻپ سان اسان لاءِ مناسب سمجهي اسانکي ڏئي ان تي صبر ۽ سنتوش ڌارڻ ڪري هنجي رضا تي راضي رهجي اهو وڌيڪ چڱو ڪونهي؟

هڪ مسلمان سڄڻ چوڻ لڳو ته پرارٿنا ته هر ڪو شخص ڪندو آهي.

حضور جن وراڻيو ته مسلمانن ۾ فقيرن جا ٻه قسم ٿيندا آهن. هڪڙا اهل دعا جن جو پرارٿنا يا دعا گهرڻ ۾ وشواس آهي، ٻيا ٿيندا آهن اهل رضا جي پاڻکي مالڪ جي رضا يا موج تي ڇڏي ڏيندا آهن. اهي ڪنهن به چيز لاءِ ارداس ڪرڻ ڪيندا آهن بلڪ پاڻکي مالڪ جي ٻانهي ۾ رکندا آهن، هن

حضور جن وري ڪين چيو، "توهان ته ٿڪو پيو هوندئو، وڃي ٿورو آرام ڪريو. توهان ڪٿي رهندا آن؟ مون سان ڀلا پروفيسر سان! مونکي خبر آهي ته توهان پروفيسر سان ٿي گڏ رهڻ پسند ڪندا آن." پوءِ حضور جن نوڪر کي چيو ته سندن سامان 'ڪوزي نڪ' واري بنگلي ۾ وڃي رکي جتي اسين ٻئي رهيل هئاسين.

جڏهن هو ويا ته وري پروفيسر ڳالهه جو سلسلو جاري رکندي چيو ته حضور! توهان پنهنجي جانشين جي باري ۾ جيڪي ڪجهه ٻڌايو ان لاءِ مان توهانجو ڏاڍو شڪر گذار آهيان. اسانکي انڪري ڏاڍي تسلي ٿي آهي. جيڪو توهانجو جانشين ٿيندو سو عمر ۾ ايڏو ته ننڍو آهي جو اسان کي وشواس آهي ته اڃا ڪافي سال تائين اسانکي توهانجي موجودگي، درشن ۽ دعا مهر جو لاڀ ملندو رهندو.

حضور جن مرڪندي فرمايو ته انهي ڀروسي ۾ نه رهجو. انتظار ڪريو ۽ ڏسو ته ڇا ٿو ٿئي. ائين چئي چپ چاپ پنهنجي ڪمري ۾ هليا ويا.

هاڻي ڀلهانوسيءَ ۾ پنهنجي موڪلن جي ڪهاڻي وري تي شروع ڪريان. اسانجا اهي ڏينهن ڏاڍا موج ۽ مزي ۾ گذري رهيا هئا. اسين سمجهي ويٺا هئاسين ته حضور جن هتي آرام ۽ فرحت لاءِ آيا هئا پر ائين ڪونه هو. هتي به ڪين فرصت ٿي ڪونه هئي. هر روز ڪيترائي ماڻهو سندن درشن ڪرڻ ۽ ساڻن گڏجڻ ايندا هئا. مشهور "امرت ڌارا" جو مالڪ پنڊت ٺاڪردت شرما، جنهنکي به ڀلهانوسيءَ ۾ پنهنجو بنگلو هو، هر روز حضور جن وٽ ايندو هو. رائزادو هنسراج جالندر جو بئرسٽر ۽ وائسراءِ جي ڪائونسل جو ميمبر جنهنکي به ڀلهانوسيءَ ۾ پنهنجو بنگلو هو، سو به پنهنجن

تو؟"

حضور جن وراڻيو، "وقت ايندو جو توهين ڏسندا ته چالاڪ ۽ خود مطلبي لوڪ ڪهڙي حد تائين وڃي سگهن ٿا. پر ان جو فڪر نه ڪريو."

تنهن تي مون حضور جن جي چرنن ۾ وينتي ڪئي ته اسانبا سمرت ستگورو! اسانکي پنهنجو اترو ته پيار ۽ صدق بخشو جو اسين ڪڏهن به گمراه نه ٿي وڃون. ستگوروءَ جي چرنن ۾ اسانجي پريت ۽ پرتيت دائما پڪي ۽ پختي رهي.

حضور جن وراڻيو، "منهنجو جانشين مولڪان ڏهوڻي طاقت ۽ ديا مهر کڻي ايندو. سنگت ۽ ڏاڍو خوب ترقي ڪندو، توهانجو پريم ۽ وشواس وڌندو ويندو ۽ توهان کي پاڻ وٽ ڏاڍي ديا مهر ۽ سنمان ملندو." اتري ۾ حضور جن جا پوٽا سردار چرنسنگهه جن هٿ ۾ ننڍو سوٽ ڪيس کڻي اچي اتان لنگهيا. انهن لڳو جڻ ته حضور جن پاڻ کي روڪي ڪين سگهيا ۽ هڪل ڏاڍي چيائون ته ڏسو هو اچي رهيو آهي.

هن حضور جن جي چرنن ۾ اچي سر نوايو ۽ ستگورن ڏاڍي پيار ۽ پاٻوهه سان پنهنجا پوتر ڪر ڪمل کڻي سندن مٿي تي رکيا.

حضور جن کانئس پڇيو ته تنهنجي ڪاليج جون موڪلون ته پندرهن ڏينهن اڳ ئي ويون آهن، پوءِ ڏهن ڏينهن کان اترا ڏينهن ڪٿي هئين؟

سردار چرنسنگهه جن هڪل نمرتا ۽ نهٺائيءَ سان جواب ڏنو، حضور مان ڪجهه ڏينهن لاءِ سرسي ويو هوس."

حضور جن کانئس پڇيو، "اُتي ته سڀ خوش باش هئا؟"

پاڻ جواب ڏنائون ته ها حضور! سڀ خوش باش هئا.

ٿو؟”

حضور جن وراڻيو، ”وقت ايندو جو توهين ڏسندا ته چالاڪ ۽ خود مطلبي لوڪ ڪهڙي حد تائين وڃي سگهن ٿا. پر ان جو فڪر نه ڪريو.”

تنهن تي مون حضور جن جي چرڻن ۾ وينتي ڪئي ته اساڻا سمرٿ ستگورو! اسان کي پنهنجو اترو ته پيار ۽ صدق بخشو جو اسين ڪڏهن به گمراه نه ٿي وڃون. ستگوروءَ جي چرڻن ۾ اسانجي پرات ۽ پريت دائما پڪي ۽ پختي رهي.

حضور جن وراڻيو، ”منهنجو جانشين مون کان ڏهوڻي طاقت ۽ دَيا مهر کڻي ايندو. ستسنگ ۽ ڏاڍو خوب ترقي ڪندو، توهانجو پريم ۽ وشواس وڌندو ويندو ۽ توهان کي پاڻ وٽ ڏاڍي دَيا مهر ۽ سنمان ملندو.” ايتري ۾ حضور جن جا پيارا سردار چرنسنگھ جن هٿ ۾ ننڍو سوٽ ڪيس کڻي اچي اُتان لنگهيا. ائين لڳو جڻ ته حضور جن پاڻ کي روڪي ڪين سگهيا ۽ هڪل ڏئي چيائون ته ڏسو ڪو اچي رهيو آهي.

هن حضور جن جي چرڻن ۾ اچي سر نوايو ۽ ستگورن ڏاڍي پيار ۽ پاٻوهه سان پنهنجا ٻئي ڪر ڪمل کڻي سندن مٿي تي رکيا.

حضور جن کانئس پڇيو ته تنهنجي ڪاليج جون موڪلون ته پندرهن ڏينهن اڳ ئي وريون آهن، پوءِ تون ايترا ڏينهن ڪٿي هئين؟

سردار چرنسنگھ جن هڪل نمرتا ۽ نهٺائيءَ سان جواب ڏنو، حضور مان ڪجهه ڏينهن لاءِ سرسي ويو هوس.”

حضور جن کانئس پڇيو، ”اُتي ته سڀ خوش باش هئا؟”
پاڻ جواب ڏنائون ته ها حضور! سڀ خوش باش هئا.



حضور مهاراج چرن سنگهه جي

جو مالڪ آهي.“

اسان وري پرارٿنا ڪئي، ”حضور! اسين توهان کان سواءِ هن دنيا ۾ هڪ پل به رهڻ نٿا چاهيون، سچي پاتشاهه! توهان بنا هيءَ زندگي موت کان به بدتر ٿي پوندي.“

حضور جن فرمايو، ”مان هميشه توهان سان انگ سنگ رهندس. مان اهو واعدو ٿو ڪريان.“ اهڙي ريت ستگورن وري به اسانکي پنهنجي سياڻپ سان ٻارن وانگر چپ ڪرائي ڇڏي. برابر هو اسان سان هميشه انگ سنگ رهن ٿا پر اسين نه ساڻن گڏ ڪونه ٿا رهون؟ اسان نه ڪڏهن اهو سودو ڪونه ڪيو هو. وارتالاپ کي جاري رکندي پروفيسر صاحب چيو ته حضور چگو! ڀلا توهين ڪرپا ڪري ٻڌائيندا ته اسانکي ڪنهنجي هٿن ۾ سونپي ويندا؟ توهان جو جانشين ڪير ٿيندو؟

داتا جن وراڻيو، ”اهو به هينئر ظاهر ڪري نٿو سگهجي. سمي پائي سڀ ڪجهه معلوم ٿي ويندو. هڪ سيوادارڻ، جا ٿورو وقت اڳ اسان سان گڏ اچي وسي هئي، انکي حضور جن پاڻي گلاس آڻڻ لاءِ چيو. پوءِ اسان اها ڳالهه سمجهي ته ان سيوادارڻ کي دور رکڻ لاءِ ئي کيس پاڻي آڻڻ لاءِ چيو ويو هو. جڏهن اها سيوادارڻ وئي تڏهن پروفيسر صاحب وري حضور جن کي پنهنجي جانشين جو نالو ظاهر ڪرڻ لاءِ زور آندو. پر حضور جن صاف انڪار ڪندي فرمايو ته توهين اها ڳالهه گپت رکي ڪونه سگهندا. وڌيڪ فرمايائون ته اهڙا به ماڻهو پيا آهن جي هينئر کان ئي وني هنجي خلاف سازشون سٽيندا.

پروفيسر پڇيو، ”حضور! ڇا اهي ستسنگي آهن؟ ڪوبه ستسنگي سنگت، وءِ جي حڪم خلاف سازش ڪري سگهي

اسين هڪ ٽڪي تي سڌن چرڻ ۾ ويٺا هئاسين. مون هڪ ڀيرو وانگر بلڪل سرلتا سان چيو، "مهنجا مالڪ! اسين ڇا ٻه ڪٿي گهرون پر توهين وچن ڏيو ته اهو منظور ڪندا؟"

حضور جن کلي ڏنو ۽ فرمائڻ لڳا، "مان نه پيغمبر ڪو نه آهيان جو ٻيا ڄاڻڻ جي توهانجي اڇا پوري ڪري سگهان؟"
"سچي پاتشاه! پيغمبر نه ڇا، پاڪ توهين پيغمبرن کي لاهڻ وارا آهيو،" مون چيو.

آخري ۾ پروفيسر چئي ويو، حضور! اسين نه اهو ٿي ٿا گهرون ته اسين توهان کان اڳ ۾ ئي هتان هليا وڃون. شايد ان ڳالهه جي چوڻ جي ضرورت ڪانهي ته حضور مهاراج جن جي روبرو اسين هر دم هميشه ئي رهندا هئاسين ۽ ڪڏهن نه جيڪي چوڻ چاهيندا هئاسين سو به ٻاجهي وٺندا هئاسين.
"ها! توهين جڏهن به چاهيو اڏهن وڃي سگهو ٿا پر مهنجو ارادو سيپٽمبر جي آخر تائين هتي رهڻ جو آهي،" حضور جن فرمايو.

نه چاهيندي به اسان کان کل نڪري ويئي. حضور مهاراج جن پڻ کلي ڏنو ۽ هيسجي ڪالهه اهو ظاهر ٿي ڪيو ته هو پڻ اسانجو اصلي مطلب سمجهي ويا هئا.

مون چيو، "حضور اسانجو مطلب ڊلهوزي سان ڪونهي بلڪ هن دنيا مان ڪوچ ڪرڻ جو آهي. لنهڪري اهڙو موج بخشيو جو هن دنيا مان اسين توهان کان اڳ روانا ٿيون."

حضور جن اُتر ڏنو، "نه! توهانکي تڪڙي جيئڻ جي ڪامنا رکڻ کپي نه مرڻ جي اڇا. توهانکي ته سڀ ڪجهه ان سرجڻهار جي هٿن ۾ سونپي ڇڏڻ کپي جو زندگي ۽ موت

حضور جن جي ان جواب ڪري ڇڏيو ته اسان جي مٿان ڄڻ ڄڻ ڪا بجلي اچي ڪڙڪي ۽ اسين سڀ گهڙي ٻه چِرندا ۽ وڪوڙجي ويا سين. پروفيسر گوڙها روڪي ڪين سگهيو. هن ڪانئن پر ئي ڳالهه ساڻ پڇيو، "مهنجا مالڪ! اوهين اسانکي ڪنهن سهاري تي ڇڏي وڃو ٿا؟"

"ڇو! مان ڪيڏانهن ٿو وڃان؟" حضور جن پڇيو.

پروفيسر عرض ڪيو، "حضور! اوهان ٿي ته هينئر فرمايو ته مان تيار بر تيار آهيان."

حضور جن وري فرمايو، "ها! مان ته تيار بر تيار آهيان." تڏهن اسانجي سمجهه ۾ آيو ته حضور جن تيار بر تيار جو جيڪو ارٿ لڳائي رهيا آهن جو نهنگ خالص جي ٻوليءَ موجب آهي ته مان بلڪل تيار ۽ تندرست آهيان. ان ڪانپوءِ هو بلڪل جلد پاڻ ڪٽڻ لڳا ۽ ڇو تين ڏينهن پنهنجي بنگلي اڳيان چبوتري تي ٿوري دير لاءِ آس ۾ اچي ويٺا.

ٿورن ڏينهن بعد هڪ ڏينهن جڏهن حضور جن بنگلي اڳيان باغ ۾ آرام ڪرسيءَ تي ويٺا هئا، ته مون ۽ پروفيسر صاحب اڪيلائيءَ جو موقعو ڏسي سوچيو ته ڇو ڪين جا ڳالهه مدت کان اسانجي من ۾ آهي ان بابت حضور جن جي چرنن ۾ عرض ڪريون. اجهو هن ريت پروفيسر صاحب وارتالاپ شروع ڪيو:-

"مهاراج جي! اوهين دين دنيا جا والي آهيو. اسانکي به ڪو ورڊان ڏيڻ جي ڪرپا ڪريو؟"

حضور جن اڃا فرمائڻ وارا ئي هئا ته ها گهڙو مگر اچانڪ روڪجي ويا ئون، "اوهانکي ڇا گهرجي؟"

اسين ٿوري دير خاموش رهيا سين. حضور جن مرڪندي فرمايو، "ها، ها، ٻڌايو ته سهي ته اوهان کي ڪهڙي چاهه؟"

اسين هڪ لڏي ۾ سڌن چرڻن ۾ وينا هئاسين. مون هڪ ٻار وانگر ٻاڪل سرلتا سان چيو، "مهمبا ٻالڪ! اسين ڇا به ڪٽي گهرون ٻر توهين وٽن ڏنار ته اهو منظور ڪندا."

حضور جن کلي ڏنو ۽ فرمائڻ لڳا، "مان نه پيغمبر ڪو نه آهيان جو ٻيا جاڻڻ جي توهانجي اڇا پوري ڪري سگهان؟"
"سچي پاتشاه! پيغمبر نه ڇا، ٻالڪ توهين پيغمبرن کي لاهڻ وارا آهيو،" مون چيو.

انتري ۾ پروفيسر ڇٽي والو، حضور! اسين نه اهو ئي ٿا گهرون ته اسين توهان کان اڳ تي هتان هليا وڃون. شايد ان ڳالهه جي چوڻ جي ضرورت ڪانهي ته حضور مهاراج جن جي روبرو اسين هر دم هيسيل ٿي رهندا هئاسين ۽ ڪڏهن ته جيڪي چوڻ چاهيندا هئاسين سو نه ٻڌي ويندا هئاسين.
"ها! توهين جڏهن به چاهيو اڏهن وڃي سگهو ٿا پر منهنجو ارادو سيپٽمبر جي آخر تائين هتي رهڻ جو آهي،" حضور جن فرمايو.

ڇا چاهيندي به اسان کان ڪل اڪري واٽي. حضور مهاراج جن ٻڻ کلي ڏنو ۽ هسجي ڪاڻ اهو ظاهر تي ڪيو ته هو ٻڻ اسانجو اصلي مطلب سمجهي ويا هئا.
مون چيو، "حضور اسانجو مطلب ڏاهائوسي سان ڪونهي ٻالڪ هن دنيا مان ڪوچ ڪرڻ جو آهي. تنهنڪري اهڙو موج ٻخشيو جو هن دنيا مان اسين توهان کان اڳ روانا ٿيون."

حضور جن الر ڏنو، "نه! توهانکي نڪي جيئڻ جي ڪامنا رکڻ کپي نه مرڻ جي اڇا. توهانکي نه سڀ ڪجهه ان سرجنهار جي هٿن ۾ سونپي ڇڏڻ کپي جو زندگي ۽ موت

حضور جن جي ان جواب ڪري ڇڏيو ته اسان جي متان ٻڌلي اچي ڪڙڪي ۽ اسين سڀ گهوري غم ۽ چنتا ۾ وڪوڙجي وياسين. پروفيسر گرڙها روڪي ڪين سگهيو. هن ڪاڪن پريل گلي سان پڇيو، ”منهنجا مالڪ! توهين اسانکي ڪنهنجي سهاري تي ڇڏي وڃو؟“

”ڇو! مان ڪيڏانهن ٿو وڃان؟“ حضور جن پڇيو.

پروفيسر عرض ڪيو، ”حضور! توهان ئي ته هينئر فرمايو ته مان تيار بر تيار آهيان.“

حضور جن وري فرمايو، ”ها! مان ته تيار بر تيار آهيان.“ تڏهن اسانجي سمجهه ۾ آيو ته حضور جن تيار بر تيار جو جيڪو ارٿ لڳائي رهيا آهن جو نهنگ خالص جي ٻوليءَ موجب آهي ته مان بلڪل تيار ۽ تندرست آهيان. ان ڪنائپوءِ هو بلڪل جلد پاڻ ڪٺا لڳا ۽ ٿورن ڏينهن پنهنجي بنگلي اڳيان ڇپر لي ٿوري دير لاءِ اُس ۾ اچي ويٺا.

ٿورن ڏينهن بعد هڪ ڏينهن جڏهن حضور جن بنگلي اڳيان باغ ۾ آرام ڪرسيءَ تي ويٺا هئا، ته مون ۽ پروفيسر صاحب ايڪانت جو موقعو ڏسي سوچيو ته جو ڪين جا ڳالهه مدت ڪان اسانجي من ۾ آهي ان بابت حضور جن جي چرنن ۾ عرض ڪريون. اڇهو هن رت پروفيسر صاحب وارتالاپ شروع ڪيو:-

”مهاراج جي! توهين دين دنيا جا والي آهيو. اسانکي ٻه گورو دان ڏيڻ جي ڪرپا ڪريو؟“

حضور جن ائين فرمائڻ وارا ئي هئا ته ها گهرو مگر اڃانڪ روڪجي چيائون، ”توهانکي ڇا گهرجي؟“

اسين ٿوري دير خاموش رهياسين. حضور جن مرڪندي فرمايو، ”ها، ها، ٻڌايو ته سهين ته توهان کي ڪهڙي ڇا؟“

وٽو جيئن ماءُ پيءُ گرميءَ جي موڪلن ۾ ٻاهران آيل ٻارن کي کارائي ٻاري تازو نوانو ٻڌائيندا آهن. حضور جن جي اسان تي اُلهي مهر ۽ رحمت هئي ۽ اسانجي خوشيءَ جو ڪو پار ئي ڪونه هو. پر انهن ڇنڇي نه وڌالا کان اسان جي خوشي سهاري نه وئي ۽ ساڻ پڇ محسوس ڪرڻ لڳي. پندرهن ڏينهن کانپوءِ حضور مهاراج جن سخت بيمار ٿي پيا ۽ اسانجي ساري خوشي مٽيءَ ۾ ملي وئي. حقيقت ۾ حضور مهاراج جن بلڪل سخت بيمار ٿي پيا هئا ۽ ڊاڪٽر پاڻ ۾ بلڪل آهستي ڳالهائيندا هئا. اسانجي پڇڻ تي صرف ائين ٿي چوندا هئا، فڪر نه ڪريو، سڀ ڪجهه ٺيڪ ٿي ويندو. ان جو اهو ئي مطلب هو ته سڀ ڪجهه ٺيڪ ڪونه هو.

تازو حضور مهاراج جن ڪيترن اهڙن ڳوڙن ۽ ٻين ٻهاڙي لوڪن کي نام دان ڏنو هو جن سڄي حياتي ماس کاڌو هو ۽ شڪار ۽ ٻين جانورن جون ٻليون چاڙهيون هيون. عام طرح جڏهن حضور مهاراج جن جيون کي نام دان ڏيندا هئا ته سندن طبيعت ڪجهه ناساز ٿيندي هئي پر هن دفعي ته سندن صحت اهڙي بگڙي جو اسين هراسجي ۽ گهٻرائجي وياسين. ڏهين ڏينهن ته سندن حالت نهايت گنڀير ٿي وئي ۽ ڊاڪٽر نراس ٿي پيا. اها حالت ٻه ٽي ڏينهن هلي ۽ اسان ڪيترن ئي راتيون اوجاڳو ڪيو. پر هن سڄي بيماريءَ جي دوران ستگورن جي خوشمزاجيءَ ۽ رليءَ ۾ ڪو به فرق ڪونه آيو. هڪ ڏينهن صبوح جو پروفيسر صاحب کين عرض ڪيو ته توهانجي طبيعت ڪيئن آهي؟

حضور جن فرمايو، ”مان تيار پر تيار آهيان“ (وڃڻ لاءِ تيار)

کي اهڙو ڏٺو. دل زور سان ڌڪ ڌڪ ڪري رهي هئي ۽ اسين بي اختيار سندن چرنن ۾ ڪري پياسين.

حضور جن فرمايو، "سو توهين اچي ويا آهيو! ٻڌايو ته ڪڏهن آيا آهيو؟"

پروفيسر عرض ڪيو. "ڪالهه هيٺ پهتا آهيون."

سنگورن پڇيو، "توهان جو سامان ڪٿي آهي؟"

پروفيسر چيو، "حضور! مهر هوٽل ۾ رکيو اٿئون."

حضور جن فرمايو، "اُتي ڇو رکيو اٿو؟"

حضور جن کي ٽي وڏا بنگلا هئا ۽ اسين هميشه انهن ۾ سندن پرسان رهندا هئاسين. پروفيسر عرض ڪيو، "حضور! توهان ستسنگين کي حڪم ڏنو هو ته توهانجي پريان ٻاهر ڪوٺيءَ ۾ نه اچن."

سنگورن فرمايو پر اهو حڪم توهان لاءِ ٿورو ئي هو ۽ انهن فرمائيندي پنهنجا ڪر ڪمل ڪٽي اسان جي مٿي تي رکيائون. اسانجو سمورو ڏک، ٿڪ ۽ چنتا دور ٿي ويا. اسان جو منهن ٻهڪي پيو ۽ اسان جون دليون خوشيءَ سبب نچڻ لڳيون.

شام جو سير وقت اسين حضور مهاراج جن سان گڏ وياسين ۽ قريب ۷ ٻجي ٻاسيٽر ڪوٺيءَ تي موٽي آياسين ۽ جڏهن اسان حضور جن کان هوٽل ۾ وڃڻ لاءِ اجازت گهري ته ڏٺوسين ته اسانجو سڀ سامان هوٽل مان گهرايو ويو آهي ۽ اسانجا بسترا "ڪوزي لڪ" ڪوٺي نمبر ۲ ۾ لڳايا ويا آهن. حضور مهاراج جن خود اسانجي سک ۽ آرام لاءِ ڪيل انتظام نظر مان ڪڍڻ لاءِ اسان سان گڏ هليا. انهن چوڻ جي ضرورت ڪانهي ته اسين جيڪو عرصو ٻاهر ڪوٺيءَ ۾ رهياسين حضور
... ي رهياسين ۽ اسانکي انهن ڪارايو پيارايو

اهو ٻڌي پروفيسر اچي ڪل ۾ ڇنڪيو ۽ ڪٿي ڇپ ڪيائين.
اسان مهر هوٽل ۾ ٻه ڪمرا، هر روز ٣ روپئي مسواڙ تي ورتا.
اهو زمانو ڪهڙو نه سستائيءَ جو هو! پروفيسر نوڪر کي
چانهه آڻڻ لاءِ چيو ته مون کيس ياد ڏياريو ته هن وقت شام
جو حضور جن ٻاهر سير لاءِ نڪرندا آهن ۽ جي اسان اهو
درشن جو موقعو هٿان وڃايو ته پوءِ، خبر ڪانهي ته ڪڏهن
درشن ٿيندو، شايد بلڪل نصيب نه ٿئي.

پروفيسر وراڻيو، "مونکي خبر آهي ته تون چانهه نڪو
پيئندو آهين ۽ نڪو ڪنهنکي پيئڻ ڏين. پر مان نهايت ٿڪل
آهيان، چانهه پي توسان هلان ٿو.

مون چيومانس، "توکي جيڪي کپي سو پيءُ، مان نه
انهيءَ لاءِ وڃان ٿو جنهن لاءِ مان آيو آهيان." مونکي خبر
هئي ته هو ڪٽلي چانهه جي پيئندو آهي، سا ڏاڍي ڏاڍي
اهو ٻڌي هن ڪجهه پيالا ٽڙڪڙ ۾ پيتا ۽ مون سان گڏ ٿي
هوٽل مان ٻاهر نڪتو.

اسان اهڙي هنڌ تي بيهڻ جو فيصلو ڪيو جتان اسين
حضور مهاراج جن جو چڱي طرح درشن ڪري سگهون پر
اسانکي ڪير ڏسي نه سگهي. پر جڏهن اڳتي وڌياسين ته
اسانجا پير اسانکي خودبخود حضور جن جي ڪوٺيءَ ڏانهن
ڇڪي ويا. پروفيسر گهٻرائيندي چيو، "حضور مهاراج جن
جي حڪم جي خلاف تون مونکي سڌو سندن ڪوٺيءَ ڏانهن
وٺي ٿو هلين."

مون وراڻيو، "ڪهڙي وڏي ڳالهه ٿي جي حڪم عدوليءَ
جي لمبي لسٽ ۾ هڪ وڌيڪ انحرافي جڙي وئي؟ ٻيا به
ڪهڙي ڳالهه ۾ سندن حڪم وٺا مڃون؟"

اوچتو ئي اوچتو رستي جي موڙ تان اسان حضور مهاراج جن

تي زور ڏنو ۽ آخر پروفيسر ڄڳمو هنلعل ۽ اها ڳالهه پوري طرح مڃي.

ٻئي ڏينهن شام جو پنجين ٻجي اسين مائونٽ وِوُ هوٽل واري چاڙهي چڙهي رهيا هئاسين. حضور مهاراج جن جي سندر ڪوٺي ايلسمينڊر جتي پاڻ رهيل هئا هن هوٽل کان قريب ڏيڍ ميل کن پري آهي. واٽ تي هلندي مون چيو ته جي اسين 'مهر هوٽل' ۾ رهون، جا حضور جن جي ڪوٺيءَ کان صرف ٻن فرلانگن جي مفاصلي تي آهي، ته اسين حضور جن جي ٻنگلي جو درشن ڪري سگهنداسين، نه ته به ان جا وڏا وڏا درخت ته ڏسي سگهنداسين ۽ حضور جن جي حڪم جي اُدولي به ڪونه ٿيندي.

ڄڳمو هنلعل چوڻ لڳو، "توهان وڏو استاد آهيو. مان توهانجي چالاڪي خوب ٿو سمجهان. توهان مونکي ضرور ڪنهن نه ڪنهن آفت ۾ اڙائيندا."

مون ترت ئي چيو، "دوست! سو وري ڪيئن؟"

پروفيسر جواب ڏنو، "توکي ته پڪ ئي ڪنهن نموني ۾ حضور جن کان معافي ملي ويندي، پر ڏوهه سڄو منهنجي مٿان ئي مڙهبندو."

مون هنکي تسلي ڏيندي چيو ته توهان ڪو فڪر نه ڪر سڀ ڏوهه مان پاڻ تي هموار ڪندس ۽ حضور جن اڳيان قبول ڪندس ته مان برابر پروفيسر کي همت پير ٻڌي هتي پهچائي وٺي آيو آهيان، مون هنکي زبردستي بس ۾ وهاريو ۽ هن کان زوريءَ اهو واعدو ورتو ته منهنجو ڊلهائوسيءَ جي اوٽ موٽ جو ڀاڙو پاڻ ڀريندو ۽ هوٽل ۾ سندس رهڻ جو انتظام سندس مرضيءَ خلاف ڪيو ويو ۽ هن وقت منهنجو هوٽل جو سڄو خرچ ڏياڻ ۽ مجبوريءَ سبب پاڻ ڏئي رهيو آهي.

# ٦٠. هي پهاڙيءَ جو باب ٿي سگهي ها

گرمين جا ڏينهن هئا. هيءَ ڪهڙي سال جي ڳالهه آهي سو نه موکي ياد ڪونهي پر انهيءَ سال ڏاڍي سخت گرمي هئي. حضور مهاراج جن ڊلهائوسيءَ جي سندر پهاڙن ڏي هليا ويا هئا جتي هن ڪجهه سال اڳ هڪ مڪان خريد ڪيو هو. هنن جو حڪم هو ته ڪو به سندن پٺيان ڊلهائوسيءَ نه اچي. انهن خاص ماڻهن کي به اجازت ڪانه ڏني وئي جن جي هن کان اڳ ڪا به وٿي خالي ڪانه وئي هئي. ان سال اسانجون آفيسون اونهاري جي وڪيشن ڪارڻ جلد ئي بند ٿيون هيون ڇاڪاڻ ته سخت گرميءَ سبب ڪيچ موڪل به ٿيا هئا. پنجاب جي ميدانن ۾ گرمي ١١٨° ڊگرانانهيٽ کان به مٿي چڙهي وئي هئي. پروفيسر جڳموهنلال ۽ مون ڪنهن پهاڙ ڏي وڃڻ جو ويچار ڪيو. ڀلا حضور جن جي چرنن ڪانسواءِ اسين وڃي به ڪٿي ٿي سگهياسين؟ پر هن ڀيري جو حڪم ڏنو هئائون ته ڪير به نه اچي انڪي ڪيئن دل گذر ڪجي!

مون پروفيسر کي چيو ته اسين حضور مهاراج جن جو پيڇو نه ڪونه ٿا ڪريون، اسين نه ميدان جي سخت گرميءَ کان بچڻ لاءِ اُپاءَ ڪري رهيا آهيون. سانئي وقت سملو، مسوري ۽ ڪشمير هڪ نه ملڪل پري آهن پر اُتي مهانگائي به ڏاڍي آهي. انڪري حضور مهاراج جن اُيان ڪونه وينداسين بلڪ اهائي ڪوشش ڪنداسين جيئن هو اسانکي نه ڏسن. اهڙي طرح وڃڻ ۽ رهڻ ڪري حڪم جي انحرافي به ڪين ٿيندي. مون ڏاڍي امنگ ۽ اُتساهه سان اُن ڳالهه

حضور جن فرمايو ته اسانکي ته زندگيءَ جي مقصد جي ڄاڻ ڪانهي ۽ آنکي فضول ۽ بيڪار ڏينهن ۾ برباد ڪري هيا آهيون. جيڪڏهن زندگيءَ ۾ پنهنجو اصلي ورثو حاصل ڪري سگهياسين ته پوءِ اسانجو جيون ٿي اجايو ويو. ـان ٻن پيرن وارو جانور ڪونهي پر اڪثر ڪري جانورن ڙو ٿي وهنوار ڪري ٿو. هو ته مالڪ جي اَمر رچنا آهي پرماتما جو روپ آهي. هن ۾ اپار شڪتيون آهن پر هو ن کي وسرت وڃائي ويٺو آهي. هن جي اندر سون جو ـار آهي پر هو بيڪاريءَ جيان در در پنندو رهي ٿو. هن ۾ زندگيءَ جو مقصد آهي پنهنجي اَپاڻٿار کي ڄاڻي پنهن ۾ نج گهر واپس پهچڻ. پر انسان انهيءَ انمول موقعي کي، هٿ ڪي لکين جونين ڀوڳڻ کان پوءِ مليو ٿو، وسرت ايو ڇڏي.

هڪ ستسنگيءَ کي لکي موت جي چاهنا رکڻ گھرجي، نڪي موت اچڻ لئي هن کان دُعا ڪرڻ ڪپي. هنکي پنهنجو پاڻ پوري طرح ستگوروءَ جي مرج لئي ڇڏي ڏيڻ ڪپي.

ڊاڪٽر پڇيو تہ حضور! جيڪڏهن انسان زندگيءَ مان بيزار ٿي پوي تہ پوءِ انکي ختم ڪرڻ ۾ ڪهڙو هرج آهي؟

حضور جن وراڻيو تہ موت زندگيءَ جي مصيبتن جو علاج ڪونهي، نڪي انهن مان ڇوٽڪاري جو اُپاءُ. توهين جيڏانهن بہ ويندا، اهي مصيبتون توهان جي پٺيان ايندا رهندا. جيستائين توهين ڪرمن جو حساب ڪوڏي ڪوڏي نہ چڪائيندا تيستائين اُهي ڪرم توهان جو پيڇو ڪونہ ڇڏيندا. آپگهات ڪري، ڪرمن جي بوجھ ۾ پاڻ اضافو ٿئو ٿئي. ڪرمن مان ڇوٽڪارو پائڻ جيترو توهين آسان ٿا سمجھو، اوترو آسان ڪونهي.

ڊاڪٽر گنبيير ٿا سان چيو تہ اها تہ ڏاڍي ڏکي ڳالھ ٿي. مونکي تہ اهو خيال ورتل هو تہ مصيبتن جي زندگيءَ مان ڇوٽڪارو پائڻ آسان ڳالھ آهي پر حضور! توهين تہ اسانکي مرڻ جي بہ اجازت نٿا ڏيو. ڏاڍيون ٻي ڏيون، مجبورن اسانکي زنده رهڻو ٿي پوندو.

حضور جن فرمايو تہ ڪن تورن کي خبر آهي تہ ڪيئن جيئجي. جيڪي جي جاڳن ٿا، صرف اُهي ٿي مري جاڳن ٿا. اسين جي ڪونہ رهيا آهيون. اسين تہ صرف وقت جي وهڪ ۾ وهي رهيا آهيون. رات ڏينهن روئندا رڙندا ۽ چلائيندا رهون ٿا ۽ اچائن ۽ ڪامنائن جا جھوڪا سهندا رهون ٿا. اندرين جا ڀوڳ ۽ سواد اسانکي دکن ۽ دردن جي پنجرن ۾ ڦاسائي رهيا آهن.

ڊاڪٽر چيو، ”ها بلڪل حقيقت آهي.“

ڪهن. انسان کي نئون ڄمڻ ڀري وري ترت لاهي ڇڏڻا ڪرڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي؟

حضور جن مشڪندي فرمايو ته مون سمجهيو ٿي ته توهين اهڙو ئي سوال پڇندا. ڪنهن آتما کي ڪنهن چولي ۾ ڪيترو وقت رهڻو آهي ان جو فيصلو هڪ ڳالهه تي نه مگر ڪيترين ئي ڳالهين تي منحصر آهي. ڪڏهن توهين نٿين رڌيٿي خميس بزار مان وٺي اچو ٿا، پاڻ سان ڏسو ٿا ته اها جيتن ڪائي ڇڏي آهي يا توهانکي ٺهڪي نٿي بيهي يا پوري استري ٿيل ڪانهي ته توهين اها ترت ئي لاهي ڇڏيو ٿا ڪريو. اهڙي رهت منش جا ڪرم-پرالبڌ، سڃت ۽ ڪريمان هنجي قدم قدم تي پنهنجو اثر وجهندا ٿا رهن ۽ شرير ان حساب سان جيئي ۽ مري ٿو.

بئرسٽر چيو ته حضور هي ڪرمن جو سدانت ته ڏايو پيچيدو آهي. توهين اهو ڪولي سمجهائڻ جي ڪرپا ڪندا؟

حضور جن وراڻيو ته اهو هڪ وشال مضمون آهي ۽ انجو ڏايو مهتو آهي. انڪي الڳ ئي ڪٺنداسين. ٻهرڻ زندگي ۽ موت جي وشه کي پورو ڪريون.

بئرسٽر چيو ته چاهي موت منهنجي آتما تي پنهنجو ڪجهه به اثر نه ڪري پر موت کان ته مان ڏايو ٿو ڊڄان.

حضور جن وراڻيو ته جن کي صحيح حقيقت جي ڄاڻ ڪانهي، اهي ئي موت کان ڊڄن ٿا. ڪبير صاحب فرمائين ٿا:

"ڪبير جس مرني سي جگ ڊري موهي من آنند،
ڪب مرهئي ڪب پائهئي، پورن پرمانند."

پاڻي مان موت کي پيار ڪريان ٿو. دنيا ان کان ڊڄي ٿي. ڪهڙو نه سٺو ٿئي جو مان جلد کان جلد مري پنهنجي پرتم سچدانند کي وڃي ملان.

ڪندس ته شرير ساڻئي جو ساٿيو رهي، پوءِ پل آتما جو موت ٿيندو ئي رهي.

حضور جن فرمايو ته نيت ان مان به لوڪن ڪي ٿي پوندا. بئرسٽر پيو سوال ڪيو ته آتما ۾ ڪا به ڦير گهير ڪانه ٿي ٿئي ڇا؟ جي نه ته پوءِ ماڻهو چڱا ۽ برا ڇو ٿا ٿين؟

حضور جن اُتر ڏنو ته تبديلي صرف من ۾ ئي اچي ٿي آتما ۾ نه. آتما ته پرماتما وانگر هميشه تبديليءَ جي دائري کان مٿي، اڏول ۽ اڪسان رهي ٿي. گيتا ۾ لکيل آهي:-

"آتما ابناسي آهي، امر آهي ڪير به اُنکي ناس نه ڪري سگهي." (٢-١٧)

"آتما اجنما آهي، دائما آهي، نتا ۽ پراچين آهي. شرير جو وناش ٿئي تڏهن به آتما جو نه." (٢-٢٠)

جهڙيءَ ريت ماڻهو پراڻو لباس لاهي نئون لباس پهري ٿو اهڙي طرح جيو ۽ پراڻي شرير کي ڇڏي آتما نئون شرير ڌارڻ ڪري ٿي. (٢-٢٢)

ان آتما کي نه هٿيار ڪٽي سگهي ٿو، نه اگني ساڙي سگهي ٿي، نه پاڻي ڳاري سگهي ٿو ۽ نه هوا سڪائي سگهي ٿي. (٢-٢٣)

اها تعجب جهڙي ڳالهه هئي جو حضور مهاراج جن ڪنهن به ڌرمي پستڪ جو حوالو پنهنجي ياداشت مان ڏيندا هئا. ڪڏهن، جي حوالي کي ڳولڻ ۾ دير لڳندي هئي ته ان پستڪ جو صفحو پڻ ٻڌائيندا هئا. مان چئي نٿو سگهان ته اها حافظي جي ڪرامت هئي يا الوڪڪ چمتڪار.

بئرسٽر کي مخاطب ڪندي فرمايائون ته انسان کي پراڻا ڪپڙا لاهي نوان ڪرڻ ۾ ڪڏهن به دير نه ڪجي.

بئرسٽر پڇيو ته حضور! پوءِ تازا چاول پار ته مرڻ ئي نه

حضور مهاراج جن فرمايو ته اسانکي موت کسان ڊڄڻ نه گهرجي. اسانجي زندگي نه ته هن جنم سان شروع ٿي آهي ۽ نڪي هن شرير جي موت سان انجي سماپتي ٿيندي. زندگي امر آهي. اهڙو ڪو به سمو ڪونه هو جڏهن اسين ڪونه هئاسين ۽ نه ڪڏهن اهڙو سمو ايندو جو اسين ڪونه هونداسين. پرم سنت دادو ديال فرمائي ٿو:-

”جڏهن سرشٽي هئي ڪانه ته به مان هوس ۽ جڏهن دنيا ڪونه هوندي تڏهن به مان هوندس.“

ڀڳوان ڪرشن گيتا ۾ ارجن کي چيو آهي:-

”نه تو اواهمُ جاتت ناس نه توم نيمي جنا ڌپا،
نه چئوي نه ڀواشيام، سروي وئومت پرم.“
(گيتا ٢-١٢)

ارٿات نه اهين آهي ته مان ڪڏهن به وقت ڪونه هوس يا تون ڪونه هئين يا هي راجائون ڪونه هئا ۽ نه اهين آهي ته هن کان پوءِ اسين سڀ ڪونه هونداسين.

ڀڳت اسٽر چيو ته حضور! ڀلي اسين هميشه رهيا هجون پر هي موت ته ڏاڍي ڀيانڪ چيز آهي.

حضور جن فرمايو ته جي موت نه هجي ها ته پوءِ ٻاڙ حالت وڌيڪ ڀيانڪ هجي ها. حضور جن پوءِ ڀڳوان ڪرشن جو ٻيو شلوڪ ٻڌايو ته جهڙي طرح شرير ۾ ٻالپڻ، ڪمان پوءِ جواني ۽ پوءِ ٻڍاپو نظر اچي ٿو اهڙي طرح آتما کي هڪ شرير ڪانپوءِ ٻيو شرير ملندو ٿي رهي ٿو. انڪري ڌيرجوان پرش موت کان ڪونه ٿا ڊڄن. ان جو سار اهو ٿي نڪتو ته موت شرير جو ٿئي ٿو مگر آتما ساڳئي جي ساڳئي رهي ٿي.

ان تي ڀڳت اسٽر وري چيو ته حضور مان نه اهين پسند

ڪندس ته شرير ساڳئي جو ساڳيو رهي، پر پل آتما جو موت ٿيندو ئي رهي.

حضور جن فرمايو ته نيت ان مان به لوهين ڪڪ نه ٿي پوندا. بئرسٽر ٻيو سوال ڪيو ته آتما ۾ ڪا به ڦير گهير ڪانه ٿي ٿئي ڇا؟ جي نه ته پوءِ ماڻهو چڱا ۽ برا ڇو ٿا ٿين؟

حضور جن اُهو ڏٺو ته تبديلي صرف من ۾ ئي اچي ٿي آتما ۾ نه. آتما نه پرماتما وانگر هميشه تبديليءَ جي دائري کان مٿي، اڏول ۽ اڪسان رهي ٿي. گيتا ۾ لکيل آهي:-

"آتما ابناسي آهي، امر آهي ڪير به اُنکي ناس نٿو ڪري سگهي." (۲-۱۷)

"آتما اجنما آهي، دائما آهي، نتا ۽ پراچين آهي. شرير جو وناش ٿئي ٿو پر آتما جو نه." (۲-۲۰)

جهڙيءَ رسم ماڻهو پراڻو لباس لاهي نئون لباس پهري ٿو تهڙي طرح جيو ۽ پراڻي شرير کي ڇڏي آتما نئون شرير ڌارڻ ڪري ٿي. (۲-۲۲)

ان آتما کي نه هٿيار ڪٽي سگهي ٿو، نه اگني ساڙي سگهي ٿي، نه پاڻي ڳاري سگهي ٿو ۽ نه هوا سڪائي سگهي ٿي. (۲-۲۳)

اها تعجب جهڙي ڳالهه هئي جو حضور مهاراج جن ڪنهن به ڌرمي پستڪ جو حوالو پنهنجي يادداشت مان ڏيندا هئا. ڪڏهن، جي حوالي کي ڳولڻ ۾ دير لڳندي هئي ته ان پستڪ جو صفحو پڻ ٻڌائيندا هئا. مان چئي نٿو سگهان ته اها حافظي جي ڪرامت هئي يا الوڪڪ چمتڪار.

بئرسٽر کي مخاطب ڪندي فرمايائون ته انسان کي پراڻا ڪپڙا لاهي نئا ڪرڻ ۾ ڪڏهن به ڏچڻ نه ڪجي.

بئرسٽر پڇيو ته حضور! پوءِ تازا چاول يار ته مرڻ ئي نه

ضور مهاراج جن فرمايو ته اسانکي موت کان ڊڄڻ نه
. اسانجي زندگي نه تڏهن جنم سان شروع ٿي آهي
ب هن شرير جي موت سان انجي سماپتي ٿيندي.
امر آهي. اهڙو ڪو به سمو ڪونه هو جڏهن اسين
هئاسين؛ نه ڪڏهن اهڙو سمو ايندو جو اسين ڪونه
ين. پرم سنت دادو دئيال فرمائي ٿو:-

ڏهن سرشٽي هئي ڪانه ته به مان هوس؛ جڏهن
ونه هوندي تڏهن به مان هوندس."

ن ڪرشن گيتا ۾ ارجن کي چيو آهي:-

. تو سواءِ جات ناس نه ٿيو نيمي جيا ٿو ڀپا،
چٿوي نه پوءِ شيام، سروي وئيومت پرم."
(گيتا ٢-١٢)

ت نه ائين آهي ته مان ڪڏهن به وقت ڪونه
تون ڪونه هئين يا هي راجائون ڪونه هئا؛ نه ائين
هن کان پوءِ اسين سڀ ڪونه هونداسين.

ٽر چيو ته حضور! پاڻ اسين هميشه رهيا هجون پر
ه ته ڏاڍي ڀيانڪ چيز آهي.

جن فرمايو ته جي موت نه هجي ها ته پوءِ پاڻ حالت
يانڪ هجي ها. حضور جن پوءِ ڀڳوان ڪرشن جو
ڪ ڏنائون ته جهڙي طرح شرير ۾ ٻالپڻ، ڪمان پوءِ
پوءِ ٻڍاپو نظر اچي ٿو اهڙي طرح آتما ڪسي هڪ
پوءِ ٻيو شرير ملندو ٿي رهي ٿو. انڪري
رش موت کان ڪونه ٿا ڊڄن. ان جو سار اهو ٿيي
موت شرير جو ٿئي ٿو مگر آتما ساڳئي جي ساڳي

ٽر ايشر وري چيو ته حضور مان ته ائين پسند

بيزاريون ڪيون، هن جي قدمن ۾ ڪري پيو، ڏاڍيون منٿون ۽ التجائون اقرار ڪيا ته سهراب اهو ڪجهه ڪري ڏيکاريندو جو مان خود نه ڪري سگهيو آهيان، هو ساري سنسار مٿان پرشيا جو جهنڊو جهولائيندو. پر بادشاهه تي اهڙو اثر ٿيو جهڙو اونڌي گهڙي تي پاڻي. سهراب پيءُ جي موٽي اچڻ کان اڳ ئي مري چڪو هو. پٽ کي مئل ڏسي، رستم بيهوش ٿي ويو ۽ ان کان پوءِ هو اڳ وارو رستم ٿي ڪين رهيو.

نوجوان ٻڌر استر چيو، "هيءَ ته ڏاڍي دلسوز ڪهاڻي آهي."

"ها،" حضور جن وراڻيو. "پر اهڙيون گهڻائون اسين روز مره جي زندگيءَ ۾ ڏسون پيا. تو هان هن ڪهاڻيءَ ۾ ڏٺو ته ٻه شخص هڪ ٻئي جي جان وٺڻ لاءِ آتا هئا. هڪڙو ٻئي کي پنهنجو دشمن سمجهي رهيو هو. سهراب کي بي رحميءَ سان قتل ڪرڻ کان پوءِ رستم روڄ راڙو ڪري ٿو، هاءِ دوس مچائي ٿو ڇو جو هيئنر هو هن کي پنهنجو "پٽ" ٿو سمجهي. ٻئي شخص ساڳيا آهن، حالتون به ساڳيون آهن، انهن ۾ ڪابه ڦير گهير ڪانه ٿي آهي. مگر هينئر هن ۾ 'مان' ۽ 'منهنجي' واري ڀاونا جاڳرت ٿي آهي. اها "مان" ۽ "منهنجي" جي ڀاونا آٿين ٿيڻ کان اڳ رستم جي دل ۾ ان اجنبيءَ لاءِ جنهن کي هن مارڻ چاهيو ٿي، نه ديا هئي نه پيار هو. مطلب ته نه ڪوئي اسانجو دشمن آهي ۽ نه ڪوئي اسانجو دوست. اهو اسانجو من ئي آهي جو ماڻهن کي دوست يا دشمن جي درشٽيءَ سان ڏسي ٿو."

ٻڌرستر هڪدم چيو ته هيءَ آهي موت ۽ زندگي. زندگي ڪهڙي نه پياري آهي ۽ موت ڪيڏو نه ڀيانڪ!

پنهنجي قابليت ۽ طاقت سبب جلد ئي سيناپتي بڻيو. انهن ڏينهن ۾ خود سيناپتي به سپاهين وانگر لڙندا هئا. جڏهن پيءُ ۽ پٽ جو مقابلو ٿيو ته ٻنهي کي ان رشتي جي ذري به سڌ ڪانه هئي ۽ لاڳيتار ٽن ڏينهن تائين گهمسان لڙائي لڙندا رهيا. رستم وڏي عمر سبب ٿڪ محسوس ڪرڻ لڳو انڪري هن هڪ ڪيڏ ڪيڏي جنهنڪري سهراب ٿاٻڙجي زمين تي ڪري پيو. ان موقعي کي غنيمت سمجهي رستم جهٽ پنهنجو خنجر سهراب جي ڇاتيءَ ۾ وهائي ڪڍيو. سهراب رڙ ڪري چيو ته اڙي ڪمبخت! ياد رکج منهنجو پيءُ رستم خوب بدلو وٺي ڇاڏي. هو توکي هن چالبازيءَ جي ضرور جوڳي سزا ڏيندو.

سهراب جي ٻانهن ۾ پنهنجو ڏنل تعويذ ڏسي رستم جون واهيون بتال ٿي ويون. اپار دک ۽ پيڙا ڪارڻ هن جو چهرو بدلبي ويو ۽ هنجو سارو شرير سڪل پن وانگر ٿڙ ٿڙ ڪنبڻ لڳو. بيحال بڻجي هن سهراب کي پنهنجي ڀاڪر ۾ ڪٺي جڪڙيو ۽ هنجي پيشاني چمڻ لڳو. اسهم ڏک ۽ سوز ۾ هو پڪارڻ لڳو، "منهنجا لعل! منهنجا گوشي جگر!! منهنجا دلارا!!! اي الله، هي مون ڪيو ڇا! رحم ڪر، رحم ڪر، فضل ڪر منهنجا خاوند!" هن جو روح راڙو چڱني طرف ڦهاڪي ويو ۽ هنجا دوست توڙي دشمن سڀ زار زار روئڻ لڳا. هن جيڪو گهاءُ سهراب کي ڪيو هو سو موتمار هو. هو گهوڙي تي سوار ٿي اڏامندو پنهنجي بادشاه وٽ آيو جنهن وٽ طارق ٻوٽي ڪهڙي به گهاءَ زخم لاءِ رام ٻاڻ دوا هئي. بادشاه سهراب جي سورهيائي ۽ دليريءَ جا گهڻيئي قصا ٻڌي چڪو هو تنهنڪري هو رستم کي طارق ڏيڻ کان نٽو اڪر واري ويٺو. هن بادشاه کي ڏاڍيون آزيون

وڃڙي آهيان لڏهن کان روئڻ رڙڻ ۽ ٿڏن شوڪارن ڀرڻ
کان سواءِ ٻون وقت ايو ڪي رهيو ئي ڪونهي.

حاضرين وڌيڪ جگياسن جي سهوليت لاءِ حضور جن کين
ٻڌايو ته اڪثر ڪري هندستان، پرشيا ۽ ٻين ايشائي ملڪن
۾ جهنگلن مان بانس ڪٽي بانسريون ٺاهيندا آهن.

نوجوان ٻئي سٽر پڇيو ته حضور! آتما سڪيٺ جي جدائيءَ
ڪري ڇو ٿي روئي؟

حضور جن فرمايو ته جدا ٿيڻ ڪري ئي ڪيس هي ڏک
ڏاڪڙا ۽ مصيبتون سهڻيون پيون آهن. اهو وڇوڙو پاڻ سان
ڏک ۽ درد ڪٺي آيو آهي. جڏهن اسين "اسين" کين
هئاسين لڏهن اسين پرماتما هئاسين. ان الڳ هستيءَ ئي
اسانکي موت، مرض ۽ ٻرائين جو غلام بڻائي رکيو آهي
۽ اسانجو سارو آنند مٽيءَ ۾ ملائي ڇڏيو آهي. انهيءَ "مان"
۽ "منهنجو" هن آزاد ۽ سواڻين آتما کي هن مات لوڪ ۾
آڻي ڪيس سخت زنجيرن ۾ جڪڙي رکيو آهي.

توهان سڀني پرشيا جي رستم نالي پهلوان ۽ هنجي پٽ
سهراب جي آکاڻي ٻڌي هوندي. اهي پيءُ پٽ هئا پر
اڳي ڪڏهن به هڪ ٻئي کي ڪونه ڏٺو هئائون. جنگ جي
ميدان ۾ هو ٻئي هڪ ٻئي جي سامهون آيا ۽ ٻنهي جي هٿ
۾ پنهنجي پنهنجي فوج جي ڏور هئي. رستم کي سهراب
جي جنم کان ڪجهه وقت اڳ ئي گهر ڇڏڻو پيو هو ڇو
جو پرشيا جي بادشاه جي حڪم انوسار هنکي دنيا کي فتح
ڪرڻ لاءِ وڃڻو پيو. هو ان فوج جو سيناپتي هو. وڃڻ
وقت هن پنهنجي زال کي هڪ تعويذ ٻار جي ساڄي ٻانهن
تي ٻڌڻ لاءِ ڏنو انڪاءِ ته ڪنهن به وقت ڪيس سڃاڻي سگهي.
سهراب ننڍي عمر ۾ ئي يونان جي فوج ۾ ڀرتي ٿيو ۽

مالڪيءَ جي پاونا اُتپن ٿئي ٿي. اسين سڀئي شين کي پنهنجي بڻائڻ جي ڪوشش ڪريون ٿا ۽ انهيءَ جو نتيجو نڪري ٿو جهيڙو، فساد ۽ واد وواد. پوءِ جن شين کي اسين پنهنجو ٿا چئون انهن جو موهه ۽ پيار اسانکي پنهنجي بندڻن ۾ جڪڙي اسانجي وويڪ کي ناس ڪري ٿو ڇڏي ۽ اسين اهنڪار، حسد، لالچ، ڪروڌ، ڌڪار ۽ اگيان ڪارڻ اُتپن ٿيل اهڙن بين انيڪ برائن جي ڄار ۾ ڦاسي ٿا پئون.

پڇاڪندڙ سوال ڪيو ته حضور! انسان ۾ مالڪ کان ڀاڱي ڪي الڳ سمجهڻ واري ڀاونا ڪڏهن پيدا ٿي؟

حضور جن وراڻيو ته جڏهن آتما روپي قطرو سچکنڊ روپي سمنڊ کان جدا ٿيو تڏهن کان وٽسي هن ۾ اها ڀاونا اُتپن ٿي. سچکنڊ ته صرف پرڪاش، پرم آنند ۽ چيتنتا جو نرمل آلمڪ ديش آهي. آتما جڏهن وقت سچکنڊ کان الڳ ٿي ته 'سوهنگ'، 'سوهنگ'، جو گيت ڳائڻ لڳي يعني 'مان اهو ئي آهيان'، 'مان اهو ئي آهيان'. ان کان پهرين سچکنڊ ۾ نڪو 'مان' هئي نڪو "هو". اِٿي سڀ ڪجهه هڪ ئي هو. سمنڊ ۽ بوند ڪي ڪوبه الڳ وجود ڪونهي ۽ نڪي اها ڀاڱ ڪي الڳ محسوس ڪري ٿي. سوهنگ ديش ۾ اچي آتما ٿي پهريون اهم جو پردو چڙهي ٿو وڃي. آتما جي ان سڀ کان وڏي جدائيءَ جي وشيه سان ئي مولانا روم صاحب مثنويءَ جي شروعات ڪئي آهي. ان جي پهرين مصرع هن ريت آهي ته ڪن لائي ٻڌو! بنسري (سوهنگ منڊل جو شبد) ڪهڙو نه درد ڀريو داستان ٿي پيش ڪري. هوءَ پنهنجي غمناڪ جدائيءَ تي هنجون هاري رهي آهي. بنسري پنهنجي درد ڀري آواز ۾ چئي ٿي ته جڏهن کان مونکي (اصلوڪي گهر) بانس جي جهنگل کان

حضور جن آلر ڏنو ته برائي ۽ قدرت جي انتظام جو هڪ انگ آهي. آد ۾ ٻئي ان جي رتا هئي. شيطان کي ڪنهن پيدا ڪيو؟ شيطان فرشتو ڪونهي ڇا، هڪڙي پرماتما ڪونه بڻايو آهي ڇا؟ هر چيز، ڀلي لوڙي بري، هن ئي خلقي آهي.

الي راءِ روشنلعل ڳالهه کي ڦيري چيو ته حضور اوهان ته ويدانت جي باري ۾ ٻڌائي رهيا هئا.

سنتڪورن وراڻيو ته ها، ويدانت جو مارگ عام لوڪن لاءِ ڪونهي. ڪي جزوي نهايت تيز فهم ماڻهو ان جو فائدو وٺي سگهن ٿا. ساري سنسار ۾ شايد ڪي ڳاڻ ڳڻيا ماڻهو هن مارگ ذريعي مالڪ کي پائي سگهن. تنهن کانسواءِ ويدانت جي منزل آهي برهم، جو سنت مارگ جي صرف ٻين منزل آهي ۽ ان کان مٿي سنت مارگ جون ٻيون ٻه ٽي منزلون آهن. توهين پنهنجي من کي من جي ئي هٿيارن سان وس ۾ ڪري ڪين سگهندا. ٻڌي، گيان ۽ يوگ (پوڊڪ ايپاس) من جا ئي پيدا ڪيل آهن. من کي صرف ڪنهن اهڙي شڪتيءَ سان قابو ڪري سگهجي ٿو جا من کان زياده طاقتور هجي ۽ جا من جي دائري کان ڪٿهن اوچي منڊل جي هجي ۽ اهو صرف شبد ئي آهي.

نوجوان بئريسٽر پڇيو ته حضور! اهم ڇا آهي؟ حضور جن وراڻيو ته پاڻ کي پرماتما کان الڳ سمجهڻ يا ڀاونا کي اهم ٿو سڏجي. انهيءَ کي گرو گرنٿ صاحب ۾ "هئومي" چيو ويو آهي ۽ مسلمان درويش ان کي "انانيت" ڪري سڏيو آهي. منش جي اندر جيڪا "مان" ۽ "منهنجو" جو ڀاو آهي اهو ئي اهم آهي. اها ڀاونا ئي منش جي سڀني ٻنڌن جي جڙ آهي ۽ سڀني ٻرائن جي ماءُ. "مان" يعني پرماتما کان الڳ واري ڀاونا مان ئي "منهنجو" يعني

مٿس چولو ڌارڻ ڪرڻو پوي ٿو.

بزرگ پادريءَ چيو ته ذرا سوچيو ته سڀئي ته جڏهن هو جنم وٺي دنيا ۾ اچي ٿو ته اسين هن سان ڪهڙو ٿا وهنوار ڪريون! ورڪ جي لوهين اجازت ڏيو ته مان هڪڙو سوال ٻيو به پڇان. جوڊاس اسڪاريٽ، جنهن حضرت عيسيٰ سان وشواس گهات ڪيو، تنهن جي ڪهڙي گتي ٿي؟

هينئر هو ڪٿي آهي؟

حضور جن ڪانئس پڇيو ته توهانجي راءِ موجب هو ڪٿي هئڻ کپي؟

پادريءَ چيو ته هو ضرور ڪنهن دوزخ جا عذاب ڀوڳيندو هوندو.

حضور جن فرمايو ته ائين ڪونهي. هو حضرت عيسيٰ سان گڏ آهي ۽ هنجي گود ۾ پرم آنند جي موج ماڻي رهيو آهي.

سڀني پادرين جي مک مان حيرت وچان رڙ نڪري وئي. بزرگ پادري چيو ته ڇا اها ڳالهه بلڪل درست آهي؟

حضور جن ڪين چيو ته سنتن جي اهائي ريت آهي. هو اسانجي عيبن ۽ اوگڻن ڏانهن ڪين نهاريندا آهن. هنجي پيار ۽ رحمت واري دنيا ۾ دوزخ ۽ انجي آگ جو ڪو به استان ڪونهي.

جوان پادرين مان هڪ چيو ته ڇا هنڪي پنهنجي گناهن جي سزا ڪانه ڏني وئي؟

حضور جن وراڻيو ته هو ڪرائيسٽ جو ٻي ڏوهاري هو ۽ ڪرائيسٽ ئي هنجو اهو قصور معاف ڪري ڇڏيو.

نوجوان پادريءَ چيو حضور! ٻيو به سوال آهي ته جڏهن هن سنسار جو اپائيندڙ پيار ۽ چڱاين سان ڀرپور آهي ته پوءِ دنيا ۾ بديون ۽ برايون ڪٿان آيون آهن؟

جو سچو پٽر ٻڌجي ٿو پوي. منش جي شرير ۾ رهندڙ اها پرم آتما، "پتا" توڙي "پٽر" ٻئي هڪ آهي. عيسيٰ جو مٿي ڏنل "ماءُ" جو اشارو سندس شرير بابت ڪيل هو، هنجي آتما پرماتما ۾ سمائجي هڪ ٿي ويئي هئي.

پروفيسر چيو ته حضور! شرير به ته رچنا جو هڪ مکيه انگ آهي. ڪرائيسٽ کي به ته اسين سندس شرير دواران ئي ڄاڻون ٿا.

حضور جن ان ڳالهه کي وري دهرايو ته جيستائين پرماتما منش جو چولو ڌارڻ نٿو ڪري تيستائين اسين هن سان ڳالهه ٻولهه نٿا ڪري سگهون. پرماتما جو ٻيو ڪو وڏان آهي. ڇا هو اوچن منڊلن مان توهان سان ڳالهائي سگهي ٿو؟ هو سرو ڳيان، سرو وياپي ۽ سرو شڪتيوان آهي پر اسين انهن ڳالهين جو ليستائين اندازو ڪري نٿا سگهون جيستائين هو منش جي ديهه ۾ اچي اسانکي سمجهائي اجهائي ٿو. صرف انسان ئي انسان کي سيکاري سگهي ٿو. منش سان سمپرڪ رکڻ لاءِ پرماتما کي اول منش ٿيڻو پوي ٿو. ٻار کي پنهنجي ڳالهه سمجهائڻ لاءِ اول ماءُ کي طوطلي زبان اپنائڻي پوي ٿي. ظاهري طور ستگورو ٻين معمولي انسانن وانگر ڳالهائي ٿو ۽ ڪار وهنوار ڪري ٿو پر حيثيت ۾ پرماتما پاڻ هن ۾ وهي ڳالهائي ٿو ۽ ڪار وهنوار ڪري ٿو. مولانا روم فرمائي ٿو ته مرشد جا ٻول پرماتما جا ئي ٻول آهن جيتوڻيڪ ظاهري آهي انسان جي زبان مان نڪرن ٿا. ٻئي هنڌ چوي ٿو ته مرشد جو هٿ، خدا جو هٿ آهي. هن جي "ها" خدا جي "ها" آهي. گورو نانڪ صاحب فرمائين ٿا ته ستگورو اهو ڪجهه ڪري ٿو جو پرماتما نٿو ڪري سگهي. انسان سان گڏ رهڻ ۽ سنسار ۾ ڪار وهنوار ڪرڻ لاءِ پرماتما کي

پادري پروفيسر چيو، ”توهان جي اها ڳالهه بلڪل درست ٿي لڳي.“

ڳالهه جو سلسلو جاري رکندي ستگورن فرمايو، ”ڪرائيسٽ جي آتما يعني الهي شبد ڪنهن به انسان جي رهنمائي تڏهن ڪري سگهي ٿي جيستائين هو ڪنهن انسان ۾ پرگهٽ ٿي ڪم ڪري. پرماتما ڪنهن منش جي ديهه انهيءَ لاءِ ڌارڻي ٿي پوي ته اسين هن کي ڏسي سگهون، هن سان ڳالهائي سگهون ۽ هن جو اپديش سمجهي سگهون. ٻيو ڪو طريقو ئي ڪونهي. پرماتما جو شبد روپ ته هر انسان ۾ آهي پر اهو اسان کي اپديش نٿو ڪري سگهي. هن سرشٽيءَ جي رچنا ڪرڻ ڪانپوءِ پرماتما پنهنجي باري ۾ جيون کي ڪهڙي نموني گيان ڏنو؟ اسان کي آخر خبر ڪيئن پئي ته اسان جو اپائڻهار آهي، اسان جو پرماتما آهي؟ عقل ۽ بدي ته پاڻ لوڪن کي وڌيڪ الجهائي ڇڏي ٿي ۽ نانا پرڪارن جا شڪ ۽ سوال پيدا ڪري ٿي. عجيب و غريب انومانن ته پاڻ وڌيڪ مونجهارو پيدا ڪيو. پرماتما اها سڀ ڄاڻ صرف ڪنهن منش اندر واهي ڏيئي سگهي ٿو. پرماتما ۽ ديوي ديوتائون ته اسين ڏسي نٿا سگهون ۽ ٻيون جونيون ته انسان کان هيٺ آهن. انهيءَ ڪري اهو ئي نيم رهيو آهي ۽ رهندو ته پرماتما جڏهن به جيون کي رچنا رچيندو ۽ ان سان ميلاپ جو گيان ڏيندو ته صرف ڪنهن انسان جي ذريعي.

پادري پروفيسر چيو ته عيسيٰ مسيح چيو آهي ته مان ۽ پرماتما هڪ آهيون.

تنهن تي حضور جن فرمايو ته جيڪو منش پوري سنت ستگوروءَ جي رهنمائيءَ ۾ پنهنجي اندر ايشوري گڻ اپنائي ٿو اهو آخر منش جي روپ ۾ پرماتما بڻجي ٿو پوي، پرماتما

ستگوروءَ کان اجازت گهر. بابا جن جو اهو جواب آهي ته سنت مت جا اصول اٽل آهن ۽ اهڙي قسم جي اجازت ڪڏهن به نٿي ڏئي سگهجي. ڪجھ وقت کانپوءِ جڏهن منهنجي تڪليف ڪافي وڌيل هئي ته ڪال منهنجي ستگوروءَ جو روپ ڏاري اندر آيو ۽ چيائين ته خاص حالتن ۾ خدمت جي صدقي اهڙين شين کي ڪم آڻڻ ۾ ڪو به اعتراض ڪونهي. اهو ٻڌي مونکي حيراني ٿي ته اندران حڪم هڪڙو ۽ ٻاهران ٻيو. جڏهن مون انهيءَ شڪل ڏانهن غور سان نهاريو ته سمجهي ويس ته هي محض دوکو آهي ۽ مون جڏهن پنجن نامن جو سمرڻ ڪيو ته اهو دوکيباز ڀڄي ويو.

پادري پروفيسر پڇيو، "ڪرائيسٽ به اهو سرت شبد جو ابياس ڪيو هو ڇا؟"

"بائيبل ۾ انهيءَ ڏانهن گهڻيئي اشارا آهن،" ستگورن مرڪ ۾ وراڻيو.

هُنئي پادريءَ پڇيو، "ڇا ڪرائيسٽ جي آتما هينئر اسانجي سهائتا نه ٿي ڪري سگهي؟"

حضور جن فرمايو، "نه. قدرت جو اهو قانون ئي ڪونهي. جڏهن ڪرائيسٽ هن دنيا ۾ موجود هو ته جن به ٻرابر سان هنجي شرن ورتي لنکي هن ڪرائيسٽ بڻائي ڇڏيو. پر هن وقت هنجي آتما رچنا جي هيٺين طبقن کان مٿي چڙهي چڪي آهي. هو هن دنيا ۾ پنهنجو مقرر ڪم ڪري واپس وڃي انهيءَ شبد ۾ سمايو، جنهن مان هو آيو. ڪرائيسٽ جو اصلي سروپ شبد هو ۽ جي اهو شبد جيون جي سهائتا ڪري سگهي ته پوءِ ڪرائيسٽ کي ديهه ڌارڻ جي ضرورت ئي ڪهڙي هئي؟ جي ڪنهن وقت هنجو ديهه ۾ اچي اپديش ڏيڻ ضروري هو ته اها ضرورت اڄ به موجود آهي."

ٻڌجندو. اڄ ٻه اهو شبد ٿي پرماتما آهي. سڀاڳو ۽ ڌنيه آهي اهو جنهن جي آتما شبد سان جڙي ٿي وڃي!

ٻئي استري پڇيو ته حضور 'ڪرائيسٽ' لفظ جي اکري معنيٰ ڪهڙي آهي؟ منهنجي خيال ۾ هنجو اهو نالو ئي ڪونه هو.

حضور مهاراج جن ورائيو ته پوري طرح مونکي پتو ڪونهي. شايد ان جي معنيٰ آهي رکشڪ يا نجات ڏيندڙ. هي سڄڻ (پادري) توهانکي ٻڌائي سگهندا. پر سمجهو ته توهين سپني ۾، يا جاڳرت اوستا ۾ يا ڌيان ۾ هڪ سروپ ڏسو ٿا جو پاڻکي ڪرائيسٽ ٿو چوي ۽ توهين پرم پيار ۽ ڀڳتيءَ ۾ اچي سندس حڪم مڃو ٿا ۽ هنجي هدايتن تي عمل ڪيو ٿا. ڪڏهن ڪڏهن هو اوهانکي اهڙيون گهٽنائون اڳواٽ ٻڌائي توهانجي وشواس کي پڪو ڪري ٿو ۽ پوءِ ڪنهن وقت توهانکي وڃي خبر پوي ٿي ته اهو ڪرائيسٽ نه هو پر ڪال جي هڪ گمراهه ڪندڙ شڪتي. هاڻي اهڙي دوکي کان ڪيئن بچجي ۽ ڪيئن ڄاڻجي ته سچ پچ اندر ڪرائيسٽ آيو آهي؟ توهان ڪرائيسٽ کي ته ڪڏهن ڏٺو ڪونه اٿيوَ. ڪري ڪال جون شڪتيون ڪيترن طريقن سان روحاني راهه ۾ اهڙي ابياسيءَ سان دولاب ڪن ٿيون.

ٻئي استري چيو ته ڪرائيسٽ جا فوٽا ۽ تصويرون به شايد هنجي اصلي روپ کي ظاهر نٿيون ڪن.

ستگورن اڳتي فرمايو، ”زنده گوروءَ جي هوندي به آهي ماياوي شڪتيون ساڌڪ کي دوکو ڏيڻ جي ڪوشش ڪنديون آهن. هڪ ڀيري مونکي ٽنگ جي هڏيءَ جي چوٽ سبب اسپتال ۾ داخل ٿيڻو پيو. ڊاڪٽرن ۽ منهنجي آفيسرن مونتي زور آندو ته بيدا ۽ برئنڊي ڪم آڻيان ۽ مونکي آگره ڪيائون ته انهن شين جي ورتاءُ لاءِ پنهنجي

لاءِ زنده ڊاڪٽر کي چڱي ڪنهن گذري وڃڻ مهاتما جا لکيل نسخا نہ ڪو نہ پڙهندا رهندا آهيون. ماڻهو آتما جي بسبت شرابر جو خيال وڌيڪ ٿا ڪن.

حضور جن فرمايو تہ پرماتما جو اهو وڏان آهي تہ سچن جگياسن جي رهنمائي ۽ رهبريءَ لاءِ هڪڙا پتر. سچا سنت هميشه هن سنسار ۾ موجود رهن ٿا.

ٻئي اسٽر چيو تہ اڄ ڪلهہ عام ماڻهو انهن سمجهن ٿا تہ پرماتما جي اوتار ۽ پيغمبر موڪلڻ جي شڪتي ختم ٿي وئي آهي.

حضور جن زور ڏئي فرمايو تہ، هيءَ دنيا ڪڏهن بہ سنتن کان خالي نہ هوندي آهي.

ٻئي اسٽر چيو تہ عام ماڻهو سمجهن ٿا تہ موجوده مهاتما جي اسانکي ضرورت ڪانهي. ڇاڪاڻ جو گذريل مهاتما اسانجي مدد ڪري سگهن ٿا اهو اهڙي طرح آهي جيئن ڪو چوي تہ منهنجي ڏاڏي ڏلاڻي عورت سان شادي ڪئي لهذا ڪري مونکي شادي ڪرڻ جي ضرورت ڪانهي. اهو بلڪل سيئي وني ٺهڪ ڏنا.

حضور مهاراج جن ان پادريءَ جنهن چيو هو تہ منهنجو ڪرائيسٽ سان ايڏو پيار آهي جو مان پنهنجي ڌرم کي ڇڏڻ لاءِ ڪنهن بہ طرح تيار ڪونہ آهيان، ڏانهن مخاطب ٿي فرمائڻ لڳا تہ اهو چڱي طرح ذهين نشين ڪرڻ گهرجي تہ ڪنهن دنيا ڌاري ستگوروءَ جي رهنمائيءَ هيٺ روحاني ابياس ڪرڻ جو اهو هرگز مطلب ڪونهي تہ پنهنجي ڌرم ۽ پريت ۽ شردا ڇڏي ڏجي. ان ابياسيءَ جو اهو پيار ۽ شردا تہ پاڻ وڌندا، جڏهن هنجي آتما شبد جهڪي بائيبل ۾ پرماتما چيو وار آهي، سان جڙندي تڏهن هو پاڻ بهتر عيسائي

پيار آهي انهيءَ جي ذريعي هنجي ڪوچ پدهنجي اندر ڪرڻ
کپي ڇاڪاڻ ته ڪرائيسٽ جو فرمان آهي ته "ڳوليو ته لوهان
کي ملندو."

پادريءَ پڇيو، "اسين پرماتما کي ڏسي ۽ هن سان
ڳالهائي سگهون ٿا؟"

حضور جن هنکي ٻڌين ڏٺاري چيو ته هنا بلڪل اهڙي
طرح جيئن لوهين مون سان ڳالهائي رهيا آهيو.

پادري چيو ته حضرت عيسيٰ کي ته گذرنـي ورهيه
ٿي ويا.

حضور جن وراڻيو ته ڪرائيسٽ ڪڏهن به مئو ڪونه آهي
پر هنکي ڏسڻ لاءِ ديهه ڌاري ڪرائيسٽ - زنده گوروءَ کي
ڳولڻو پوندو.

هڪ پادريءَ پڇيو ته عيسيٰ مسيح جيڪي سکيائون بائيبل
جي روپ ۾ اسان لاءِ ورثي ۾ ڇڏي ويو آهي، انهن سکيائن
تي عمل ڪرڻ سان هنکي ڏسي نٿو سگهجي ڇا؟

حضور جن وراڻيو ته انهيءَ وشيه تي اسانکي أدارتا ۽
عملي روپ ۾ سوچڻ کپي. خدا جي بادشاهت اسانجي اندر
آهي ۽ حضرت عيسيٰ به اسانجي اندر آهي. ڪو به پستڪ
اسانکي اندر وڃڻ جي سادنا سيکاري سگهي ٿو ڇا؟ بائيبل
۾ ڪٿي به انهن ڪريائن ۽ سادنن جو ذڪر آيو آهي ڇا جي
سادن خود ڪرائيسٽ ۽ هنجي پوئلڳن اندر وڃڻ لاءِ اختيار
ڪيا؟ لوڪ ايپاس تي ڪيترا وڏا پستڪ لکيا ويا آهن
پر انهن پستڪن ۾ سڀ کان اول اها چيتاوني ڏنل آهي ته
ڪنهن جيوت گوروءَ جي نگراني ۽ رهنمائيءَ کانسواءِ لوڪ
ايپاس جي پڙ ۾ مور نه پير پائجو.

لاليءَ راءِ روشنلعل چيو، "اسين بيماريءَ کان شفا پائڻ

جو خطرو نه ڪافي آهي.

ستگرون فرمايو، "ويدانت جو سار نه ڪي ورلا ئي سمجهن. باقي نادان ۽ اگياني ماڻهن جو نه انهيءَ ۾ سراسر نقصان آهي. ڀڳتي مارگ، برهم، امرتا ۽ دينتا جو مارگ آهي. بريوه ڪي لاهي ڪرڻ هميشه پسند ايندا آهن ۽ انهن مان جگياسوءَ کي ڪو نقصان ڪونه پهچندو، بلڪ پرمارٿي سفر جلدي طئي ٿيندو. پرماتما سان پريم جي هڪ لهر سوين يا هزارن گناهن کي ڌوئي ٿي ڇڏي ۽ پريمي جگياسوءَ کي هزارن واچڪ گيانين ۽ عالمن فاضلن کان سرشٽ بڻائي ڇڏي.

راءِ روشنلعل عرض ڪيو، "ويدانت جو اصلي مقصد هر جيو ۽ برهم جي ايڪتا ثابت ڪرڻ پراچين ويدانتين انهيءَ لاءِ آتمڪ سادنائن جو سهارو ورتي پنهنجي ابياس کي جيو آتما سان شروع ڪيو ۽ برهم ۾ وڃي سمايا.

هڪ پادريءَ چيو، "منهنجي خيال ۾ نه اسانجو ڌرم سڀني کان سٺو آهي.

راءِ روشنلعل پنهنجو رايو ڏيندي چيو، "جيتري قدر روحانيت ۽ حقيقت جو سوال آهي انهيءَ سڀني مذهبن جي تهه ۾ ساڳي آهي."

پادريءَ جواب ڏنو، "منهنجو ڪرائيسٽ سان ايڏو پيار آهي جو مان پنهنجي ڌرم کي ڇڏڻ لاءِ ڪنهن به طرح تيار ڪونه آهيان."

حضور جن فرمايو، "ڌرم مٽائڻ جي نه ڪا ضرورت ئي ڪانهي پر اتنو ضرور آهي نه لوهاڻڪي ڪرائيسٽ کي پنهنجي اندر ڏسڻ کپي. ڪرائيسٽ جي سچي حياتي پريم پيار ۽ سيوا سان ڀرپور هئي ۽ اسانجي واسطي انهيءَ کان وڌيڪ سٺو ڪو مثال ٿي نٿو سگهي. پر لوهاڻڪي جيڪر هن لاءِ

توهين چيو ته پري پورڻ پرماتما مان ۽ پنهنجي ذات کان هٽي آهي، پر تون توهين هڪ ئي مان ۽ پنهنجي سان سمجهڻ چاهيو ٿا.

ٻئي ڀيري سوال ڪيو ته حضور! ويدانتين جو اهو چوڻ ته هن سرشٽيءَ جي ڪابه هستي ڪانهي، اها نه اڳي هئي، نه هينئر آهي ۽ نه هوندي، اهو ڪيتري قدر صحيح آهي؟

ستگورن فرمايو ته ها. اهو سوامي شنڪر آچاريه جي گروءَ گوپد آچاريه جو لکيل اجاتيواد (سرشٽيءَ جو اناديواد) آهي. هنجو چوڻ آهي ته هن سرشٽيءَ جو ٽنهي وقتن — ماضي، حال توڙي مستقبل ۾ ڪو وجود ئي ڪونهي. يوگ وسشٽ، جو ويدانت تي هڪ پراڻو جوڳو گرنٿ آهي، ان ۾ درشٽ سرشٽ واد جي وياکيا ڪيل آهي ته اها توهانجي درشٽي آهي جا سنسار ٺاهي رچائي. درشٽ معنيٰ ڏسڻ ۽ سرشٽ جي معنيٰ آهي سنسار. يعني توهين ڏسو ٿا انڪري ئي سنسار آهي.

ٻئي ڀيري قبول ڪيو ته حضور! اهو منهنجي سمجهه کان ٻاهر آهي.

حضور جن فرمايو ته تمام ٿورا ماڻهو اها ڳالهه سمجهي سگهندا. ان لاءِ ئي ته مون اڳي چيو ته اهو مارگ سڀني لاءِ ڪونهي، ٻالڪ مورکن جي هٿ ۾ اهو ته اهڙي طرح آهي جهڙي طرح ڪنهن ننڍي ٻالڪ جي هٿ ۾ تکي ڇري. تنهن تي ٻئي ڀيري چيو ته مان سڀ جو ڪرتا ۽ پرماتما آهيان انهيءَ چوڻ ۾ آنند ته ڏاڍو آهي.

ستگورن وراڻيو، ”چوڻ ۾ نه پر سچ پچ بڻجڻ ۾ آنند آهي.“

راءِ روشنلعل پڇيو، ”مهاراج جي! اهڙي حالت ۾ ويدانتيءَ جو ادڪاري، هيٺيون اپاسني ۽ ڳهندڙي بڻجڻ

۴. دم – يعني اندرين جو دمن.
۵. اُپرتي – سڀني ٻاهرين ڪان من کي هٽائڻ ۽ ڌارمڪ رتين رسمن جي ٻنڌڻن کان پاڻکي آجو رکڻ.
٦. تتڪشا – سهن شڪتي، مصيبتن کي صبر سان سهڻ.
٧. شرڌا. يعني گروءَ جي وچنن ۾ پورن وشواس.
٨. سماڌان – من جي چستي ۽ ايڪاگرتا.
٩. مموکشا – مڪتي يعني پرماتما جي پراپتيءَ جي پرٻل اڇا.

جڏهن ۾ ستيان سڌ گڻ هوندا سو ئي ويدانت جي ابياس جو اڌڪاري سمجهيو ويندو آهي. هاڻي ٻڌايو ته ڪيترن ۾ اهي گڻ هوندا؟ جي ڪن جزوي پڙهيل لکيل ۽ سمجهو ماڻهن انهيءَ مان لاڀ ورتو ته باقي ڪروڙين ماڻهن جو اُڌار ڪيئن ٿيندو؟ ڇا هو پرماتما جي ديا مهر جي پائڻ جا لائق ئي نه آهن؟ پريم پراپتيءَ جو مارگ ته سڀني مردن زالن، پڙهيلن ۽ اڻ پڙهيلن، وڏن ۽ ننڍن لاءِ سمان آهي ۽ اهو آهي ڀڳتي مارگ، جنهن لئي ڇهن سالن جو ٻار به آسانيءَ سان هلي سگهي ٿو.

پادري پروفيسر چيو ته اهو بلڪل صحيح آهي. ٿرسٽر چيو ته حضور! اسين ته پاڻکي بادشاهه سمجهي ويٺا هئاسين. توهان ته اسانکي تخت تان ئي لاهي ڇڏيو.

حضور جن وراڻيو ته ائين ڪونهي. مان ته چاهيان ٿو ته توهين صرف نالي طور بادشاهه نه ٿيو بلڪ سچ پچ بادشاهه ٿيو. رڳو زباني جمع خرچ ڪرڻ واري وانگر نه چئو ته مان آتما آهيان، انادي، اننت، امر، ساڪشي جاڻيار، سرو وياپي، سرو گيانا، سرو شڪتيوان، اچل، رچنهار، من ۽ اندرين جي دائري کان مٿي آهيان پر حقيقت ۾ ائين ٿيو.

ڀڳراسٽر چيو ته حضور! ويدن انوسار ته برهم کان مٿي ڪجهه ڪونهي.

حضور جن آگر ڏنو ته ويد صرف ستو، رجو ۽ تمو ٽنهي گڻن جو ذڪر ڪن ٿا جن جو ڪم آهي اُتپتي ڪرڻ، پالڻ ۽ ناس ڪرڻ. ويد ان سرو شڪتيوان جي باري ۾ ڪجهه به ڪين ٿا ٻڌائين جو برهم کي ستا ۽ پرڪاش پردان ڪري ٿو. ڪرشن ڀڳوان گيتا (اڌياءُ ٣ شلوڪ ٤٥) ۾ ارجن کي اُپديش ڪري ٿو ته ويد صرف ٽن گڻن جي باري ۾ ذڪر ڪن ٿا. جيڪڏهن تون ستيه کي پائڻ چاهين ٿو ته انهن ٽنهي گڻن کان پاڻ کي مٿي ڪڻ. (ترئيه گڻيه وشيا ويدا نسترئيه گڻيو ڀو ارجن).

ڀڳراسٽر چيو ته ويدانت ڪاڏي ڪنهن وشيه تي معلوم ٿئي.

حضور جن فرمايو ته ويدانت جي شاسترن انوسار ويدانت جي اڀياس ڪرڻ جو صرف اهو اڌڪاري آهي جو هيٺين ٽن شرطن کي نڀاهي ٿو. انهيءَ مان ٿي ظاهر آهي ته ويدانت جو اڀياس ڪي ڳاڻ ڳڻيا ٿي ڪري سگهن ٿا. اڌڪاريءَ ۾ هيٺيان گڻ هجڻ گهرجن.

١. وويڪ – يعني صاف سوچ ۽ وچار دوارا محسوس ڪرڻ ته ڪهڙي وستو سچي، دائما ۽ امر آهي ۽ ڪهڙي وستو مٿيا، عارضي ۽ فنا آهي. اڌڪاري اهو بخوبي ڄاڻي ٿو ته آتما کان سواءِ باقي سڀ فنا ۽ ناسونت آهي.

٢. ويراڳ – يعني سنساري پدارٿن کان نرموهه ٿيڻ ۽ استري، ڌن ۽ سنتان وغيره کي مٿيا ۽ ناسونت ڄاڻي انهن ۾ آسڪت نه ٿيڻ.

٣. کٽ سمپتي – سم، يعني من جي استرٿا ۽ شانت
سماڌ ...

لوڀ، موهه ۽ اهنڪار آتما کي غلام بڻائي ويٺا آهن. جيستائين پوري ستگروءَ کان ڀيد وٺي ساڌڪ پنهنجي چيتنا کي نون دوارن مان هٽائي، ٽنهي شريرن کي لاهي، آتما کي من ۽ مايا جي گرفت کان بچائي پار برهم ۾ نه ٿو پهچي تيستائين زبان سان سوهنگ چوڻ فضول آهي ۽ اهو اهڙي طرح آهي جيئن ڪو مسخرو اسٽيج تي پاڻ کي راجا سڏائيندو آهي. پار برهم ۾ پهچي جڏهن آتما محسوس ڪري ٿي ته مان ستپرش جو جزو آهيان ۽ فرق صرف اهو آهي ته هو سمنڊ آهي ۽ مان انجو قطرو، تڏهن ٿي سوهنگ چوڻ سهائي ٿو ۽ ان کان اڳ نه.

بئرسٽر چيو ته سائين! توهان جيڪي فرمايو سو بلڪل نيڪ آهي. مون سوهنگ چئي جيڪا پرماتما جي هم جنس هئڻ جي دعويٰ ٿي ڪئي، تنهن لاءِ مان هٿ ٿو ڪڍان.

حضور جن فرمايو ته هوشيار وڪيل وانگر توهان کي خبر آهي ته ڪٿي ۽ ڪڏهن پنهنجي هار مڃجي. سڀ اڄي ڪل ۾ ڇٽڪيا. جڏهن ڪو مزور لنڊن جي سڙڪن تي چوندو ولي ته مان انگريزن جو شهنشاهه آهيان ته جهٽ هن کي سڀ بيوقوف سمجهندا.

بئرسٽر چيو ته حضور اسانجو من اسان کان عجيب و غريب ڪرم ڪرائي ٿو.

داتاجن وراڻيو ته اسان کي جڳائي ته جيڪي اڳيان جا پردا اسانجي آتما تي وڪوڙيل آهن انهن کي پوري گروءَ کان نام وٺي هٽايون. پوءِ ٿي آتما جو پرڪاش پوري روپ ۾ ظاهر ٿيندو ۽ صرف اها دعويٰ ڪرڻ سان ته اسين پرماتما آهيون، اسين پرماتما بڻجي ڪين پونداسين پر ان وچايل „هدائيءَ" کي پاڻ لاءِ اسان کي صحيح اپاءَ وٺڻا پوندا.

جيستائين راڄڪماري دشمن جي قيد ۾ آهي ايستائين هنجي
اها هار هئڻ نه مان راڄڪماري آهيان، وئرٿ آهي. اهڙي
ڳالهه تي پاڻ دشمن هنجي مذاق اُڏائيندا.

ٻئي ماستر پڇيو ته حضور! اسين ڀاڳڪي دنيا جي لالچن کان
ڇو ڪين ٿا روڪي سگهون؟

حضورجن وراڻيو ته اسانجي آتما اُتري نه نربل ۽ ضعيف
ٿي چڪي آهي جو هن سان مقابلو ڪرڻ لاءِ پنهنجي سموري
طاقت وڃائي ويٺي آهي. جيستائين اسين آتما جون زنجيرون
هڪ هڪ ڪري نه لاهينداسين، جنهن ڪال ڪوٺڙيءَ ۾
هو قيد آهي، اُتان کيس آزاد ڪري ڪلي ۽ صاف واهو مندل
۾ نه آڻينداسين ۽ جيستائين اُنکي اعليٰ زرهه ۽ هٿيارن سان
نه سجائينداسين ۽ انهن هٿيارن کي هلائڻ لاءِ ڪنهن اُستاد
جي رهبري ۽ رهنمائي اختيار نه ڪنداسين ايستائين هوءَ
پنهنجو وڃايل شان ڪيئن حاصل ڪري سگهندي؟

تنهن تي ٻئي ماستر چيو ته پوءِ سوهنگ جو نعرو هڻڻ نه
فضول آهي؟

ستگورن فرمايو، ”سوهنگ معنيٰ آهي، ’اُهو مان آهيان.‘
هي آتما جي موجوده حالت سان لاڳو نه آهي ڇو ته هن
وقت هوءَ شرير جي قيد ۾ ۽ من جي اڌين آهي. اهو اِشارو
ڪنهن خاص روحاني اوستا ۽ منزل ڏانهن آهي ۽ صرف
زبان سان سوهنگ چوڻ بيسود آهي جڏهن آتما شرير من
۽ مايا جي بندنن ۾ قيد آهي.

مان توهانکي وڌيڪ کولي سمجهايان. هن وقت اسانجي
آتما استول، سوکيم ۽ ڪارڻ شريرن ۾ قيد آهي. انهيءَ
کانسواءِ من مايا، ٽيهي گڻن، پنجن تتن ۽ پنجويهن پرڪرتين
ـ ... ... ي طرح جڪڙيل آهي. ڪام، ڪرودڌ،

اهو سڀ زبان سان چوڻ آسان آهي پر صرف عقل ۽ ترڪ ذريعي انهيءَ ۾ وشواس رکڻ مشڪل آهي. انهيءَ ڪري ويدانت جا آچاريه- مادو آچاريه ۽ ٻين پالڌجاي لوڪ جي مدد سان پنهنجي مقصد کي پراپت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. ڪجهه وقت ڪانپوءِ مادو آچاريه ۽ گيانيشور انتري ڌر چيو ته ڀڳتي مارگ ذريعي موڪش ملي سگهي ٿو.

نوجوان بئرسٽر چيو ته پاڻ کي برهم سمجهڻ وارو سدانت مونکي ڏاڍو پسند آهي. شموڪ تيڻ بدران سواءِ چوليءَ آهي؟ پٽ ڪان نه ٻيءَ تيڻ بهتر آهي.

حضور جن مشڪي ورائيو ته اهو گيان لوڪ جو مارگ الي ڪني ۽ خطرناڪ آهي. گسائين تلسيداس رامائڻ ۾ گيان مارگ کي تلوار جي ڌار سان ڀيٽيو آهي. لکن مان ڪو هڪ انهيءَ ذريعي پنهنجي لڪش کي پائي سگهي ٿو، هر هڪ جو ڪم ناهي. ڪو وياس، وشسٽ يا شنڪر آچاريه جهڙو ڪامياب ٿئي ته ٿئي، نه ته ٻين لاءِ مشڪل آهي.

"مان سمجهان ٿو ته آتما، جا پرماتما جو انش آهي، ٻالڪ پرماتما کي به ڪيترن سيمائن اندر ڪم ڪرڻو پوي ٿو، توهانجو ان باري ۾ ڪهڙو رايو آهي؟" نوجوان بئرسٽر پڇيو.

ستگورن فرمايو، "آتما بيشڪ راجڪماري آهي پر هن وقت من ۽ اندرين جي بندن ۾ قيد آهي. اهڙي حالت ۾ پرماتما جو انش هوندي به وشيه وڪارن جي طوفاني لهرن جو مقابلو ڪيئن ڪري سگهندي؟ ڀلي ڪٿي ظاهري اسين پنهنجون ڪمزوريون ۽ پاپ سويڪار نه ڪيون پر اسانکي اها پوري ڄاڻ آهي ته من جي اشارن تي اسين رات ڏينهن نچي رهيا آهيون ۽ بار بار واشنائن جو شڪار بڻجي ٿا وڃون.

چڙهيو آهي.”

حضور مهاراج جن وڌيڪ فرمايو ته اسانجي آتما پردن ۾ ٻڌڪن سان ٻڌڪي پيئي آهي. منش جيون جو اصلي مقصد آهي انهن پردن کي هٽائي-آتما کي پرماتما سان ملائڻ. فرق صرف انهن طريقن ۽ سادنن جو آهي جي طرح طرح جا مت متانتر انهن اگيان جي پردن کي هٽائڻ لاءِ اختيار ڪن ٿا. ويدانت گيان مارگ يعني عقل ٻڌيءَ جو مارگ، ڏيکاري ٿي ته پرماتما چاهي ٿو ته اسين اها ترڪ ۽ واد وواد جي راهه ڇڏي پريم ۽ ڀڳتيءَ جي ٻرن جي سهاري هن ڏانهن اڏامون. عقل اسانکي صرف دنيوي ڪم ڪار ڪرڻ لاءِ مليو آهي. ان اگر ۾ اسين پرماتما کي سمجهڻ لاءِ اسانجو هي عقل ۽ ٻڌي محدود ۽ ڪاڻو آهي.

ويدانتي ٻاڻ کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪري ٿو ۽ پاڻکي شرير، من ۽ پراڻن وغيره کان الڳ ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿو. هو ترڪ دلاوان ان نتيجي تي پهچڻ جي ڪوشش ڪري ٿو ته هو نڪي شرير آهي، نڪي پراڻ آهي (جي شرير کي هلائين ٿا) ۽ نڪي پراڻن کي ستا ڏيڻ وارو من آهي. هو آتما آهي. هو شرير، پراڻ ۽ من کي جيون ۽ شڪتي ڏيڻ واري سچي چيتن ستا آهي. اها چيتن ستا ئي پرم آتما آهي، برهم آهي، سمپورڻ سرشٽيءَ جو ڪرتا آهي. ويدانتي چون ٿا ته آتما جي الڳ هستي آهيئي ڪانه، اهو سڀ ڪوڙ آهي. مان ئي سنسار آهيان ۽ سنسار جو سنڀالڪ آهيان. مان ئي پرم چيتنا جو ساگر آهيان ۽ هي سنسار ان جون لهرون، ورن ۽ گجي آهن. اگيان دوارا اڳين تيل مايا ڪارڻ ئي منش خود برهم هوندي به پاڻکي نيچ ۽ تڇ سمجهي رهيو آهي.

پادري پروفيسر عرض ڪيو، "مهاراج جي! اسان توهانجو ڪافي وقت ورتو آهي ۽ اوهان نهايت تحمل سان اسانجي شنڪائن جو سماڌان ڪيو آهي. جي توهانجي اجازت هجي ته مان فقط هڪ وڌيڪ سوال پڇان.

حضور جن وراڻيو، "وڏي خوشيءَ سان پڇو. اهو منهنجو فرض آهي بلڪ مونکي سچن جگياسن جي سوالن کي ساڃاهڻ ۾ وڏي خوشي ٿيندي آهي."

تڏهن پادريءَ پڇيو، "سائين! ڪجهه روشني ويدانت تي وجهو. ويدانت، يوگ ۽ سنت مت ۾ ڪهڙو فرق آهي؟"

ستگورن فرمايو، "ڀارت درشن جون ڇهه شاستون آهن جنهنکي کٽ درشن چئبو آهي ۽ ويدانت ان مان هڪ آهي. يوگ به کٽ درشن جو هڪ انگ آهي ۽ ويدانت کان نيارو آهي پر سنت مت جي جاڻ انهن ڇهن تي کي ڪاڻجي. سنت مت جي منزل ۽ رسائي انهن سڀني کان مٿي آهي. پهرين پهرين وياس رشيءَ ويدانت شاستر لکيو پر ويدانت کي موجوده روپ شنڪر آچاريه (۷۸۸ کان ۸۸۸ عيسوي) ڏنو. هن ادويت واد جي استاپنا ڪئي جنهنجو سڌانت آهي ته پرماتما کان سواءِ ٻيو سڀ ناسونت ۽ ٻي بقا آهي. رامانج آچاريه (۱۰۱۷ کان ۱۱۳۷) جنهن دويت واد سڌانت جو پرچار ڪيو. اهو برهم جي سرگڻ روپ ۾ وشواس رکي ٿو ۽ چوي ٿو ته برهم ۽ آتما الڳ الڳ آهن پر ادويت واد ٻنهي کي هم جنس مڃي ٿو. هو چون ٿا ته برهم کانسواءِ ٻيو سڀ ڀرم آهي. "ايڪو برهم دئيه ناستي." هي جيڪي ڪجهه نظر اچي ٿو سو مايا وي سپنو آهي ۽ صرف اگيان جي ڪارڻ نظر اچي ٿو. جهڙي طرح دونهون آگ مان نڪري آگ کي لڪائي ڇڏي ٿو اهڙي طرح هي مايا برهم کي لڪائي

هلت چلت بہ جانورن وانگر آهي، تہ پوءِ ڇو ڪين قدرت اهڙي انسان کي هيٺين نيچ جونين ۾ موڪليندي جنهن جي هو سچ پچ لائق آهي؟ انهن جوڻ ۾ پراڻا آزمودا ۽ انيڪ هنجهي وڪاس ۽ اُنتيءَ لاءِ لاڀدائڪ ٿيندا. پيو توهان اهو بہ ڏٺو هوندو تہ ڪي ڪتا، ٻليون يا ٻيا ڪي جانور ڪن انسانن کان بہ وڌيڪ سٺي هلت ڪندا آهن. پوءِ ڇو ڪين پرماتما اهڙن آتمائن تي ديا ڪري منش چولو بخشيندو جنهن لاءِ هو صحيح روپ ۾ لائق آهن؟ قدرت جيڪو سبب انهن آتمائن کي سيکارڻ چاهيو ٿي اهو سبق هو بخوبي سکي چڏيو تہ منش جنم پائي حيواني ۽ هنسڪ ورتاءُ ڪرڻ ڪيڏو نہ هاڃيڪار آهي. در اصل، هي سڀ ڳالهيون انيڪ ڏٺارن سمجهڻ جهڙيون آهن باقي بڌيءَ ۽ بحث مباحثي ذريعي اهي سمجهي نہ سگهبيون.

پادري پروفيسر سهمت ٿيندي چيو تہ اهين برابر آهي.

ڊاڪٽر چيو تہ جيڪڏهن سڀ ڏک، درد ۽ بيماريون اسان جي گذريل ڪرمن جو ڦل آهن تہ پوءِ انهن کي دور ڪرڻ جي ڪوشش ۽ اپاءُ ڪرڻ جو تہ ڪو سوال ئي نٿو اٿي؟

حضور جن فرمايو تہ اهو درست ڪونهي. جيتوڻيڪ اهي ڪشٽ ۽ ڪليش اسان جي ڪيل ڪرمن ڪارڻ آهن تہ بہ انجو اهو ارٿ ڪونهي تہ اسان کي انهن کان ڇوٽڪارو پائڻ لاءِ ڪو بہ جتن ڪرڻ نہ گهرجي. ممڪن آهي تہ ڏک ۽ مصيبتون اسان جي هن جنم جي غلطين يا ڪرمن ڪارڻ هجن ۽ شايد اسين سولائيءَ سان انهن کي دور ڪري سگهون ۽ جڏهن اسين انهن کي دور ڪرڻ جي ڪوشش ڪنداسين تہ من ۾ سنتوش رهندو تہ اسان پنهنجي ڪوشش ڪئي آهي. انهيءَ ڪري انهن ڏکن کي چپ چاپ سهي سگهنداسين.

جي سڌن ۽ مهاتمائن انهيءَ ذڪر ڪيو آهي ۽ انهيءَ وچن ڪڏهن به غلط نه ٿيندو آهي. جيڪي هو پنهنجي اندر ۾ اکين سان ڏسن ٿا اهوئي سمجهائين ٿا.

هڪ پادريءَ چيو ته جڏهن ڪنهن ماضيءَ جي مهاتما جي وچن جي هر دماغ ۽ وقت جا مهاتما تائيد ٿا ڪن ته آهي وچن ضرور مهتو پورڻ ۽ پروسي جوڳا هوندا.

حضورجن فرمايو ته عجب جي ڳالهه ته اها آهي ته ماڻهو سمجهن ٿا ته هو سڀ ڪجهه پنهنجي عقل بُديءَ ذريعي سمجهي سگهن ٿا. انهن کي اها ڄاڻ ڪانهي ته اهڙا به لوڪ ۽ منڊل آهن جي هنن جي عقل بُديءَ جي پهچ کان بلڪل پري آهن.

ان تي مسلمان ڊاڪٽر چيو ته اهو انسان جو محدود عقل ۽ بُدي آهي جنهن هڪ ئي قرآن شريف جي معنيٰ وارن کي ٻاهتر فرقن ۾ ورهائي ڇڏيو آهي ۽ عيسائين به ايڪ پنت چالو ڪري ڇڏيا آهن.

پادرين مان هڪ، حضورجن کي ياد ڏياريندي عرض ڪيو ته توهين پنر جنم جي باري ۾ ڪجهه ٻڌائي رهيا هئا.

حضورجن فرمايو ته توهان پڇيو ٿي ته انسان ڪيئن نيچ ۽ اوچ جونين ۾ ڇو ٿو موڪليو وڃي؟ توهين ڏسو ته قدرت جي هر ڪار ۾ مصلحت رکيل آهي. جڏهن قدرت ڏسي ٿي ته ڪنهن ماڻهوءَ کي شڪار ڪرڻ ۽ جيو هتيا ڪرڻ جو ڀوت سوار آهي ته هوءَ هنڪي ترت ئي اهڙي جونءِ ۾ ڏئي جهڙوڪ شينهن جي يا چيتي جي، جتي هو آسانيءَ سان پنهنجي ان پرٻل اڇا جي پورتي ڪري سگهي. جيڪڏهن ماڻهوءَ ۾ ايا آهي حيواني عادتون آهن ۽ مدس جنم جهڙي امولڪ رتن جو ڪو به قدر نٿو ڪري ۽ سندس

سنسڳين کي نرڪ ۾ وڃي وهندا آهن ڇا؟

حضور جن فرمايو ته نه، جنهن به جيو کي پوري گوروءَ کان نام مليو آهي، جمدوت ان جي نزديڪ اچڻ جي به همت نٿا ڪن. نه رڳو ايترو بلڪ جمدوتن جو مالڪ مهراج به ستگوروءَ جي شبد کان ونسڻ ٿو وڃي. جي جمدوت ڪنهن سنسڳيءَ کي نرڪ ۾ وڃي وهندا ته ان جي رهائيءَ لاءِ پوري گوروءَ کي اچي نرڪن ۾ وڃڻو پوندو ۽ ان جو نتيجو اهو نڪرندو جو نرڪن جي سيني جيون جا بند خلاص ٿي ويندا ۽ سب نرڪ خالي ٿي ويندا، جا ڳالهه مهراج کي قيام قبول ڪانهي.

ڊاڪٽر پڇيو ته حضور اهي دکدائي مهراج ۽ ان جا دوت ڇو بڻايا ويا آهن؟

ستگورن فرمايو ته جي ڪجهه ڪٽائڻو هوندو آهي ته مهتر کي سڏ ڪبو آهي، جي ڪنهن بدمعاش يا ڌاڙوءَ کي پڪڙائڻو هوندو آهي ته پوليس واري کي سڏ ڪبو آهي. توهين خود سمجهي سگهو ٿا ته سماج جي انتظام لاءِ پوليس جو محڪمو اهڙو ئي ضروري آهي جهڙو ٻيو ڪو سماج سڌار محڪمو.

پادري حضور جن جي وچن جي تائيد ڪندي چيو ته برابر دنيا ۾ پرماتما کي ٻنهي پرن ۽ پاپي لوڪن سان واسطو پوي ٿو.

ڊاڪٽر چيو، "مان ته سمجهان ٿو ته هي سرڳن ۽ نرڪن جون ڳالهيون صرف ڪلپنا آهن ۽ انهيءَ مطلب سان گهڙيون ويون آهن ته لوڪ برائيءَ کان بچي نيڪيءَ ڏانهن مائل ٿين.

اهو ٻڌي سيني وڃي کليو.

حضور جن فرمايو ته اهو درست ڪونهي. سيني ڏومن

آهي. اهڙو منش پاڻ کي اهڙن ڪرمن کان بچائيندو رهي ٿو؛ سندس دل ۾ ائين ڪرڻ لاءِ قدرتي طور نفرت پيدا ٿئي ٿي.

بئرسٽر چيو ته اها صرف وشواس جي ڳالهه چئبي. ڇا ان کي ثابت به ڪري سگهجي ٿو يا نه؟

حضور جن فرمايو ته ها، جن پيارن کي سوکيم منڊلن جي ڪاروبار کي ڏسڻ جي اندروني اک مالڪ بخشي ٿو، انهن جي وچن يا سندن لکيتن مان اها ڳالهه ثابت ٿئي ٿي.

بئرسٽر انهن کان پڇيو ته هتي به ڪو اهڙو شيوڪ آهي جنهن کي اها انترڪ اک حاصل ٿي هجي؛ جيڪو اسان کي پنهنجا اهڙا انڀو ٻڌائي سگهي؟

حضور جن وراڻيو ته هتي اهڙا پيارا گهڻيئي آهن مگر هو گمنام رهڻ ٿي پسند ڪن ٿا؛ پنهنجو پاڻ ظاهر ڪرڻ نٿا چاهين.

بئرسٽر چيو ته ان ۾ هنن جي خود نمائي يا مشهوري ڪرڻ جي ته ڳالهه ئي ڪانهي. صرف منهنجي جگياسا جو سمادان ٿي پوندو.

حضور جن فرمايو ته اهڙا سڄڻ به توهان کي صرف پنهنجا انڀو ٻڌائيندا پر ان مان توهان کي ڪيئن تسلي ٿيندي ته هو جيڪي ڪجهه چون ٿا سو سچ آهي؟

بئرسٽر چيو ته مونکي هنن جي ٻڌائڻ تي ئي وشواس اچي ويندو.

"پوءِ توهين منهنجي چوڻ تي ئي ڇو ڪين ٿا وشواس ڪريو؟" حضور جن مشڪندي فرمايو.

انهن تي سڀيئي اچي کل ۾ ٽڙڪيا.

فرمايو ته چڱو، ڊ، ڀائي، لعل توهان کي هڪ

ان شڪاري کي صرف هڪ بري عادت ڪارڻ سو جنم وٺي اهو ڪرمن جو ٻوج چڪائڻو پوندو. قدرت پنهنجو اهو پراڻو قانون بدليو ڪونهي ته جان جي بدلي جان ۽ اک جي بدلي اک ڏيڻي حساب چڪائڻو آهي. اهو قانون اڃا به پوري طرح لاڳو آهي. سو ڪرمن جو حساب ڪتاب چڪائڻو ئي آهي. جيڪڏهن موت کان اڳ اهو ليکو چڪتو نه ٿيو ته قرضدار کي اهو ليکو پورو چڪائڻ لاءِ وري جنم وٺڻو ئي پوندو. صرف چولي جي بدلائڻ سان قرضدار کي معافي نٿي ملي. هنجي سيني ڪرمن جو ليکو ۽ ايڏو ڏاڍو هنجي انتهڪرڻ تي پڪي طرح اُڪرل رهي ٿو. ان ڪرمن جي بندي کي نه ڪو ڪوڙي ثابت ڪري سگهي ٿو، نه بدلائي سگهي ٿو ۽ نه ئي ناس ڪري سگهي ٿو. ان ۾ درج ڪيل هڪ هڪ ڪوڏي به چڪائڻي پوندي. هر هڪ نيڪ ڪرم جو انعام ملڻو آهي ۽ هر هڪ بري ڪرم جي سزا ڀوڳڻي آهي.

ڊاڪٽر صاحب پڇيو ته اسانکي سزا ڇو ٿي ڏني وڃي؟

حضور جن وراڻيو ته اسانجي ڀلي ۽ بهتريءَ لاءِ، اسانکي سڌارڻ سنوارڻ لاءِ ۽ اسانجي پاپن کي ڌوئڻ لاءِ.

ڊاڪٽر سوال ڪيو ته جڏهن اسانکي ياد ئي ڪونه ٿو رهي ته اسان گذريل جنم ۾ ڪهڙا ڪرم ڪيا ۽ اسانکي ڪهڙي ڪرم ڪارڻ سزا ڏني وڃي ٿي ته پوءِ ان سزا جو فائدو ڪهڙو جڏهن سزا ملندڙ کي پنهنجو قصور ئي ياد نٿو رهي.

حضور جن فرمايو ته ان سزا جو اثر انتهڪرڻ تي امٽ روپ ۾ اُڪرل رهي ٿو ۽ ايندڙ جنمن ۾ آتما اهڙن ڪرمن کان اٹين ٿي وڃي جيئن ڪو زهريلي نانگ کان ڊڄندو

۽ آزمودا آتما جي اُنتيءَ ۽ وڪاس لاءِ ضروري آهن. آتما جي لباس مٽائڻ جو نالو آهي موت. آتما کي هڪ نئين ديهه ملي ٿي جنهن ۾ انهيءَ پنهنجي ڪرمن انوسار اهڙي انيڪ حاصل ٿين ٿا جي حقيقت ۾ هن جي اُنتيءَ لاءِ ضروري ۽ مفيد آهن.

جڏهن منش جو مرتبو ڏٺي ته جڏهن هو صرف ٻئي ڪارڻ ڪيترو ۾ وڃي ٿو پر سندس ڪيل ڪرمن جو حساب ڪتاب هن سان گڏ رهي ٿو. هو جنهن وقت ٿو اُتي انهن ڪرمن جو قرض ڪيس چڪائڻو پوي ٿو. قدرت سنگدل مهاجن جيان آهي. جيڪي قرض اوهان ڪيا آهن اهي پورڻ بنا اوهان لاءِ ٻيو چارو ئي ڪونهي. دنيا جي سيٺي ڏرمن ان سدانت کي ڀلي ڀيو آهي ته جيڪي پوکبو سو ئي لڻبو. انسان پنهنجي ڪيل ڪرمن جي ڦل لاءِ خود ئي ذميوار آهي. اهو ئي ڪرمن جو قانون آهي ۽ جنم جو سدانت به ان سان ڳائي ٻيڻي وانگر جڙيل آهي. پنر جنم ڪانسواءِ ڪرمن جي سدانت اڌورو ۽ اڻپورو رهجي ٿو وڃي. اسين سڀ لڳاتار ڪرم ڪندا وهون ٿا ۽ اهڙي ريت نت نئون قرض ڪٺي پنهنجي بوجي کي وڌائي رهيا آهيون. هي سڀ قرض چڪائڻا ئي پوندا. ان ڪانسواءِ ڇوٽڪاري جو ڪو ٻيو اُپاءُ ئي ڪونهي. هڪڙي ئي جنم ۾ اسين ڪرمن جو ايترو ته بوجهه ڪٺي ٿا وهون جو هڪ حياتيءَ ۾ چڪائڻ ناممڪن ٿيو پوي. نوجوان ٻڌائيندڙ پڇيو ته حضور! اهو ناممڪن ڇو آهي؟

حضور جن فرمايو ته سمجهو هڪ ماڻهو شڪار ڪرڻ جو ڏاڍو شوقين آهي ۽ هو پنهنجي زندگيءَ ۾ سؤ جانور ماري ٿو. اهو ڀاري بوج صرف تڏهن ئي ختم ٿيندو جڏهن اهي جانور واري واري سان ان شڪاريءَ جي جان وٺندا. سو

آهن. ڪي نہ وري سندر ۽ سڊول روپ رنگ ۽ سٺو دماغ کڻي ايندا آهن ۽ شاهوڪاريءَ ۾ لاڏ ڪوڏ سان پلبا آهن. ڪٿي اهين ۾ ڏسبو آهي تہ انسان جي ٻار ڪسان ڪتي جي گاڏي ۾ ايءَ جي پونگڙي جي وڌ ڪ سار سنڀال ٿيندي آهي.

ڪٿي ڏسندا آهيون تہ غريب ڪٽنب جو هڪ ئي ڪمائڻ وارو انهن کان کسيو ويندو آهي ۽ ويچارا ننڍا ٻار بي سهاري ۽ اناٿ بڻجي پوندا آهن. ڪٿي تہ ڪنهن پيرسن کي اڻ ميو ۽ اٿاهہ ڌن پيو آهي پر هنڪي ڪوبہ اولاد يا وارث ڪونهي جو ان ناڻي مان ڇوڙي ۽ ماڻي. هڪ گهر ۾ پتي جوان ۽ سندر استريءَ کي ڏهاڳ جو داغ ڏئي ٿو وڃي ۽ ڪيس ساري عمر روج ۽ راڙي لاءِ ڇڏي ٿو وڃي. ان ساڳئي گهر ۾ وري هڪ ٻڍڙي جنهنکي گهر ۾ ڪيرڪو نہ ٿو چاهي، پيئي جيئي. هن جون اهڙي اپاهج جيون مان آزاد ٿيڻ لاءِ ارداسون ۽ التجائون اگهامن ئي نٿيون. ڪو ٻار ڄائي ڄم کان ڪوڙهي آهي تہ ڪو گونگو ۽ ٻوڙو.

اِلي حضور جن سيٺي کان پڇيو تہ اهو سڀ ڇا جي ڪري آهي، انجو راز ڪهڙو آهي؟ ڇا پرماتما پنهنجي من ماني ٿو ڪري يا ڪن سان پاسخاطري ٿو ورتي تہ ٻين سان زور ظلم؟ يا پرماتما غلطي ٿو ڪري جنهن لاءِ کيس پوءِ افسوس ۽ پڇتاءُ ڪرڻو پوي ٿو؟ صرف ڪرمن جو لکيو يا پنر جنم جو سڌانت ئي ان منجهيل مسئلي جو صحيح ۽ سنتوش جنڪ جواب آهي. اسانجي هيءَ موجوده ٿوري زندگي اَن وڌي لمبي ۽ اننت جيون جو هڪ ننڍڙو حصو آهي. جنهن ۾ اسانجي آتما کي انيڪ جونين مان لنگهڻو پوي ٿو ۽ طرح طرح جا آزمودا ۽ تجربا حاصل ڪرڻا پون ٿا. اهيئي تجربا

حضور جن فرمايو ته سنت آنند وشواس وکڻ لاءِ ڪڏهن
هدايت ڪونه ڪندا آهن بلڪ هو ته دعوي سان چوندا آهن
ته ڪو بہ ڪمائي ڪري اهي سڀ نظارا پنهنجي اندر
ڏسي سگهي ٿو.

نوجوان ٻئرسٽر چيو ته آتمڪ اڀياس لاءِ ڪنهن خاص آسن
جي ضرورت آهي ڇا؟

حضور جن وراڻيو ته شبد ٻڌڻ لاءِ هڪ خاص آسن سهنج
پرايو ۽ وڌيڪ لاڀدائڪ آهي پر آسن جو خاص مهتو ڪونهي.
ڪهڙي بہ سولي ۽ آرام دائڪ آسن ۾ ويهي اڀياس ڪري
سگهجي ٿو. پر جيڪا مهتو پورڻ ڳالهه آهي سا آهي من جي
ايڪاگرتا ۽ نہ آسن.

هڪ پادريءَ چيو ته مان هڪ سوال پڇي سگهان ٿو؟
هندن جو پنر جنم ۽ آواگون ۾ وشواس جو سڌانت منهنجي
سمجهہ ۾ ڪونہ ٿو اچي. منش جنم مان ڪري، جانور جي جوڻ
پائي سگهجي ٿي ۽ جانور منش جو چولو پائي سگهي ٿو،
اهڙي طرح جيو آتما جونيون بدلائيندي رهي، اهو منهنجي
عقل کي ڪين ٿو اٽڪي.

حضور جن وراڻيو ته سنسار ۾ روزمره جيڪي وچتر
گهٽنائون، اسانجي سمجهہ ۾ نہ ٿيون اچن، انهن جو اهو ئي
صحيح ۽ ٺيڪ جواب آهي. اسين هر روز عجيب و غريب
ڳالهيون ڏسندا آهيون. هڪ ٻار دولتمند ۽ آسودي گهر ۾
جنم وٺي ٿو، سون جي پينگهي ۾ پلجي ٿو. ٻيو اُتي جنم
وٺي ٿو جتي نہ وڇائڻ لاءِ ڪو ڪپڙو آهي نہ پهرڻ لاءِ
وستر. ڪي جنم کان ئي انڌا، لولا لنگڙا ڇو ٿا، ڪي
موڪ، ته ڪي جنم کان ئي اپراڌي ورتي ڪٽي ايندا آهن.
ڪن کي مائٽ غربت ڪارڻ رستن ۽ راهن تي اڇلائي ڇڏيندا

سمرڻ ۾ لڳائين ٿا. سنت مت جي ابياس ۾ پهريان ۽ مکيه ڳالهه آهي پرماتما جو سمرڻ. پر سمرڻ هجي لڳاتار ۽ اڻ ٽوٽ جيئن من کي هيڏانهن هوڏانهن ڀٽڪڻ جو موقعو نه ملي. ان مهل پنهنجو خيال ٻنهي نيترن جي وچ ۾ جمائي رکڻ گهرجي. اها ساڌنا ڪيڏي مهل ۽ ڪٿي به شانتيءَ سان ڪري سگهجي ٿي ۽ ان ۾ ڪابه تڪليف يا ڪنائي ڪانهي. ان ابياس بابت مڪمل هدايتون دکشا ڏيڻ وقت ڏنيون وينديون آهن.

توهان اهو ڏٺو هوندو ته من جنهن به شيءِ جو خيال ڪندو آهي ته ان شيءِ جو آڪار ۽ روپ به اڳيان بيهندو آهي. ان کي چئجيتو، "ڌيان." سنت سنسارڪ پدارٿن جي ڌيان جي بجاءِ گوروءَ جي ڌيان ڪرڻ جي هدايت ڪن ٿا. گورو نانڪ صاحب جن فرمائين ٿا:

"اڪال مورت هيءِ ساڌ سنتن ڪي،
تاهر نيڪي ڌيان ڪو."

ارٿات سنتن جو امر ۽ ابناسي سروپ من کي ٽڪائڻ لاءِ آڌار ساڌن آهي.

ڌيان کانپوءِ انحد شبد يا الاهي آواز کي ٻڌڻو آهي. ٿوري ۾ چئجي ته آتمڪ ابياس جو اهو ٽي سار آهي. پهريان سمرڻ، پوءِ ڌيان ۽ پوءِ ڌن يعني آتما کي ان اڏگيت سان جوڙڻ. سمرڻ ذريعي اسين پنهنجي خيال کي ٻاهريان پدارٿن مان سميٽي ٽيسري تل ۾ ايڪاگر ڪريون ٿا، ڌيان ڪرڻ سان اسانجو خيال ان مرڪز تي ٽڪجي ٿو ۽ انحد شبد جي سهاري اسانجي آتما اوچن منڊلن ڏانهن پرواز ڪري ٿي.

پادري پروفيسر چيو ته اها ڳالهه صحيح معلوم ٿئي ٿي ۽ دل کي لڳي ٿي.

اڪان ڪونہ هوندو آهي. اهڙو شانتيءَ وارو ورڻ پڻ سمرڻ لاءِ نهايت ڪارائتو ٿيندو آهي ۽ لهڪري من جي ورتيءَ کي سولائيءَ سان اندر ايڪاگر ڪري سگهبو آهي. اهڙي سيتل ۽ شانت سمي اڀياسيءَ کي گهرجي تہ پنهنجي من کي استر رکي پنهنجي خيال کي شو نيتر ۾ ايڪاگر ڪري.

حضور جن وڌيڪ فرمايو تہ ڌيان ڏيئي ٻڌو تہ اسانجي شرير ۾ من ۽ آتما جو استان اکين جي پويان آهي. جهڙي ٽيسرا تل، ٽين اک، شو نيتر، اشٽ دل ڪنول يا فقط سويدا ڪري سڏيو ويو آهي. هيءَ اها ئي جاءِ آهي جتان اسانجو من ۽ آتما شرير جي نون دوارن ذريعي دنيا ۾ ڦهلجي وڃن ٿا. اهي نو دوار آهن، ٻہ اکيون، ٻہ ڪن، ٻہ ناسڪائون، وات ۽ ٻہ هيٺيان دوار. اسانکي پنهنجي ڦهليل خيال کي سيني طرفن کان سميٽي الهيءَ مرڪز تي ايڪاگر ڪرڻو آهي. ان ڪيندر تي پنهنجي من کي آڻي بلڪل شانت ۽ اڏول ڪري بيهارڻو آهي.

سچين مهاتمائن ان منزل مقصود کي حاصل ڪرڻ لاءِ من جي سياڻ جو بخوبي اڀياس ڪري ڏٺو تہ هيءُ من هر وقت سنساري پدارٿن جو سمرن ۽ ڌيان ڪندو رهيتو. توهان سيني اهو ڏٺو هوندو تہ توهين بلڪل شانت ۽ خاموش ويٺا هوندا آهيو تڏهن ب توهانجو من اندر ئي اندر ڪجهہ نہ ڪجهہ سوچيندو رهندو آهي، ڪجهہ نہ ڪجهہ دهرائيندو رهندو آهي يا ڪنهن نہ ڪنهن ويچار ۾ غلطان هوندو آهي. من ڪڏهن ب استر ڪونہ رهندو آهي. هر هڪ پل ۾ هو هڪ وستوءَ کان ٻيءَ وستوءَ ڏانهن ڀوڙندو ئي رهيتو. سنت من جي ان عادت جو فائدو وٺندا آهن. هو من کي دنيوي سمرن ڪرڻ جي بجاءِ پرماتما جي پوتر نامن جي

آهن. پرمارٿيءَ کي پهچڻ جي نظر صرف هن انساني جامي جي اصلي مقصد يعني پرميشور پراپتيءَ لئي رکڻ جڳائي. جيڪي منش جي تقدير ۾ لکيل آهي، اهو هڪڙي اوس ملندو ۽ انهيءَ ڪري ڪيس رضا تي راضي رهڻ گهرجي. اميري غريبي، سک ڏک، مان اپمان، بيماري تندرستي، رنج ۽ راحت مطلب ته جيڪي انسان کي ملڻو آهي اهو اڳيئي پهچڻ جي لامت ۾ لکائي آيو آهي.

راءِ روشن لعل حضور جن کي عرض ڪيو ته ستگورو جي! توهان سنت مت جي ابياس بابت ڪجهه ٻڌائڻ چاهيو ٿي.

حضور جن ورائيو ته ها ٿورو مضمون بيو اڄ ٻڌايو ويو. ساڌڪ کي سڀني لڳائن کي دل مان ڪڍي، ڪنهن ايڪانت استان تي يا گوڙ بکيڙي کان پري ڪنهن ڪمري ۾ ويهڻ کپي. سڀ اُٿڻ کان ٻه ڪلاڪ اڳ واري سمي کي هندو شاسترن "برهم مهورت" سڏيو آهي. اهو وقت ڀڳتيءَ لاءِ بي مثل آهي. هونءَ ته سمورو وقت ئي پرماتما جو آهي ۽ ابياسيءَ کي جنهن به وقت سهوليت لڳي ان وقت مالڪ جي ياد ۾ ويهي سگهي ٿو پر امرت ويلي ايڇن ڪرڻ ۾ ڪي خاص خوبيون آهن جي ٻئي ڪنهن وقت ۾ نٿيون ٿي سگهن.

سوال صبوح جو اسانجو تن ٿوري سن رات جي آرام ڪرڻ بعد تازو توانو رهي ٿو. اڳئين ڏينهن جون چنتائون ۽ ڪم ڪاريون اسان کان وسري ويون ٿيون. نئين ڏينهن جي ڪم جو بوجهه اسانجي من تي اڃا غالب ڪونه هوندو آهي. چوڌاري شانتي ۽ سن سڪات هوندي آهي. آمد رفت جو شور غل به ڪونه هوندو آهي ۽ يار به سهيل هوندا آهن. ان مهل ڪنهن به اوچتي مهمان يا ملاقاتيءَ جي اچڻ جو

ڪن خاص گرنٿن پڙهڻ جو اڀياس ضروري آهي. نام دان ڏيڻ وقت پهريون اها ڳالهه جگياسوءَ کي سمجهائي ويندي آهي تہ هيءُ روحاني اڀياس صرف پرماتما جي پراپتيءَ لاءِ ڪرڻ گهرجي ۽ نہ سنساري سکن ۽ نعمتن لاءِ.

ٻئي اُستاد سوال ڪيو تہ حضور! ڪو بہ اهڙي روحاني ساڌنائون ڪري من جون مرادون پائي سگهي ٿو ڇا؟ انهن ڪرڻ سان ڇا ٿو هٿ حاصل ٿئي؟

حضور جن فرمايو، "دنيا ۾ ڪيترائي ماڻهو ڌن دولت رڌي سڌي، ۽ شڪتي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪيترن ئي قسمن جا منتر جپين ٿا ۽ ساڌنائون ڪن ٿا پر سچي متلاشيءَ کي پنهنجي زندگيءَ جو مول مقصد صرف پرماتما جي پراپتي رکڻ گهرجي. در اصل، هي انمول مانش چولو مالڪ صرف پنهنجي ملڻ لاءِ بخشيو آهي.

نوجوان ٻئي اُستاد پڇيو تہ انهن ساڌنن سان ڌن دولت يا عهدو حاصل ڪري سگهجي ٿو ڇا؟

حضور جن وراڻيو تہ ها، سنسار جون اڇائون پوريون ڪرڻ لاءِ الڳ الڳ منتر ۽ الڳ الڳ ساڌنائون ٿينديون آهن.

ٻئي اُستاد پڇيو، حضور! ڪجهہ بہ حاصل ڪري سگهجي ٿو پوءِ چاهي سندر استري هجي يا اڻ ميو ڌن؟

حضور جن فرمايو تہ اهي سڀ شيون ملي سگهن ٿيون پر توهانکي ان لاءِ وڏي قيمت چڪائڻي پوندي ۽ ساڳئي وقت توهانجي ڪرمن جو بوجهہ پڻ ڀاري ٿيندو. اهي اڇائون ئي اسانجي جنم مرڻ، بندن ۽ ڪليش جو ڪارڻ آهن. پرماتما جي کوجيءَ کي کڏهن بہ سنساري پدارٿن جي اڇا نہ رکڻ کپي. اهي هن روحاني راهہ ۾ وڏا روڙا ۽ رنڊڪون

# ٥. سنت مت جون روحاني ساڌنائون

ٻئي ڏينهن صبح جو سڀئي حضور مهاراج جن جي ڪوٺيءَ ۾ پهچي ويا. ان ڏينهن ڏاڍي ٿڌ هئي. حضور جن سگڙي ٻارڻ جو حڪم ڏنو. هنن پادرين کان پڇيو ته رات توهان آرام سان گذاري؟ انهن سڀني حضور جن جي ڪيل اعليٰ انتظام ۽ لذيذ هندستاني ناشتي لاءِ شڪر اَدائي ڪئي. گيسٽ هائوس جي سامهون نديءَ جي سير ۽ پريان هماليه پهاڙ جون برف سان ڍڪيل چوٽيون هنن کي ڏاڍيون رمڻيڪ لڳيون.

پادرين جي اڳوان چيو ته هتي جي شانت ۽ آنند ڀري واتاورڻ ڪارڻ من کي ڏاڍي راحت ملي ٿي.

ان کانپوءِ ڳالهيون شروع ٿيون. پادري پروفيسر چيو ته حضور! جيڪڏهن اوهين ٺيڪ سمجهو ته اسان کي ٻڌايو ته توهان جا ستسنگي پرماتما جي پراپتيءَ لاءِ ڪهڙا پرمارٿي ساڌن ۽ ڪريائون ڪندا آهن؟

نوجوان ٻئرسٽر چيو ته اهي ڳالهيون ته شايد گپت رکيون وينديون آهن.

حضور جن وراڻيو ته مان توهانکي سڀ کولي ٿو سمجهايان. پوءِ توهين پاڻ ئي فيصلو ڪري سگهو ٿا ته اسين ڪجهه گپت رکون ٿا يا نه. ڳالهه جو سلسلو جاري رکندي حضور جن وڌيڪ چيو ته پهريان اها ڳالهه ڌيان ۾ رکڻ جوڳي آهي ته نام جي دکشا وٺڻ لاءِ ڪنهن قسم جي ڪرم ڪانڊ يا ريتين ٻين آڏنبرن جي ضرورت ڪانهي ۽ نڪي وڏا وڏا منتر ياد ڪرڻا آهن. ان لاءِ ڪي ڏکيا نيم ڪونهن ۽ نڪو

جتي چاهي اُن کي اُتي موڪلي.

تنهن تي ٻئي ماسٽر پڇيو، ”جي توهين ماس کائڻ جي منع ڪريو ٿا ته پوءِ چمڙي جا بوٽ ۽ ٻيون چمڙي جون شيون ڪم آڻڻ ڪيتري قدر جائز آهي؟“

سنگورن فرمايو، ”مان نٿو سمجهان ته خاص ڪري ڀارت ۾ ڪو صرف چمڙي وڪڻڻ جي واسطي ئي جانورن کي ماريو ويندو آهي. ڪيترا جانور قدرتي طور مرن ٿا جن مان ڪافي چمڙو حاصل ٿئي ٿو. ٻيو ته زندگي گذر ڪرڻ لاءِ ڪا نه ڪا سيما نشچت ڪرڻي پوندي ۽ اهڙا به ماڻهو آهن جي چمڙي جا بوٽ پائيندا ئي ڪونهن.“

مشري پروفيسر چيو، ”سنگورو جي! اسين توهان جا نهايت شڪرگذار آهيون جو توهان اسان کي سنت مت جا اصول اُتي سندر ۽ سرل ڍنگ سان کولي سمجهايا.“

حضور جن پوءِ سيني جگياسن ڏانهن مخاطب ٿي فرمايو، ”ڪافي دير ٿي چڪي آهي، هاڻي توهين ڀلي آرام ڪريو.“

مشري پروفيسر ورائيو، ”اسان هتي سياڻي به رهڻ جو فيصلو ڪيو آهي ۽ اسان مان هڪڙو لاهور وڃي وڏي پادريءَ کي ان بابت اطلاع ڏيندو.“

سنگورن فرمايو، ”تمام سٺو. صبوح جو نوين بجي گڏباسين.“

وندر ورونهن سان موج مزي لاءِ مارڻ جو حساب اوس ڏيڻو پوندو.

پادري پروفيسر پڇيو ته پلا ڪتا، سهه، مڪڙ، لڏيون ۽ ڪيڙا ماڪوڙا جيڪي فصل کي برباد ڪن، انهن جو ڇا ڪجي؟

حضور جن وراڻيو ته توهين انهن کي ماري سگهو ٿا. جڏهن ٻن برائين مان هڪڙي چونڊڻي پوي ته وڏي برائيءَ کي ڇڏي ڏيڻ کپي. آدم زاد جي رکيا لاءِ ننڍن، شينهن ۽ چيتي جهڙن خطرناڪ جانورن کي مارڻ ۾ پاپ نٿو لڳي.

پادريءَ چيو ته ڪڏهن ماس کائڻ ۾ به ضروري ٿيندو آهي؟

حضور جن وراڻيو ته ماس کائڻ سان ماڻهوءَ جي دل ڪٺور ٿيڻ جو ڀو آهي ۽ هنجو ٻين جيون ڏانهن رخ نردئي ٿيو پوي. ماس کائڻ ڪري دڻا ۽ ڪوملتا جون ڀاونائون نشٽ ٿي وڃن ٿيون ۽ روحاني چڙهائيءَ ۾ وڏو وگهن ٿو پوي.

ٻئي پادري پڇيو ته حضور! جن جانورن جو ماس کائون ٿا، اسين ته پاڻ انهن کي سرشٽ جولين ۾ پهچائڻ ۾ سهائڪ ٿيون ٿا.

اهو ٻڌي حضور جن ٺهڪ ڏئي فرمايو، ”جڏهن توهين ڪنهن جانور کي ماري ان جو ماس کائو ٿا تڏهن توهين صرف انهيءَ کي جسماني طور نقصان پهچايو ٿا پر انهيءَ جي آتما تي توهان جو ڪوبه ڪنٽرول نٿو رهي. روحاني ترقي ته آتما جي ٿيندي آهي، شرير جي نه. توهين ٻڌايو ته جنهن جانور جو ڪو ماس کائي ٿو ته انهيءَ جي آتما جي اڳتيءَ جي باري ۾ ڪو هو فيصلو ڪري ٿو سگهي ٿو؟ اهو فيصلو انهيءَ عرشي طاقت جي هٿ ۾ آهي ۽ هرءِ

آهي، تڏهن هن طئي ڪيو ته اهڙيون شيون کائڻ جن کي گهٽ ۾ گهٽ پيڙا جو احساس ٿئي ۽ اهڙي طرح گهٽ ۾ گهٽ پاپ لڳي. لنهڪري هن ويشنو ڀوڄن اختيار ڪيو. ساڳئي سڌانت سان ڦل ڦروٽ ۾ درد ۽ پيڙا محسوس ڪرڻ جو مادو قريب هوندو ئي ڪونهي. اُهي ٻين جيون وانگر نڪي چيخن، نڪي چلائن. سنت فرمائين ٿا ته ڪاڏي بغير زنده رهي نٿو سگهجي لنهڪري پنهنجو آهار اهڙو رکو جنهن جي ورتائڻ سان ڪرمن جو بوج گهٽ ۾ گهٽ لڳي ۽ اهڙي سنسار کي ڇڏڻ جو اُدم ڪريو جتي جيو هنسا ڪرڻ بنا رهي نٿو سگهجي! جو توهان جو ”اصلي گهر“ ڪونهي.

نوجوان بئرسٽر پڇيو ته حضور! ڪال اهڙو عجيب انتظام ڇو ڪيو آهي؟

حضور جن فرمايو ته ڪال هن سنسار جو حاڪم آهي، هو نٿو چاهي ته هن جي ان جيلخاني مان هڪ به آتما آزاد ٿي نڪري وڃي، هو هڪ هڪ آتما لاءِ خوفناڪ جنگ جوٽي ٿو.

پادري پروفيسر چيو ته حضور! توهان جو چوڻ آهي ته شڪار ڪرڻ، مڇي مارڻ ۽ سڀ ڪنهن قسم جي جيو هنسا خراب آهي. ڀلا چيتي ۽ واگهه کي مارڻ به خراب آهي؟

حضور جن وراڻيو ته اهو حالتن تي مدار ٿو رکي. جانورن کي مارڻ ۽ انهن تي ظلم ڪرڻ خراب آهي پر ڪڏهن اهڙو موقعو اچي ٿو جڏهن توهانکي انهن کي مارڻو ئي پوي ٿو. سمجهو ته هڪڙو چيتو آهي جو توهانجي شهر يا ڳوٺ لاءِ هڪ قاتل آزار بڻجي ٿو. هو توهانجا جانور کڻي وڃي ٿو ۽ ڳوٺ جا ڪيترائي ماڻهو ماري ٿو. اهڙين حالتن ۾ هن جو خاتمو ڪرڻ جائز ٺهرائي سگهجي ٿو. پر جانورن کي محض

آهي. باقي ٻيا چار تت بلڪل ٿوري انداز ۾ هوندا آهن ۽ دٻيل هوندا آهن. انهيءَ ڪلاس ۾ ساڳي سبزي، وڻ ٽڻ اچي ٿا وڃن ۽ انهن ۾ پاڻيءَ جو تت مکيه هوندو آهي. ڪي اهڙيون ٻاجهيون هونديون آهن جي سڪائڻ سان ڏهين ڀتي وڃي بچنديون آهن.

٢. ٻئين ڪلاس ۾ آهي جيو اچي ٿا وڃن جن ۾ ٻه تتو اگني ۽ پرٿوي پرڌان هوندا آهن، جهڙوڪ جيت جنتر، ڪرتا، بلائون وغيره.

٣. ٽئين ڪلاس ۾ اچن ٿا پکي ۽ پرندا جن ۾ ٽي تت- جل، اگني ۽ هوا پرڌان هوندا آهن.

٤. چوپايا جانور چوٿين ڪلاس ۾ ٿا اچن جهڙوڪ ڳائيون گهوڙا وغيره. هنن ۾ آڪاش يعني ٻڌيءَ جي تت کان سواءِ باقي ٻيا چارئي تت هوندا آهن ۽ اهو ئي سبب آهي جو جانورن ۾ ٻڌي يا سمجهه گهٽ هوندي آهي.

٥. پنجين ڪلاس ۾ آهي انسان جنهن جي شرير ۾ پنجئي تت پوري ميزان ۾ موجود آهن.

انڪري ماڻهوءَ کي مارڻ جي سزا موت آهي پر گهوڙي يا ڪتي کي مارڻ جي سزا موت ڪانهي. اوهين ان جانورن جي مالڪ کي عيوضو ڏئي راضي ڪري سگهو ٿا. جيڪڏهن اوهين ڪو پکي ٿا ماريو ته، ان جو پاپ ڪتي کي مارڻ جي پاپ کان گهٽ آهي. ساڳئي وقت جو پاپ هڪ ڪوئي يا سهي کي مارڻ سان لڳي ٿو، اوترو هڪ گل ٽوڙڻ يا گجر ڪاٽڻ سان ڪين ٿو لڳي. انڪري جڏهن براهمڻ رشين منين ڏٺو ته ڪال هن سنسار جو انتظام ائين ئي بڻائي رکيو آهي ته هڪڙو جيو ٻئي جيو کي کائڻ سان ئي زنده رهي سگهي ٿو ۽ ساڳئي وقت جيو هنسا ڪرڻ ۾ مهاپاپ

ڪندو. جانورن جو ماس کائڻ سان انسان جي اندر پرشت ٿيو پوي ۽ هو جانورن جهڙو ٿي ويهي پوي.

پروفيسر وراٽيو ته اسين پيڙهين کان وٺي ماس وراٽيندا آيا آهيون. هاڻي اهو ڇڏڻ اسان لاءِ ڪيڏو نه مشڪل ٿيندو!

حضور جن فرمايو ته جتي چاهه آهي اتي راهه آهي ۽ مالڪ انهن جي مدد ۽ سهايتا ڪري ٿو جي نيڪي ۽ دَيا جي مارگ تي هلڻ جا چاهڪ آهن. سوين اميريڪا ۽ يورپ جا سنسڪي آهن جي ويشنو ڀوجن ورتائين ٿا ۽ ڪابه ڏکيائي محسوس ڪانه ٿا ڪن.

پادري پروفيسر چيو ته پرماتما جي پيار خاطر اسان کي ڪجهه نه تياڳ ڪرڻو ٿي پوندو.

نوجوان بئرسٽر چيو ته سنتن نه اهين به چيو آهي ته وڻ ٽڻ ۽ ساڳ سبزي ۾ به جان ۽ چيتنتا آهي.

حضور جن فرمايو ته اها حقيقت آهي. جيڪو ڪڻڪ جو داڻو اسين کائون ٿا ان ۾ جان آهي. گورو نانڪ صاحب فرمائين ٿا. "جيتي داڻي ان کي جيئا باجهه نه ڪوهه." مولانا روم صاحب جو ڪلام آهي "سبزگاهه وانگر مان ڪئين دفعا پيدا ٿيو آهيان ۽ چوراسي لک جونيون ڀوڳيون اٿم." پر جيون جي چيتنتا، محسوس ڪرڻ جي شڪتي ۽ وڪاس ۾ تفاوت ٿيندو آهي ۽ انڪري ڪنهن به ساهواري کي کائڻ جو پاپ اُن مطابق لڳي ٿو جيترو اهو دک ۽ ڪشٽ محسوس ڪري ٿو. مان ان حقيقت کي وڌيڪ صاف ڪريان ٿو. ڇڱو ڏيان ڏيئي ٻڌو. هن ساري رچنا کي پنجن درجن ۾ ورهائي سگهجي ٿو. تتن جي زيادهه يا ٿوري ماترا ۾ هئڻ ڪري سنسار ۾ پنجن قسمن جا جيو آهن.

ا. پهرئين ڪلاس جي جيون ۾ صرف هڪ تت مکيه هوندو

کيائون ته کنهن به پراڻيءَ کي دک نه ڏيو. گورو ارجن ديو مهاراج جن کي جڏهن خبر پيئي ته کي ستسنگي انهيءَ حکم جي پوري طرح پجاوري نٿا ڪن ته هن خود انهيءَ حکم کي دهرائيندي آگيا ڏني ته گورو نانڪ صاحب جن ڪڏهن به اهڙي غلط اجازت ڪنهن کي به ڪانه ڏني هئي.

حضور جن انهيءَ وشيه تي وڌيڪ روشني وجهندي فرمايو ته انهيءَ حقيقت کان ڪير به انڪار ڪين ڪندو ته جن جانورن ۽ پکين کي اسين ماريون ٿا انهن مان ڪير به مرڻ ڪونه ٿو چاهي ۽ هرڪو پنهنجي جان بچائڻ جي پوري ڪوشش ڪري جيئڻ چاهي ٿو. توهان ڏٺو هوندو ته ڪاساڻي جڏهن جانور کي ڪٺڻ لاءِ پڪڙيندو آهي ته هو ڪيئن نه پاڻ ڇڏائڻ لاءِ سرتوڙ ڪوشش ڪندو آهي. انهيءَ ڳالهه کان ڪير انڪار ڪري سگهندو ته هو انهيءَ وقت سخت پيڙا محسوس ڪن ٿا. ڇا هو پرماتما جا جيو ڪونهن ۽ هن کي بي رحميءَ سان ذبح ڪرڻ جي سزا پرماتما اسان کي ڪونه ڏيندو؟

پادري پروفيسر چيو ته ها، اها حقيقت آهي ته جڏهن اسين مرغين يا ٻين پکين کي ڪاٽيندا آهيون ته هو دردناڪ ۽ دلسوز آواز پيا ڇيڪيندا آهن.

حضور مهاراج جن فرمايو ته جيڪڏهن پسون ۽ پکي سک دک محسوس ڪن ٿا ته پوءِ هن کي مارڻ مهاپاپ آهي ۽ هن جو خالق اسانکي ان لاءِ ڪڏهن به معاف ڪين ڪندو.

پروفيسر اهي اکر وري به دهرايا ته هو ايذاءُ ته محسوس ڪن ٿا.

حضور جن فرمايو ته جيڪر به پرماتما کي پيار ڪري ٿو ۽ هن سان ملڻ چاهي ٿو اهو ڪنهن به جيو جي هتيا ڪين

نه ڪي ڏيڻ جو. (هتي پنهنجي ماس کائڻ جو مطلب آهي عبادت ۽ رياضت ڪري پنهنجي شرير کي ڏبرو ۽ پتلو بنائڻ).

مسلمان ڊاڪٽر چيو ته ها، حضرت محمد صاحب سڄي حياتيءَ ۾ صرف چار دفعا ماس کاڌو هو. قرآن شريف جي هڪ آيت آهي ته قرباني ذريعي جانورن جو ماس خدا کي منظور ڪين آهن پر هن کي منظور آهن صرف ڀڳتي ۽ نيڪ پاڪ زندگي.

الي باوا هرنامسنگهه چيو ته گورو نانڪ صاحب جن ته ڪڏهن به ماس کائڻ کان منع ڪين ڪئي.

حضور جن ورائيو ته هن ته بلڪل منع ڪئي آهي، پر هن مونکي حڪم ڏنو ته مٿان منهنجي ڪمري مان هڪڙو فارسي ڪتاب کڻي اچ جنهنجو نالو آهي "دبستان مذاهب". پروفيسر جگموهن‌لعل اهو ڪپورٿلا جي راجا جي لئبرريءَ مان کڻي آيو هو.

مان جلدي وڃي مٿان اهو ڪتاب کڻي آيس ۽ اچي ستگورن کي ڏنم. هن ڪتاب کي ڪيترن ئي هندن اُٿلايو ۽ ڪجهه منٽن کانپوءِ باوا هرنامسنگهه کي اهو ڪتاب ڏيندي چيائون ته هنجو ليکڪ هڪ وڏو مسلمان ودوان محسن فاني هو. جو گورو ارجن ديو مهاراج جن جو سم ڪالين هو ۽ سندس ڪتاب ۾ انهيءَ وقت جو وشواس جوڳو ذڪر ڏنل آهي.

باوا هرنامسنگهه انهيءَ ڪتاب مان ٢٣٨ صفحي تان پڙهڻ شروع ڪيو جنهن ۾ لکيل هو، "گورو نانڪ پنهنجي سکن کي ماس ۽ شراب ورتائڻ جي سخت منع ڪئي. هن پاڻ ڪڏهن ماس، ڪونه ورتايو ۽ پنهنجي سنگت کي هدايت

تي ۽ ڪرڻ جو ڀاري قرض چڙهي ٿو. ماس کائڻ سان روحاني راهه ۾ رڪاوٽ پوي ٿي."

ٻئي ماستر وري پڇيو ته پرماتما هي پسون ۽ پکي اسانجي ڪاج لاءِ ڪين اُپايا آهن؟"

حضور جن ڪليو ۽ ڪانئس پڇيو ته جي شينهن ۽ چيتا انسان جي باري ۾ توهان کان اهو سوال پڇن ته پوءِ توهين ڪهڙو جواب ڏيندا ؟

ٻئي ماستر اعتراض ڪندي چيو تہ انهن ڪڏهن به نٿو ٿي سگهي ته ماڻهو جانورن جي خوراڪ لاءِ بڻايو ويو آهي.

حضور جن ورائيو ته جانورن جا ويچار توهانجي ويچارن کان مختلف ٿي سگهن ٿا.

نوجوان وري سوال ڪيو تہ حضور سڀ مسلمان ۽ ڪي عيسائي ته ماس ورتائيندا آهن.

حضور جن فرمايو ته ڪنهن به سنت پنهنجي سکن ۽ شيوڪن کي ڪڏهن به ماس کائڻ جي اجازت ڪين ڏني آهي پوءِ چاهي هو ڪهڙي به مذهب، ملڪ يا وقت جو هجي. عرصي پڄاڻان، جڏهن ماڻهو انهن سنتن جون اصلي سکيائون وساري ٿا وهن ته پوءِ هنن جا شش جيڪي صرف نالي جا شش آهن، انهن منع ڪيل شين کي ورتائڻ شروع ٿا ڪري ڇڏين.
حضرت محمد پيغمبر صاحب جي جيون تي مون هڪ ڪتاب ۾ پڙهيو ته هن اوائلي زندگيءَ ۾ صرف ۴ دفعا ماس ورتايو هو. مولانا روم صاحب جو ڪلام آهي :-

"لهن کي گفت سلطان زمان،
لهي خود گفتا لہ لهي دیگران."

يعني ان عالي سلطان (پيغمبر محمد صاحب) جنهن ماس کائڻ جي اجازت ڏني آهي، اهو لهنجو پنهنجو ماس آهي

ڏٺي ٿو جيڪو هڪ پياسي آتما کي، جنهن کي روحاني دکشا ملي ٿي، مٿين منڊلن ۾ پرويش ڪرڻ وقت ڏٺي ٿو.

نوجوان ڊرائيور چيو ته اها جيڏي ئي مرڻ واري ساڌنا ته ڏاڍي ڪشٽ دائڪ ٿيندي.

حضور مهاراج جن فرمايو ته نه ائين ڪونهي. ٦ سالن جو ٻار به ڪامل مرشد جي رهنمائيءَ ۾ اها ساڌنا آسانيءَ سان ڪري سگهي ٿو.

پادريءَ پڇيو ته پوءِ سڀ ماڻهو ائين ڇو ڪونه ٿا ڪن؟

حضور جن جواب فرمايو ته اهو سڀ انهيءَ ڪري جو انهن کي نڪي گورو مليو آهي ۽ نه انهن کي هن مارگ جو پتو آهي.

ڊرائيور پڇيو، "پيلا مونکي انهيءَ روحاني راز کي ڄاڻڻ لاءِ اهڙي دکشا ملي سگهي ٿي؟ انهيءَ لاءِ ڪي شرط آهن يا ڪا خاص تياري ڪرڻي پوندي؟"

حضور جن وراڻيو ته ها، ان لاءِ سڀ نشيدار شيون، ماس مڇي، بيدا، مرغي يا انهن مان ٺهيل ڪيڪن، پيسٽرين کان پرهيز ڪرڻي آهي ۽ نيڪ پاڪ زندگي گهارڻي آهي.

ڊرائيور عجب وچان چيو ته ڇا ڪيڪ ۽ پيسٽريون به ڇڏڻيون پونديون! اها ته سچ پچ مشڪل ڪسوٽي آهي.

دنيا جي ساگر حضور مهاراج جن مشڪي فرمايو ته ان ڳالهه جو سارو مدار آهي ته انسان ڪهڙي ڳالهه کي ٿو وڌيڪ مهتو ڏئي- هن زندگيءَ جون فاني ۽ ڦڪيون خوشيون ڪين بقادار روحاني دولت!

نوجوان ڊرائيور پڇيو ته حضور! ماس کائڻ جي پيلا ڇو منع ڪيل آهي؟

" [illegible] جي جان وٺڻ ڪري دل ڪٺور ۽ بي رحم بڻجي

صحيح ارٿ معلوم ٿيو آهي.

ستگورن فرمايو ته هرڪو سرت شبد جو ابياسي اهو جيئري مرڻ جو مشاهدو ماڻي ٿو. موت وقت ڇا ٿو ٿئي؟ پهريان آتما شرير جي الڳ-هٿن، پيرن، ٽنگن ۽ ٻانهن مان سميٽجي پهرئين چڪر يعني گدا چڪر ۾ اچي ڪٺي ٿئي ٿي. اُتان پوءِ ڌاري ڌاري مٿي اچي ڪنٺ چڪر ۾ ڪٺي ٿئي ٿي. ان مهل هٿ، پير ۽ شرير ٺنڊو ٿي پوي ٿو. اکين جون پتليون مٿي چڙهي وڃن ٿيون ۽ آتما اکين جي مرڪز مان پرواز ڪري وڃي ٿي. موت ائين ٿيندو آهي. ابياسي هر روز انهيءَ حالت مان گذري ٿو، جنهن کي جيئري مرڻ سڏجي ٿو. حضرت محمد صاحب پڻ چيو آهي ته "موتو قبلا مؤتو" يعني موت اچڻ کان اڳ مرو. هڪ مسلمان ڊاڪٽر چيو ته مونکي هاڻي سمجهه ۾ آيو ته حضرت صاحب جن جي ان قول جو ڪهڙو مطلب آهي.

نوجوان ماسٽر پڇيو ته جيڪڏهن ابياسيءَ جي آتما پنهن ۾ شرير خالي ڪرڻ کانپوءِ ان ۾ واپس نه اچي ته پوءِ ڇا ٿيندو؟

حضور جن وراڻيو ته ائين ٿيندو ئي ڪونهي. هنجي مرضيءَ مطابق آتما اچي وڃي سگهي ٿي. اها ڳالهه ابياسيءَ جي وس ۾ آهي. هرهڪ ابياسيءَ کي مرليءَ جي دوار کي هر روز پار ڪرڻو پوندو آهي. شرير جي ٻاهرين حصن مان سميٽجي، آتما جو اندر وڃڻ، اهو سادنا جو پهريون ڏاڪو آهي. شو نيتر ۾ پهچڻ کان اڳ، مرليءَ جي حالت پيدا ڪرڻ يعني سرت کي شرير مان مڪمل طور سميٽڻ لازمي آهي. پراچين گريس جي مشهور فلاسافر پلوٽارڪ جو به ساڳيو انڀو آهي. هو چوي ٿو ته آتما کي موت وقت اهو ساڳيو انڀو

گهرجي ڇو جو اُهي ته پرماتما جا اوتار هوندا آهن.

حضور جن فرمايو ته سنت جنم مرڻ کان نيارا آهن. هو جيستائين چاهين زنده رهي سگهن ٿا. اُنهن جي موج ۾ ڪنهن جو به دخل ڪونهي. هنن جو موت عام ماڻهوءَ جيان ڪونه ٿيندو آهي. جڏهن به سنت سنگورو شرير ڇڏڻ چاهيندو آهي ته هو ان کي ائين ڇڏي ڏيندو آهي جيئن پراڻا ڪپڙا لاهي ڇڏيا ڪجن. هو هر روز پنهنجي سمرن ڪري پنهنجي آتما کي ارچن منڊلن ۾ وٺي وڃن ٿا جنهن جو مطلب ٿي اهو آهي ته هو روز مرن ٿا. هنن کي هن سنسار جو ۽ زندگيءَ جو ڪو به موهه ڪونهي ۽ انهيءَ ڪري هو موت کان نٿا ڏڄن. در اصل، اهڙن سنتن کي هيءَ دنيا هڪ وڏو جيلخانو لڳندو آهي ۽ جڏهن سندن مشن يا مقصد پورو ٿئي ٿو ته هو هن دنيا کي ڇڏي پنهنجي پرم ڌام ۾ وڃي نواس ڪن ٿا. انهيءَ ۾ شڪ ڪونهي ته جي هو چاهين ته صدين تائين هڪ ئي شرير ۾ زنده رهي سگهن ٿا پر اهڙن ڪرشمن ڏيکارڻ ۾ سنتن جي رُچي بلڪل ڪانه ٿيندي آهي. بلڪ وانگر هو پرڪرتيءَ جي سڀني نيمن جو پالن ڪندا آهن.

راءِ بهادر منالعل وچ ۾ ٿي چيو ته سنتن جي گفتي ته نهايت اتم آهي پر اسين رواجي ستسنگي ته هن سنسار ۾ ڪي خوش نٿا سمجهون ۽ انهيءَ انتظار ۾ رهون ٿا ته هن جيل خاني مان جلدي بلڪ خلاص ٿيون.

انهي تي حضور جن ڪبير صاحب جي باڻيءَ جو هي حوالو ڏنو:

”ڪبير جس مرني سي جگ ڊري موهي من آنند،
ڪب هي مرئي ڪب هي پائيئي پورن پرمانند.“

مشري پروفيسر تائيد ۾ چيو ته سينٽ پال به لکيو آهي ته مان روز مرندو آهيان پر اج ٿي مولڪي سندن وچن جو

گراوٽ ۽ گندگي هميشهه ڇو ٿي اچي؟

حضور جن جواب ڏنو ته اهو به قدرت جو قانون آهي. زمين جڏهن بنجر ٿي پوندي آهي ۽ کيتيءَ جي لائق نه رهندي آهي ته انکي وري آبجائو بنائڻ لاءِ، تازا ڦل ڦول ۽ صحت بخش سبزيون پيدا ڪرڻ لاءِ پاڻ جي ضرورت پوندي آهي.

نوجوان پادريءَ وري پڇيو ته پرماتما اهڙن عهدن ۽ نرمل اصولن جي ارد گرد اها گندگي ۽ غلاظت ڇو ٿو ڪٺي ڪرڻ ڏئي؟

حضور جن وراڻيو، ته ائين ٺيڪ آهي، پر جڏهن انهن ريتين ۽ رسمن جي به غلاظت ڪٺي ٿئي ٿي ته پوءِ روحانيت کي وري روشن ۽ صاف سٿرو ڪرڻ لاءِ ڪيس ٿي دنيا ۾ اچڻو پوي ٿو.

ان گفتي کي ٻڌي سڀئي وٽي ٽهڪ ڏنا.

حضور جن وڌيڪ فرمايو ته اها ڳالهه ڪڏهن به وسارڻ نه کپي ته هن سرشٽيءَ جو سنڀالڪ، پرم پتا پرماتما جيڪي ڪري رهيو آهي سو هميشهه اسانجي ڀلي ۽ بهتريءَ لاءِ هوندو آهي. انهن دکن، ڪليشن ۽ ذلتن ۾ اها حڪمت رکيل آهي ته ان سرجڻهار جي دِيا مهر جو ساگر جوش ۾ اچي انسان جي پاپن کي ڌوئڻ لاءِ روحاني رحمت جون لهرون موڪلي.

ان کانپوءِ حضور جن انهن پادرين کان پڇيو ته گروءَ جي باري ۾ انجا به ڪجهه توهانکي پتو آهي؟

ڪو جواب ڏئي تنهن کان اڳ نوجوان پرسٽر پڇيو ته حضور! سنت مرن ڇو ٿا؟ ان سوال تي سڀئي وٽي کليو. انهن ٿي ان پرسٽر ڇيو ته ها، انهن کي ته مرڻ ٿي نه

ڀڳتيءَ جو دان ڏيڻ لاءِ اچن ٿا. اُهي مالڪ سان ملائڻ جي مارگ ڏيکارڻ لاءِ، هن جي بادشاهت ۾ داخل ٿيڻ جو دروازو کولڻ لاءِ هن سنسار ۾ اچن ٿا.

هڪ پادريءَ پڇيو ته، عيسيٰ مسيح کي "ڪرائسٽ" "مارگ" "سنسار جي جوت" ۽ "سچائي ۽ پيار" سڏيو ويو آهي. پادري پروفيسر چيو ته، عيسيٰ کي "شبد" "لوگاس" "ديهه ڌاري شبد" ۽ "اوتار" به چيو ويو آهي.

تنهن تي حضور جن فرمايو ته ڀڳوان ڪرشن جنهن کي هندو پرماتما جو اوتار ڪري مڃين ٿا. گيتا ۾ چيو آهي ته جڏهن جڏهن ڌرم جي هاڃي ٿئي ٿي ۽ سنسار ۾ پاپ ۽ اڌرم ڇانئجي ٿو وڃي تڏهن مان خود ڌرم جي استاپنا ڪرڻ لاءِ اوتار ڌاري اچان ٿو. (گيتا ۴-۷)

پادري پروفيسر چيو ته ڪير اُنهن کي ڪٿي ڪهڙي به نالي سان سڏي مگر اُهي پرماتما وٽان ئي اچن ٿا ۽ پرماتما جي طاقت کڻي اچن ٿا.

حضور جن فرمايو ته ماڻهو انهن نالن تي فضول جهيڙا ۽ فساد مچائين ٿا. جيڪڏهن ڪو به اُدار ۽ صاف دل سان کوج ڪندو ته هن کي هر ڌرم ۽ مذهب جي تهه ۾ ساڳي سچائي ملندي. جڏهن به روحانيت بيڪار رسمن رواجن يا بيجان ڪرم ڪانڊ جي ڌنڌ ۽ دونهين سان ڍڪجي ڀرشٽ ۽ بدنام ٿئي ٿي تڏهن اُهي پرماتما جا پيارا وقت بوقت هن سنسار ۾ اچي ان کي چيتنا پردان ڪري روحاني راهه کي روشن ڪن ٿا. اهڙي ريت هيءَ روحاني مشعال هر جڳهه ۽ هر سمي ۾ پرڪاشمي رکي وڃي ٿي.

اِتي پادري پروفيسر پڇيو ته حضور! ڀلا روحانيت ۾ اها

اڳ ئي چئي چڪو آهيان ته انهن ڪونهي لـ جي چيزون اسانجي سمجهه ۾ نٿيون اچن، انهن جو ڪو وجود ئي ڪونهي. سياڻي سقراط کي به اهو معلوم ئي پيو ته گيان جو ڪو اهڙو منبع به ٿي سگهي ٿو جو منطق (Logic) جي پهچ کان پري هجي. ڪيئين پيرا نوجوانن کي ڏسندا آهيون لـ هو اهڙين ڳالهين جو پروسي ۽ دعوي سان بيان ڪندا آهن جن بابت هنن کي ذرو بـ بوجهه ڪانه هوندي آهي. ڪهڙي نه کل جهڙي ڳالهه چئجي؟ انهن نڪي هن پرمارٿي وشيه جو ابياس ڪيو آهي، نڪي ان باري ۾ ڪا کوج ڪئي آهي. ان هوندي به توهين ڏسندا ته هو آتما، پرماتما، سرڳ نرڪ ۽ سرشٽيءَ جي ليلا جي باري ۾ ائي فائدي پنهنجا رايا ڏيندا رهندا آهن.

اِلي نوجوان پادريءَ پڻ چيو ته عيسيٰ مسيح فرمايو آهي ته مان ۽ پرم پتا هڪ آهيون.

حضور جن فرمايو ته ها ۽ ڪيس بائيبل ۾ ايشور پتر به سڏيو ويو آهي.

هڪ ٻئي پادريءَ چيو ته عيسيٰ خود به ائين فرمايو آهي. حضور جن فرمايو لـ توهين اهڙن شخص کي ”خليل الله“ يعني خدا جو دوست به چئي سگهو ٿا، جيئن ابراهيم کي چوندا آهن. توهين انهن کي رسول الله يعني خدا جو قاصد يا پيغمبر سڏي سگهو ٿا جيئن حضرت محمد صاحب کي سڏيندا هئا. توهين هنن کي ساڪيات پرماتما به چئي سگهو ٿا جيئن رام ۽ ڪرشن لاءِ چئبو آهي. اهي هن سنسار ۾ نجات يا مڪتي ڏيندڙ، وچ وارا يا سفارش ڪندڙ بڻجي اچن ٿا، يا ائين چئو ته ان پرماتما دئاران موڪليا وڃن ٿا. اهي پرماتما جي روپ ۾ منش ۽ منش جي روپ ۾ پرماتما هوندا آهن جي دنيا مهر جو سنديش کڻي اچن ٿا ۽ دنيا کي پرڪاش ۽

جڏهن وقت لوهين ڪنهن به سوال جي جواب ڏيڻ شروع ٿا ڪريو ان مهل دماغ ۾ اچانڪ پرڪاش جي جهلڪ اچيو وڃي.

حضور مهاراج جن فرمائڻ لڳا ته ان ڳالهه کان ته ڪوبه انڪار ڪونه ٿو ڪري ته اسانجي آتما اڻ پالڪ سمنڊ جي هڪ بوند آهي يا اسين ائين چئي سگهون ٿا ته اسان سيني جي اندر ان پرماتما جو انش موجود آهي ۽ ڪوبه جيو جيترو وڌيڪ ان پرماتما جي ويجهو ويچي ٿو اوترو وڌيڪ اهو انش هن ۾ پرگهٽ ٿئي ٿو. هڪ ڪوي، فلاسافر، وڻگيانڪ، يوگي يا ان کان وڌيڪ هڪ پهتل آتما جي اندر، هڪ معمولي انسان جي ڀيٽ ۾ اهو پرماتما جو انش وڌيڪ ظاهر ظهور آهي. جيئن ئي هي اسانجا استول پردا لهندا وڃن ٿا تيئن ئي اهو پرڪاش يا اسانجي اندر ۾ جيڪو پرماتما آهي اهو وڌيڪ روشن ٿئي ٿو ۽ نيٺ اها اوستا اچي ٿي جڏهن هو پنهنجي سمپورڻ روپ سان اسان ۾ پرگهٽ ٿئي ٿو. جڏهن اها اوستا اچي ٿي ته اسانجي آتما ٿي ڪي به حدن جا بندن يا رڪاوٽون نٿيون رهن. اسين پنهنجي اڇا انوسار اوچن منڊلن جو سير ڪري سگهون ٿا. انهن منڊلن جا رهسيه ۽ راز اسانجا راز بڻجن ٿا ۽ انهن منڊلن جون شڪتيون اسان جون شڪتيون ٿيو پون. آتما ان اسيم پرماتما ۾ ملي هڪ ٿيو پوي. بوند سمنڊ ۾ سمائجي سمنڊ ئي بڻجي پوي ٿي. در اصل، هرهڪ آتما استول پردن ۾ ڇپيل سرو شڪتيوان پرماتما ئي آهي. بادلن کان مٿي ته نرمل آڪاش آهي جتي سورج پوري آب تاب سان چمڪي رهيو آهي.

اهي بادل ئي ان اندڪار جو ڪارڻ آهن. جڏهن تيز هوا ڪرن ڪي ٽيڙي پکيڙي ڇڏيندي آهي ته سورج پنهنجي [illegible] پرڪاش سان روشن ڏسبو آهي. پر جيئن مان

واڳ ۾ اچي منش ڇولو ڌارڻ ڪري هنجي دکن ۽ دردن کي دور ڪرڻ لاءِ مجبور ڪين ٿيندو؟

حضور مهاراج جن اچا اهين چئي مس بس ڪيو ته راءِ روشنلال وچ ۾ ئي چيو ته منهنجي سمجهه ۾ اتو اچي ته جو پرماتما انت، اگم ۽ سرو وياپي آهي سو ڪيئن هڪ انساني شرير ۾ سمائجي سگهندو؟

حضور جن فرمايو ته راءِ صاحب، انجو سبب اهو آهي جو ماڻهو سمجهن ٿا ته پرماتما وڏنڪنت ۾ ڪنهن هند براجمان آهي ۽ اتان ئي هن سنسار جو چرخو هلائي رهيو آهي. هو ان اگم پرماتما کي محدود دائري ۾ بند ڪن ٿا. پرماتما ته الک آهي، اگاڌ آهي، هرجاءِ حاضر ناظر آهي. حساب جو ڪوبه ڄاڻو اوهانکي ٻڌائيندو ته جيڪڏهن اکت (Infinity) مان اکت گهٽائبو ته به اکت بچندو. بيحد مان بيحد ڪڍبو ته باقي بيحد ئي بچندو. اُشواس اُپنشدن جي شانتي پاٺ ۾ هن رمت ورنن ٿيل آهي :-

”اوم پورڻ مدا پراڻ مدنگ پوُرنت پران اءُد چتي“

هتي پورڻ جو ارث آهي مڪمل، اسيم، بيحد. پرماتما پورڻ آهي، اسيم آهي. جيڪڏهن اُن پورڻ مان پورڻ ڪڍبو ته پورڻ ئي باقي بچندو. جيڪڏهن اسين هنجي منش ڇولي ۾ اچڻ جي ٻوگينا ۾ شڪ يا گمان ٿا آڻيون ته اسين ”پورن“ ۽ ”اسيم“ جي معنو کي وساري ٿا ڇڏيون. ڇا سڀ روپ ان جا روپ ڪونه آهن؟ چڱو اها ڳالهه مان توهانکي هڪڙي نموني تو سمجهايان.

پر راءِ روشنلال وچ ۾ ئي چيو ته حضور! هاڻي ته سڀ ڪجهه چڱي طرح سمجهه ۾ اچي ويو آهي. ڏسجي اهين پيو ته توهين ڪابه ڳالهه صرف واڻيءَ سان ڪين ٿا سمجهايو پر

ڏيکاري نٿو ڏئي.

ٻيائي ڪاڻ هنجي سمجهه ۽ ڪم ڪرڻ جي شڪتي نه گھٽجي وڃي ٿي پر هن کي لوڀ ۽ وشيه واسنا ٻاڻ وڌيڪ وڪوڙي وڃي ٿي. هنجو شرير مرجهائجي وڃي ٿو ۽ هن جي صحت برباد ٿي وڃي ٿي. هر ڪو هنکي ڌڪار ڀري نظر سان ڏسي ٿو. هو لاعلاج بيمارين جو شڪار بڻجي ٿو. پنهنجن اڳائن کي پورو ڪري نٿو سگھي پر پوئين جون واشنائون جيڪي لرپت نه ٿي سگھيون آهن اهي پڙڪو ڪائي هنجي جيءَ کي جلائينديون رهن ٿيون. هي اهڙيون غلطيون ڪيو وهي جيڪي ڪڏهن به معاف نٿيون ٿي سگھن ۽ انڪري نه رڳو هنکي ٻين جا طعانا مهڻا سهڻا پون ٿا بلڪ هنجي استري ۽ ٻار ٻه هنکي منهن تي وجاهو ڪين. هو موت لاءِ واجهائي ٿو پر موت اچيس نٿو. ڪڏهن ڪڏهن ته اهڙي مصيبت کان ڇوٽڪارو پائڻ لاءِ آپگهات ڪرڻ لاءِ ٻه سوچي ٿو.

سو اِها آهي منش جي زندگي جنهن ۾ اسين سرگردان آهيون ۽ اهڙا دشت جيو جيڪي پنهنجي پاپن جو پڇتاءُ ڪرڻ بنا مري ٿا وڃن انهنکي هزارن سالن تائين دوزخ جون عقوبتون ۽ عذاب سهڻا پون ٿا. افسوس! ڇڻن ڏهاڙن جي هن منش ڇولي جو غلط اُپيوگ ڪرڻ لاءِ ڪيڏي نه ڀيانڪ جزا ۽ سزا ڀوڳڻي پوي ٿي!

دوزخ جي عذابن جو تہ توهين سوچي بہ نٿا سگھو. روح روئن رڙن ٿا، ڇيڪن ٿا ڇلائين ٿا پر ڪو بہ هنن جي ورلاپن کي اونائي ڪونہ ٿو. ترلوڪيءَ جو مالڪ، ڪال دیا مان ڇا جاڻي؟ پرم پتا پرماتما کي پنهنجي اولاد جي هيءَ بري دردشا ڏسي جھورو ڪين ايندو؟ هو دیا جي

جڏهن واسمان جي طوفان جو اهو پهريون دؤر پورو ٿئي ٿو نه پوءِ هنکي ڪمائڻ ۽ گذاري ڪرڻ جو فڪر اچيو واڙهي. ان لاءِ هو در در ڀٽڪي ٿو ۽ روزگار جي تلاش ۾ آفيسن جا چڪر ڪاٽي ٿو. جتي وڃي اُتي هنکي دڙڪو داب ۽ ڦتڪار ملي ٿي. جتي وڃي ٿو اتي لکيل ڏسي ٿو، "هتي نوڪري خالي ڪانهي." هنجي استري، هنجا ٻار هن تي زور آڻين ٿا نه وٺيٽي ڀڃي اچ، وٺيٽي قرض ڪٽي اچ ٻيا چوري ڪري اچ پر پيسا ڪٺي اچ، اسين ٻئي ڪاٽي ڪونه جيئنداسين. رات ڏينهن اهو چنتا جو گهٽو هنجي ڪليجي کي ڪائيندو رهي ٿو. هو آواري ڪتي وانگر هيڏانهن جو هوڏانهن پيو ڀٽڪي. سمورو وقت اهو ٻاري بوجو هنجي چت تي چڙهيو ٿي رهي ٿو. نتيجو اهو ٿو نڪري جو هن جي گهر ۾ گهوٽي ۽ ڪاڪل اچيو واسو ڪري ۽ هنجي وواهت جيون جو سچو آنند ڪافور ٿيو وڃي.

گهر گرهستيءَ جون فرض اداٻون، ٻارن جي لکائي پڙهائي ۽ شاديون مراديون جون رسميون رسمون نباهڻ لاءِ هي مجبور ٿي قرض ڪٽي ٿو ۽ ان تي ويهاج وڌي اهڙو نه هن لاءِ بوج ٻڌجو پوي جو چڪائڻ نٿي مشڪل ٿيو پوي. ويچاري کي ڪورٽ ۾ گهليو وڃي ٿو. هو پنهنجين اڳين نادانين ۽ غلطين لاءِ پڇتائي ٿو پر 'اب پڇتائي ڪيا هوت، جب چڙيان چگ گئي کيت.'

ڏک ۽ ڏوجهرا لڳاتار برسات وانگر هن تي نازل ٿيندا رهن ٿا. هي 'جل بن مڇلي' وانگر لڙڇندو رهي ٿو. هو وقت کان اڳ ئي ٻڍو ٿيو پوي. هنجون اندريون ڪم ڪرڻ کان جواب ڏيو وهن. هنکي چوطرف سواءِ اونده انڌڪار جي ڪجهه نه نظر نٿو اچي. ڪٿان به هنکي مدد جو ترورو

هو گونگو ۽ ٻوڙو، هندوري ۾ پيو رهي ٿو ۽ پنهنجو ڏک درد ڪنهن کي به ٻڌائي نٿو سگهي. سوُر مٿي ۾ اٿس پر هن جا مائٽ پيا ڪيس پيٽ جي سوُر جي دوا ڏين ٿا ۽ سندس پيڙا ۾ ٻيڻ اضافو ڪن ٿا. هو ٻري طرح روئي ٿو، رڙي ٿو، پر اهو نٿو ٻڌائي سگهي ته ڪيس ڪٿي درد آهي. هن جا ماءُ پيءُ به سمجهي ٿا پون ته هن جو ڪهڙو علاج ڪرائون. مجبور ٿي ماءُ ٻار جي چيڙڻ ۽ چلائڻ مان تنگ ٿي ڪيس ماري ٿي. هن جو ٻالپڻ گهڻو تڻو بيمارين ۾ ئي گذري ٿو. ڪجهه وڏو ٿئي ٿو ته ٻيون مصيبتون اچيو هن کي گهيرن. هن کي راند روند جو شوق ٿو ٿئي پر مائٽ هن کي اسڪول ۾ موڪلڻ چاهين ٿا. هو ان بيسوادي شغل کان ڇٽڻ لاءِ ڪئين بهانا ٻڌائي ٿو پر ان مان ڪيس ڪو به ڇوٽڪارو نٿو سجهي. گهر ۾ مائٽن جي چيڀ ۽ ڦٽڪار ۽ هوڏانهن اسڪول ۾ ماستر جو ڏنڊو. هن جو اهو غفلت جو سمو به ڏکن ۽ پريشانين ۾ نڪريو وڃي.

ان کانپوءِ اچي ٿي جواني، جا آهي غلطين ۽ اُرمانن جو ڀنڊار. نه چاهيندي به قدرتي خواهشون ۽ اُنهن جو زور اثر ته هن کي وڪوڙي ٿو ڇڏي جو هن جي عقل ۽ هوش تي پردو پئجي ٿو وڃي ۽ هو اهڙا ڪرم ڪريو وهي جن جو نتيجو سواءِ شرم ۽ افسوس جي ٻيو آهيئي ڪونه. ڪام ۽ اندرين جا ڀوڳ هن جي چت تي ڇانيل رهن ٿا. حياءُ ۽ آتم سنجم هن وٽان پر ڪيو اڏاميو وڃن. هو خوبصورت چهرن پٺيان ڊوڙندو وتي ٿو. اها به توهان سڀني کي سڌ آهي ته جوانيءَ ۾ ماڻهو ڪهڙا نه ڪلور ڪري ٿو. جڏهن شادي ٿو ڪري ته مٿن مائٽن ۽ ٻارن ڏانهن پنهنجا فرض ۽ جوابداريون وساريو وهي.

۽ مالڪ جا ڀڳت آهن جن سک ۽ شانتي پراپت ڪرڻ لاءِ پنهنجو ناتو پرڀوءَ سان جوڙي رکيو آهي. ڌن دولت سان ڪڏهن به سک ۽ سنتوش نٿو ملي سگهي. جي اهين هجي ها ته ڪروڙين ۽ اربن جو خاوند راڪفيلر پنهنجي ڪارخاني جي هڪ مزور کي، جو پنيءَ تي بوجهه کنيو پئي ويو، ڏسي ڪين چئي ها ته ڪو منهنجي ساري پونجي وٺي ۽ اُن جي عيوض هن مزور جي تندرستي مونکي ڏئي.

ڌن دولت دنيا جي سڀني دکن ۽ مصيبتن جو ڪارڻ ڪٿي نه به هجي پر سک ڏيڻ واري شيءِ به نه ڪانهي. اها فاني ۽ ڪڻ ڀنگر آهي، اڄ هڪ وٽ ته سڀاڻ ٻئي وٽ. اها انسان کي لوڀي، مغرور، سنگدل ۽ نردئي بڻائي ٿي. هڪ مهاتما جو ڪٿن آهي:-

”پاپان باجهون هوءِ نه ڪٺي، مُئي سات نه جائي.“

يعني اِن ڌن دولت کي ڪٺي ڪرڻ ۾ منش کي انيڪ عيب پاپ ڪرڻا پون ٿا پر موت سمي نه اها ڪجهه مدد ئي ڪري سگهي ۽ نه ساڻ ئي هلي. عيش عشرت ۾ ما دنيوي ڀوڳن ۾ ڪا خوشي ڪانهي. ڀوڳن جو نتيجو آهي روڳ. گورو نانڪ صاحب فرمائين ٿا ته عيش عشرت واري زندگي دکن جو گهر آهي. اندرين جي سوادن ڪري انيڪ بيماريون پرگهٽيون ٿيون پون ٿيون ۽ اهڙن ماڻهن جو انت سمو به ڏاڍو دکدائي ٿئي ٿو. اهڙو سک ئي گهورڻو جو پوءِ ڏک ڏئي. سياڻو اهو آهي جو ڪرم ڪرڻ کان اڳ اُن جي نتيجي کي سوچي ٿو.

سوامي جي مهاراج جن پنهنجي هڪ شبد ۾ منش جي جنم کان مرڻ تائين دکدائي حال جو ذڪر ڪن ٿا. جيو دنيا ۾ روئندو اچي ٿو ۽ هنجو بالپڻ ڏاڍي مصيبت ۾ گذري ٿو.

رهيو آهي ته ڪو ڏيءُ جي وڏوا ٻڌڻ لاءِ دکي آهي ۔ ڪو بيماريءَ سبب تنگ آهي ته ڪو غريبيءَ سبب پريشان! ٻئي طرف بيروزگاري بي حال ڪري رهي آهي ۔ هتي ته راجا به دکي ته رعيت به دکي ۔ راڻيون، راڻيون، شهزادا، ڪروڙپتي، ڪارخانيدار، وڏا وڏا واپاري هرڪو چنتائن جي چڪيءَ ۾ پيسجي رهيو آهي ۔ جڏهن شاهوڪارن سان اهڙي ويڌن آهي ته وچارن غريبن جي ڳالهه ئي ڪهڙي ڪجي! مرض، مفلسي ۽ مصيبتون ئي هنجو ڏاج آهن ۔ گرفتاريءَ جا وارنٽ، سامان جي ضبطي، قرض نه چڪائڻ ڪري جيل جي سزا، نرادر ۽ بي عزتي - اهي سڀ هنن لاءِ روزمره جون گهٽنائون آهن ۔

شايد توهين چوندا ته ڀلائي ماڻهوءَ وٽ سڀ دنيوي نعمتون ميسر آهن ۽ انڪري هو ضرور سکي هوندو ۔ هن وٽ بيشمار دولت، سندر استري، سعادتمند اولاد، شهر ۾ عاليشان محلات، شهر کان ٻاهر سهڻو بنگلو، سير تماشي لاءِ موٽر آهي ۽ وردي ٻڌل نوڪر چاڪر هن جي چاڪريءَ لاءِ هڪيا تڪيا حاضر بيٺا آهن ۔ باقي هن وٽ ڪمي ڪهڙي آهي؟ توهين صحيح ٿا چئو پر هن وٽ وڃي ڪاٿس پڇو ته ڇون سکي آهين؟ ڏسو هو ڪهڙا ٿو سور روئي ۔ اهڙو ئي موقعو هو جو گورو نانڪ صاحب جن جي مک مان هي واڪ نڪتا:

" نانڪ دکيا سڀ سنسار، سو سکيا جس نام آڌار "

سهجو ٻائي - راجستان جي مشهور مهاتما جو هڪ دوهو آهي:

" ڌنونتي دکيا سيٺي، نرڌن دک کا روپ،
ساڌ سکي سهجو کهي، پايو ڀيد انوپ ۔ "

اوڀاٿ - مون سيٺي ڌنوانن ۽ اميرن کي دکي ڏٺو آهي، غريب ۽ نرڌن ته آهن ئي دکي ۽ ڪلپشي هو ... ... سکي

ميلو ڏسڻ وڃي ٿو. شاھ جو ڪو تيز طوفان اچي ٿو ۽ سڀ ٻار ان جي لپيٽ ۾ اچي ٿا وڃن. ٻيا سڀ ٻار گهر پهچي وڃن ٿا پر توهانجو پٽ گهر ڪونہ ٿو اچي. رات ٿي وڃي ٿي پر توهانجو ٻار لاپتہ آهي. توهانجي پتني روئندي رڙندي توهانجي آفيس يا ڪلب ۾ اچي توهانکي ٻڌائي ٿي تہ ٻار اڃا ڪونہ موٽيو آهي. اوڏي مهل توهين پنهنجو ٽوپلو يا لڪڻ ڪڍي ٻيا ٿي ٻار جي ڳولا ۾ ڪين وٺي دوڙندا؟ ضرور، توهين وٺي ڀڄندا. ٺيڪ اهڙي طرح اسانجو پرڀو پتا جو دل ۾ مهر پيار ۽ همدرديءَ جو ساگر آهي اهو پنهنجن ٻچن کي هن دک، درد، غم ۽ گوندرن ڀرئي سمنڊ مان ڪين ٻار آڪاريندو؟

هيءَ دنيا هڪ وڏو جيلخانو آهي جنهن ۾ آتمائون قيد آهن. هن ڪشٽن ۽ ڪليشن واري دنيا ۾ اسانجي زندگي ڪهڙي آهي! موت هر وقت اسانکي تڪي رهيو آهي. استري اولاد، ڪٽنب قبيلو مطلب تہ ڪوبہ هن ڪان بچي نٿو سگهي. اهو خوف هر وقت دل ۾ رهي ٿو تہ آهي سڀ اسانکان وڇڙي ويندا. سڀ جيو موت، مرض ۽ وناش جو شڪار بڻجن ٿا. هن ساري دنيا ۾ توهانکي ڪوبہ سرق سکي ڪونہ ملندو. هڪڙو پنهنجي استريءَ جي مرڻ هٿان سبب ڳچ ڳاڙي رهيو آهي تہ ٻيو ۽ هنجون پيو هاري جو سندس استري چندي آهي. ڪو پٽ لاءِ آرداسون پيو ڪري تہ ڪو پيءُ جي موت لاءِ جهولي ڦهلائي بيٺو آهي.

اسپتالن ۾ وڃي ڏسو، ڪچهرين ۽ جيلن ۾ وڃي ڏسو، سڀ هنڌ دک، درد ڇانيو پيو آهي. ڪنهن ڪان ٻہ ٻچي ڏسو تہ ٿون سکي آهين؟ هو پنهنجي دردن جو داستان ڪولڻ شروع ڪندو. ڪو پنهنجي پٽ جي موت تي ڳوڙها ڳاڙيب

گورو ارجن ديو فرمائين ٿا ته

"گورو ڪرتا گورو ڪرني جوڳ."

گورو ڪرتا آهي گورو سڀ ڪجهه ڪرڻ وارو آهي. گوروءَ جي پهچ کان پري ڪجهه ڪونهي. هن جوئي ڪير پيو ورلڀي.

گورو صاحب جن وڌيڪ فرمائين ٿا ته گورو سرو شڪتيوان، سرو وياپي ۽ نرآڪار آهي، ڪل مالڪ آهي، اگم آهي، اننت آهي، اڪٿ آهي. هڪجهڙو ورڻن ڪرڻ انسان جي پهچ کان پري آهي.

گورو نانڪ صاحب جن جي باڻي آهي:-

"سمنڊ ورول شرير هم ديکيا اڪ وست انوپ دکائي،
گورو گوبند، گوبند گورو هي، نانڪ ڀيد نه ڀائي."

ارٿات- هن شرير روپي سمنڊ کي مون ولوڙي هڪ عجيب ڳالهه ڏٺي ته گورو پرماتما آهي ۽ پرماتما ئي گورو آهي. ٻنهي ۾ ڪوبه ڀن ڀيد ڪونهي.

هڪ ٻيو ايران جو مهاتما فرمائي ٿو:-

"نوري حق ظاهر بود اندر ولي"

سنت جي اندر پرماتما جو پرڪاش صاف نظر اچي ٿو. جيڪي پنهنجي اندر جي اک کولين ٿا اهي ئي اُن کي ڏسي سگهن ٿا. ڪبير، دادو، پلٽو ۽ ٻيا ٻين سڀني سنتن جو اهوئي ڪٿن آهي.

پادري پروفيسر چيو ته ڪرائيسٽ به فرمايو آهي ته مان ۽ منهنجو پتا هڪ آهيون، منهنجي هدايت انوسار هلو ته توهين پرماتما جي بادشاهت ۾ پهچي ويندا.

حضور مهاراج جن فرمايو ته هاڻي ان ڳالهه کي ٻئي نقط نگاهه سان سوچيون. سمجهو ته توهانجو ٦ سالن جو ٻار هڪڙي ڏينهن

پادرين ڏانهن مخاطب ٿيندي حضور جن ڪين چيو ته شايد ان ڳالهه تي وشواس ڪرڻ توهانکي مشڪل لڳي پر بائيبل ۾ به ائين ئي چيل آهي ته "Word made flesh" ”شبد ئي شرير ڌارڻ ڪيو.“ ورڊ (شبد) يا لوگاس، پرماتما آهي، اُپانظهار آهي. بائيبل جي پهرئين باب ۾ ان ڳالهه جي پوري تائيد ٿيل آهي. توهان سڀني کي ان بابت خبر آهي. اهو ڪجهه هن طرح لکيل آهي. ”آد ۾ شبد هو. شبد پرماتما سان گڏ هو ۽ شبد ئي پرماتما هو. سڀ ڪجهه شبد دوارا بڻايو ويو ۽ ڪابه شيءِ ڪانه نهي جا شبد بنا ٺهي هجي. اهو شبد ئي شرير ڌارڻ ڪري عيسيٰ جي روپ ۾ سنسار کي نجات ڏيڻ لاءِ آيو.“ مونکي اميد آهي ته انهيءَ بابت ۾ مت ڀيد جي ڪا گنجائش ڪانهي.

حضور جن وڌيڪ فرمايو ته پنجاب جي هڪ مسلمان درويش بلي شاهه پنهنجي ڪلام ۾ چيو آهي ”مولا آدمي بن آيا.“ يعني پرماتما منش جو چولو ڌارڻ ڪري اچي ٿو.

گورو ارجن ديو بي ڏڙڪ فرمائين ٿا:-

”هرجي نام بڻيو رامداس“

مولانا روم ته اڃا به هڪ قدم اڳتي وڃن ٿا ته مرشد ۾ خدا ۽ پيغمبر ٻئي سمايا پيا آهن.

شمس تبريز فرمائي ٿو ته

آن بادشاهِ اعظم در بود بست محڪم،

پوشيده دل ڪي آدم-يعني ڪ بر در آمد.

ان شاهن جي شاهه پنهنجي محل جو دروازو بلڪل مضبوط بند ڪري رکيو آهي. پوءِ هو انساني جامو پهري ان دروازي کي کولڻ لاءِ لهي اچي ٿو.

## ١٤. ستگورو

شام جو پوري اٺين ٻجي سڀ حضور مهاراج جن جي ڪمري ۾ پهچي ويا.

حضور جن وڏي پادريءَ کي چيو ته توهين ٻڌايو ته گوروءَ جي باري ۾ ڇا ٿا ڄاڻڻ چاهيو؟

نوجوان بئرسٽر وچ ۾ ٽپي چيو ته حضور! سڀ ڪجهه. ڇو جو ان باري ۾ اسانکي پوري ڄاڻ ڪانهي.

حضور جن چيو ته چڱو مان توهانکي خود سنتن جا وچن ٻڌائيندس ته گوروءَ جي باري ۾ هنن جا ڪهڙا ويچار آهن ۽ هو ڇا ٿا چون.

پروفيسر وشواس پرٽي نوع ۾ چيو اهو ڏاڍو ٺيڪ ٿيندو.

حضور جن مون کان پنهنجي ڪتابن جي ڪبٽ مان سوامي جي مهاراج جن جو سار بچن پستڪ گهرايو ۽ کولي مونکي 'راڌا سوامي ڌرا نر روپ جڳت مين، گورو هوءِ جيو چتائي' وارو شبد پڙهڻ لاءِ چيائون. پوءِ پادرين کي چيائون ته مان پهريان سوامي جن جي وچن سان شروع ڪريان ٿو ۽ پوءِ سوامي جن جي وچن جي تائيد ۾ ٻين سنتن جا حوالا پڻ ڏيندس. سوامي جن فرمائين ٿا ته پرماتما منش جو چولو ڌارڻ ڪري جيون کي سجاڳ ڪرڻ لاءِ گورو بڻجي هن جڳ ۾ اچي ٿو. هو جيون کي پنهنجي نج گهر جي ياد ٿو ڏياري ته توهين ڪل مالڪ جو انش آهيو. پوءِ جيڪي هن تي وشواس رکن ٿا انهنکي هو واپس پنهنجي نج ڌام وٺي، ٿو وڃي.

حضور جن فرمايو تہ: توهين فڪر نہ ڪريو. سڀ انتظام ٿي ويندو. رات پنهنجي آهي. هيٺ پل توهين وڃي ٻہ ڪلاڪ ڪن آرام ڪريو پوءِ ماني کائي ٨ ٻجي وڏي خوشيءَ سان مون وٽ اچي سگهو ٿا.

نوجوان ٻئرسٽر چيو تہ ائين ڏاڍو سٺو ٿيندو. گورو جي! اها تہ توهانجي وڏي دَيا آهي.

لڇمڻ ڪانپوري حضور جن راءِ بهادر مدالعل ۽ ان جي سائيس کي چيو تہ توهانکي وٽي تہ توهين ٻہ پلي اچجو.

شخص کي پاڻ ٿي ٿوڙ گهرجي ته هن کي ڇا تو ياد پوي ۽ ڪيترو تو ياد پوي. يورپ ۽ آمريڪا وارن لاءِ اهو ٿي ڪافي آهي ته هو ماس کائي، بيڊن ۽ شراب کان ڪنارو ڪن.

پرمارٿ جي ڇاهڪ کي راڄسي ٿوڙي تامسي کاڌن کان پرهيز ڪري. ان جو سبب پڌرو پيو آهي. ماس کائڻ سان ماڻهو نردئي ۽ ڪروڌي بڻجي ٿو. پارو ٿو کاڌو ماڻهوءَ ۾ سستي ۽ آلس آڻي ٿو. سادو کاڌو، صحيح ماترا ۾ کائڻ سان ماڻهوءَ جي اندي نرمل رهي ٿي، هو شانت چت، چست ۽ ڦڙتيلو رهي ٿو. هڪ سادڪ (جنهن دنيا مان رٿابر ڪري، پرماتما جي پراپتي ٿي پنهنجو مول مقصد بڻايو آهي) کي صرف ٻه دفعا ٿي هر روز ڀوڄن ڪرڻ گهرجي، ٻه جي هڪ پيرو ڪري ته پاڻ وڌيڪ سٺو. پر اِل پيٽ آلمڪ اڀياس ۾ وڏي رڪاوٽ آهي. اهو غلط خيال آهي ته گهڻو کاڌو کائبو ته گهڻي طاقت ايندي. حقيقت ۾ اسانجو کاڌو ضرورت کان وڌيڪ آهي. جنهن کي زبان جو چسڪو آهي اهو ورلي اڀياسي بڻجي سگهي ٿو.

ان وقت شام جا ٦ لڳا هئا ۽ سج لهي چڪو هو. حضور جن پادرين کي چيو ته توهانجو ڪهڙو پروگرام آهي. توهين لاهور ڪڏهن تائين وڃڻ چاهيو؟

بزرگ پادريءَ وراڻيو ته حضور پهرين ته اسانجو خيال اڄ شام جوئي وڃڻ جو هو پر ”گورو“ بابت اڄا مونکي وڌيڪ ڪجهه سمجهڻو آهي. اها ڳالهه اڄا منهنجي خيال ۾ ڪانه ويٺي آهي. پر مونکي سڌ ڪانهي ته اسين هتي وڌيڪ ڪيترو ترسي سگهنداسين ڇو جو سڀاڻي صبوح جو ١٠ بجي ... آهي.

حضور جن فرمايو ته توهين فڪر نه ڪريو. سڀ انتظام ٿي ويندو. رات پهچي آهي. هيٺر پل توهين وڃي ٻه ڪلاڪ ڪن آرام ڪريو پوءِ ماني کائي ٨ ٻجي وڏي خوشيءَ سان مون وٽ اچي سگهو ٿا.

نوجوان ٻڌي سڌو چيو ته آئين ڏاڍو سٺو ٿيندو. گرو جي! اها ته توهانجي وڏي ديا آهي.

لڇمڻ ڪانپوءِ حضور جن راءِ بهادر مداليل ۽ ان جي سائيس کي چيو ته توهانکي وٺي ته توهين ٻه پلي اچجو.

شخص کي ٻاهر نہ ڏسڻ گهرجي تہ هن کي ڇا ٿو ٿيڻ کپي؟ ڪيترو ئي ٿيو پيو. يورپ ۽ اميريڪا واسين لاءِ اهو ئي ڪافي آهي تہ هو ماس مڇي، بيدن ۽ شراب کان ڪنارو ڪن.

پرمارٿ جي چاهڪ کي واجبي آهي ته کاڌي کان پرهيز ڪري. ان جو سبب پڌرو پيو آهي. ماس کائڻ سان ماڻهو نرڏئي ۽ ڪروڌي بڻجي ٿو. ڀارو ٿو کاڌو ماڻهوءَ ۾ سستي ۽ آلس آڻي ٿو. سادو کاڌو، صحيح ماترا ۾ کائڻ سان ماڻهوءَ جي بدي نرمل رهي ٿي، هو شانت چت، چست ۽ ڦڙتيلو رهي ٿو. هڪ سادڪ (جنهن دنيا مان رنائر ڪري، پرماتما جي پراپتي ئي پنهنجو مول مقصد بڻايو آهي) کي صرف ٻه ڀيرا ئي هر روز ڀوڄن ڪرڻ گهرجي، پر جي هڪ ڀيرو ڪري تہ ٻاهر وڌيڪ سٺو. پر اِها پيٽ آتمڪ اپياس ۾ وڏي رڪاوٽ آهي. اهو غلط خيال آهي تہ گهٽو کاڌو کائبو تہ گهٽي طاقت ايندي. حقيقت ۾ اسانجو کاڌو ضرورت کان وڌيڪ آهي. جنهن کي زبان جو چشڪو آهي اهو ورلي اپياسي بڻجي سگهي ٿو.

ان وقت شام جا ٦ لڳا هئا ۽ سج لهي چڪو هو. حضور جن پادرين کي چيو تہ توهانجو ڪهڙو پروگرام آهي. توهين لاهور ڪڏهن تا وڃڻ چاهيو؟

بزرگ پادريءَ وراڻيو تہ حضور پهرين تہ اسانجو خيال اڄ شام جو ئي وڃڻ جو هو پر ”گورو“ بابت اچا مونکي وڌيڪ ڪجهہ سمجهڻو آهي. اها ڳالهہ اڃا منهنجي خيال ۾ ڪانہ ويٺي آهي. پر مونکي سڌ ڪانهي تہ اسين هتي وڌيڪ ڪيترو ٿرسي سگهنداسين ڇو جو سڀاڻي صبوح جو ١٠ بجي اهو ... ڇڏڻو آهي.

جو رچيل آهي، وشنو پالڻ پوشڻ ڪندڙ آهي. هو سنسار کي رزق ٿو رسائي؛ شو يا مهيش هن سنسار جي پرلاءِ ڪندڙ يا ناس ڪندڙ آهي. اها ٽمورتي آهي جا ساري سنسار جو چرخو هلائي رهي آهي؛ جا هر ذري ۾ ڪڻ ڪڻ ۾ ڪم ڪندي نظر اچي ٿي.

انهن ٽنهي جي مايا ۾ گهٽ وڌائي هئڻ سبب پدارٿن جا الڳ الڳ آڪار ۽ روپ ٺهي پون ٿا. اهي ٽيئي گڻ پدارٿن ۾ ڦير گهير ڪندا رهن ٿا. عام طور انهن ٽنهي گڻن مان جيڪو به گڻ ڪنهن پدارٿ ۾ اڌڪ مايا ۾ ٿئي ٿو، اهو ئي ان پدارٿ جي خاصيت يا وشيشتا جو ڪارڻ بڻجي ٿو. باقي بيا ٻه گڻ پهرئين گڻ جي زير اثر رهن ٿا؛ انهن جو ڪو خاص اثر نٿو رهي. انهن جون خاصيتون آهن (١) شانتي - (٢) ڦرتي - (٣) سستي. جن ماڻهن ۾ ستوگڻ زياده هوندو آهي، اهي خوشمزاج، سمجهو ۽ شانت پسند ٿيندا آهن. راجسي سڀاءَ وارا ماڻهو چنچل طبيعت ۽ اشانت رهندا آهن. تامسي سڀاءَ وارا وري سست، ڍلا ڍالا ۽ ٿوري عقل وارا هوندا آهن. مون ٻڌايو آهي ته بدايو آهي ته اسين جهڙو اَن کائون ٿا، اسانجي من جون ورتيون به اهڙيون بڻجن ٿيون. جيڪي ماس آهاري آهن، انهنجو سڀاءُ به وحشي ۽ خونخوار بڻجو پوي. ساتوڪ ڀوڄن شانتي، سيتلتا، پيار ۽ ميٺاج پيدا ڪري ٿو. ساتوڪ کاڌا آهن - کڻڪ، چانور، جَو، مگن جي دال، کير، مکڻ، ساڳيون ڀاڄيون ۽ جلد هضم ٿيندڙ ميوا. ساتوڪ ڀوڄن به حد کان ٻاهر ورتائڻ سان تامسڪ بڻجي پوي ٿو. کاڌو نه تمام گهڻو هئڻ گهرجي نه تمام ٿورو. کاڌو اهو ورتائڻ کپي جو نه قبضي ڪري، نه پاري اڳيان ٿي پيدا ڪري. هرڪ

گهر جي، نہ ڪ ٽامسڪ يا راجسڪ. نوجوانن کي پنهنجي کاڌي ۾ چڱي چوکي ساوڌاني رکڻ کپي. آزمائش طور شراب ۽ ماس آهار يعني گوشت، بيضا، مڇي وغيره کائڻ کان هڪ مهنو ڪنارو ڪيو، ڏسو تہ ڇا نہ اُنجو اثر ٿو ٿئي! ٻہ سڀ کان گهڻي مدد پورن سنگوروءَ کان ملي ٿي جو پنهنجي ششن شيوڪن کي مايا جي ڦرين ۽ ڦندن کان بچائڻ جي ذميواري پاڻ تي هموار ڪندو آهي.

پروفيسر حضور جن جا شڪرانا ميندي چيو تہ کاڌي متعلق توهانجي هدايت تمام سٺي آهي. مان بہ اهڙي آزمائش ڪري ڏسندس. پر حضور ساتوڪ پوڄن ڇا کي ٿا سڏيو؟

حضور جن فرمايو تہ ساتوڪ پوڄن اهو آهي جو من کي شانت، سنتوشي ۽ سيتل رکي. پرمارٿ جي راهہ ۾ وڌندڙ ساڌڪ کائڻ پيئڻ جو اثرو تہ جلد اثر گرهڻ ڪري ٿو جو پل پل بيخياليءَ وچان اساتوڪ پوڄن جو ذرو بہ هنجي کاڌي ۾ ملي وڃڻ ڪري هن ۾ راجسڪ خيال يعني بيچيني وغيره ۽ ٽامسڪ ورتيون جهڙوڪ آلس آدي اچي ٿيون وڃن.

پروفيسر عرض ڪيو تہ ڪرپا ڪري اسانکي الهن ٽنهي قسمن جي پوڄن ۾ ڪهڙيون ڪهڙيون شيون شامل آهن اُهي کولي سمجهايو.

حضور جن فرمايو تہ ها، مان توهانکي کولي ٿو سمجهايان.

لش جا ٽي گڻ آهن — ستو، رجو ۽ تمو. سرشٽيءَ جي رچنا ۾ اُهي مکيہ انگ آهن. ستوگڻ ساتوڪ اُتپتي ڪري ٿو. رجوگڻ پالڻ پوش ڪري ٿو ۽ تموگڻ ناس ڪري ٿو. توهين ڏسندا تہ سرشٽيءَ ۾ هر هنڌ اُهي ٽيئي شڪتيون پيئون ڪم ڪن. هندن جي شاسترن ۾ انهن ٽنهي شڪتين کي برهما، وشنو ۽ مهيش ڪري سڏيو ويو آهي. برهما سرشٽيءَ

پرمارٿ بابت ڪافي لکيو ويو آهي. توهين اهو پستڪ گهري ڌيان ۽ ويچار سان پڙهو ۽ پوءِ پاڻ ئي سنت مت جي سکيائن کي عيسائي ڌرم جي سکيائن سان ڀيٽجو. ان ۾ توهانجي سيني سوالن جا جواب اچي ويندا.

تنهن تي نوجوان پروفيسر پڇيو ته اڄ ڪلهه جي زماني ۾ حضرت عيسيٰ جي اها سکيا ڪيتري قدر وهنوارڪ ۽ عمل جوڳي آهي ته جيڪڏهن ڪير هڪ ڳل تي چماٽ هڻي ته ان کي ٻيو ڳل به وراڻي ڏيو ۽ جيڪڏهن ڪو قميص کسي وٺي ته اُنکي ڪوٽ به لاهي ڏيو. اصل ۾ انهن وچنن دوارا حضرت عيسيٰ اسانکي ڇا ٿي سمجهائڻ چاهيو؟

دين دیال ستگورن فرمايو ته انهن وچنن دوارا حضرت عيسيٰ اهو ٿي سمجهائڻ چاهيو ٿي جو انهن جو صحيح اکري مطلب آهي. اڄ جي جڙ وادي دنيا کي ڀلي اها سکيا عجيب يا غير عملي لڳي پر هڪ سچي جگياسو ۽ پرڀوءَ جي نماڻي پريميءَ کي اها امولڪ سکيا هر سمي ۽ هر جڳهه ۾ پورن، عملي ۽ صحيح لڳندي. پر سوال آهي ته منش ڇا کي ٿو وڌيڪ مهتو ڏئي — هن دنيا جي موج ۽ مزن کي کين پرلوڪ جي اڻ مٽ آنند کي؟

پادري پروفيسر چيو ته هڪ ٻيو به سوال پڇڻ چاهيان ٿو. من ۾ اٿندڙ برن ويچارن کي ڪيئن روڪجي؟

حضور جن وراڻيو ته سوال ته ڏاڍو سٺو آهي پر ان جي جواب لاءِ ڪافي مدت ستسنگ ڪرڻ جي ضرورت آهي. ٿوري ۾ ائين چئجي ته جيڪڏهن ڪنهنکي غليظ ويچار ستائين ٿا ته انهن کي روڪڻ لاءِ، سٺن ويچارن جو ڌيان ڪجي. سٺا پستڪ پڙهڻ ان راهه ۾ وڏي هٿي ٿا ڏين. ڪاڏي جو اسانجي من تي گهرو اثر ٿئي ٿو. اسانجو پوڄن سالوڪ هئڻ

کھڙي راھ آھي؟

حضور جن فرمايو، "يسوع مسيح جي زندگيءَ جي کھڙي پهلوءَ جي باري ۾ مونهنجي راھ ڄاڻڻ ٿا چاھيو؟"

پادريءَ چيو تہ هنجي شخصيت ۽ هنجي ڏوھ بابت توهانجي کھڙي راھ آھي؟

داتا جن وراڻيو تہ ھو اعليٰ درجي جو پيغمبر ھو هنجي ڏوھ، سنسار ۾ ڪيترائي مهان پرش پيدا ڪيا آھن.

پادريءَ چيو تہ مان اھو پڇڻ چاھيان ٿو تہ ھڪ ڌارمڪ نيتا جي حيثيت ۾ هنجو کھڙو درجو آھي؟

حضور جن فرمايو تہ مونکي معاف ڪجو. اسانکي ڪنھنجي ۾ شخصيت تي رايا ڏيڻ نہ گهرجن، خاص ڪري ڌارمڪ نيتائن جي باري ۾. ان مان نڪي وري نڪي سري. اھو بهتر ٿيندو تہ ڌارمڪ نيتائن کي عزت جي نگاھہ سان ڏسو وڃي ۽ هنجي ھڪ ٻئي سان ڀيٽ ڪري سندن پوئلڳن جي ڀاونائن کي نہ ڏکوئجي.

پادريءَ پڇيو تہ سنت مت جي سڌانتن موجب ڪرائيسٽ ھڪ سنت ھو؟

حضور جن ڪيس چيو تہ مونکي معاف ڪجو. اهڙن بحثن مان ڪجھہ ۾ وڙتو ڪونهي. توهين مونکي غلط نہ سمجھجو.

اُن تي پادريءَ چيو تہ حضور ڀلا جيڪڏهن ڪير حقيقت تي ڄاڻڻ چاھي تہ پوءِ ........

حضور جن جواب ڏنو تہ اُنکي اهڙي ڇانبين پاڻ تي ڪرڻ گهرجي. توهانجي ڊشواسي ڊاڪٽر جانسن سنت مت تي 'دي پاٿ آف دي ماسٽرس' 'The Path of the Masters' نالي ھڪ ڪتاب لکيو آھي. مان اُنجي ھڪ ڪاپي توهان کي ڏيندس. اھو پستڪ وچار جوڳو پستڪ آھي ۽ اُن ۾

سندس بنا اعتبار ٿي ڪري پر سنتن جي وچن تي وشواس نٿي رکي جي پنهنجي ذاتي انڀو دوارا چون ٿا ته اسان پرماتما کي پنهنجي اندر اکين سان ڏٺو آهي.

اتي راءِ روشن لعل چيو ته حضور! مان اهين چرڻ ڪانسواءِ رهي نٿو سگهان ته توهانجي سمجهائڻ جو طريقو ڪيڏو نه عجيب آهي جو مشڪل کان مشڪل مضمون کي به توهين سرل ۽ سليس بڻائي ٿا ڇڏيو.

نوجوان بئريسٽر پڇيو ته حضور! توهانجي مت جي ڪيڙي خاص خوبي آهي؟ يعني ٻين مت متانترن جي ڀيٽ ۾ توهانجي مارگ جون ڪهڙيون خاص وصفون آهن؟

حضور جن اتر ڏيندي فرمايو ته سنت مت جي اها خاص وشيشتا آهي جو انجا سادڪ پنهنجي ورتي ٻاهران هٽائي انترمک ڪندا آهن ۽ پنهنجي نج ڌام پهچندا آهن. پر عام ماڻهن جي ورتي ٻاهر مکي هوندي آهي جنهن ڪري دک، ڪليش ۽ پريشانيءَ ڪانسواءِ ٻيو ڪي ڪينهي. سنت چون ٿا ته توهانجو اپاڻٽهار توهانجي اندر آهي. پنهنجي زندگيءَ ۾ ئي اندر وڃي پرماتما کي ڏسو. مرڻ ڪانپوءِ مڪتيءَ جي آسري تي نه لڳو. جيئري ئي هنکي پراپت ڪريو. سوچيو! ته هڪ اڻپڙهيل آدمي جنهنکي الف بي جي به جاڻ ڪانهي سو موت ڪانپوءِ ايم. اي ڪيئن بڻجي سگهندو؟ زندگيءَ ۾ چور آهي اهو موت ڪانپوءِ ساڌو ڪيئن ٿي سگهندو؟ نه، مرڻ ڪانپوءِ مڪتيءَ جون ڳالهيون سڀ بيسود آهن.

بزرگ پادريءَ چيو ته حضور! مان ڪجهه سوال پڇي سگهان ٿو؟

حضور جن ورائيو، ”وڏي خوشيءَ سان.“

پادريءَ چيو ته يسوع مسيح جي باري ۾ توهانجي

هٿ هڻ سرشٽيءَ جي مشينن کي هلائي ٿو. پر ڪن ورلي سنتن مهاتمائن ڪانسواءِ، جنکي ان رهسيہ ۽ راز جي ڄاڻ آهي، اهو پرماتما ڪنهنکي بہ ڏسڻ ۾ نٿو اچي. پرڪرتيءَ ۾ ڪابہ ڪريا، ڪرتا ٻنا ٿي نٿي سگهي. هنجي حڪم ڪانسواءِ وڻ جو پن بہ چري نٿو سگهي.

نوجوان بئرسٽر چيو حضور توهانجي وڏي مهرباني. توهين ڪيئن نہ سيڌي ڳالهين کي سهڻي ۽ سليس نموني ۾ سمجهايو ٿا.

حضور جن فرمايو تہ درخت جو هڪ هڪ پن مالڪ جي موجودگيءَ جو اظهار پيو ڪري. قدرت ۾ توهانکي ڪيڏي نہ سندرتا، ڪاريگري، ڪلا ۽ چترائي ڏسڻ ۾ اچي ٿي. سرشٽيءَ ۾ ڪيئن نہ هرڪا شيءِ باضابطي، نيم ۽ ڏاهپ سان رٿي وئي آهي. جيڪڏهن انجو ڪو رٿيندڙ نہ آهي تہ پوءِ هيءَ سجاوٽ، سارو انتظام ۽ باترتيب بندوبست ڪيئن ٿو ٿئي ۽ اها ساري رونق ڪٿان ٿي اچي؟ ذرو ذرو ان سرجڻهار جي سونهن ۽ وڏائيءَ جو اظهار پيو ڪري. پر جيئن مان اڳي ٻڌائي چڪو آهيان تہ پرماتما جي پراپتيءَ جي مارگ ۾ اسانجي بڌي بلڪل محدود ۽ تڇ آهي ۽ اُن راهہ ۾ رهنمائي ڪرڻ ۾ اسمرٿ آهي. ان مارگ ۾ اسانکي پنهنجي نرت جو سهارو وٺڻو پوي ٿو.

روحاني ابياس دوران اسانکي اها اندروني اک کولڻي پوي ٿي. جڏهن اندر پرماتما جو درشن ٿئي ٿو تہ پوءِ ٻاهر ڪڻي ۽ پن پن ۾ هنجو ظهور پسجي ٿو. سنتن کي هر هر سمي ۽ هر استان تي ڏسڻ ۾ اچي ٿو. ڇا اها حيرت ڀري ڳالهہ ڪانهي جو دنيا ڊاڪٽرن، سائنسدانن انجنيرن يا انهن جي ڪوجنائن تي ڪنهن بہ سنڪوچ بنا

سال ٿيھ ٿيھ سال ڪشالا ڪڍڻا پون تہ پوءِ بہ اسين اها هام نٿا هڻي سگهون تہ اسان آتم وگيان جي مڪمل ڄاڻ حاصل ڪئي آهي. اسين ان ۾ پورن رات ڪشلتا پائي نٿا سگهون. پر توهين ڏسو ويٺا تہ ماڻهو آتم وگيان جي اڀياس ڪرڻ بنا آتما ۽ پرماتما کي سمجهڻ ۽ سمجهائڻ جي دعوا ٻيا ڪن خاص ڪري جڏهن هيءَ سائنس ايمن سائنس جي پيت ۾ اُلٽي ڪئن آهي.

ٻنهي مسٽر سواڪار ڪندي چيو تہ حضور! اهين ٺيڪ آهي.

حضور مهاراج جن وڌيڪ فرمايو تہ مان توهانجي ويچار لاءِ هڪ ٻي ڳالهہ جو ذڪر ڪريان ٿو. توهين انسان جي شرير کي ٿي ڏسو. پنج تت، پرٿوي، پاڻي، اگني، وايو ۽ آڪاش جن مان هي شرير ٺهيو آهي سي هڪ ٻئي جا ورودي آهن، ڪهڙي نہ قابليت ۽ ڪاريگريءَ سان هڪ ٻئي سان ملي انساني شرير ۾ ڪم ڪري رهيا آهن. پاڻي باھ کي وسائي ڇڏي ٿو، وايو پاڻيءَ کي سڪائي ڇڏي ٿي ۽ پرٿوي اُنهن سڀني کي کائي ڇڏي ٿي. پر اهي پنج ئي تت، جي هڪ ٻئي جا دشمن آهن، انساني شرير کي هلائڻ لاءِ ڪيئن نہ قرب ۾ جڪڙيل آهن. ڇا اسانجو شرير پاڻ کان پاڻيهي پيو هلي؟ توهين ڏسندا آهيو تہ موٽر ڪارون شرير زمين تي اڏيمن وانگر ائين جو ائين پيو هوندو آهي پر اها وستو جنهنجي اندران لڪي وڃي ٿي، جنهن هنکي هلائي چلائي ٿي. اها ڪهڙي وستو هئي جنهن شرير کي ستا ٿي بخشي، انکي هلائي چلائي ٿي؟ توهين چوندا تہ پران، پر اُنهن پرانن کي هلائڻ وارو ڪير آهي؟ من؟ ڇگر من کي ڪير ٿو هلائي؟ آتما؟ برابر اها آتما ئي آهي جنهنکي پرڪاش ۽ جيون ان شڪتيءَ جي ڀنڊار مان ملي ٿو جنهنجو ازغيبي ۽ ادرشٽ

تڏهن ڏسي سگهندا ۽ سمجهي سگهندا جڏهن توهين صحيح رهبر ۽ رهنما پاڻ سان کڻندا ۽ توهان وٽ گهربل پاس پورٽ هوندو تڏهن ئي هنجي آفيس ۾ پير پائي سگهندا، هنجي دام ۾ وڃي سگهندا.

نوجوان ڊاڪٽر پڇيو تہ اهو سڀ قدرتي قانون مطابق خود بخود نہ ڪونہ ٿي رهيو آهي؟

جواب ۾ حضور جن فرمايو تہ توهين "قدرت" ڇا کي ٿا سڏيو ۽ انجا قانون قاعدا ڪهڙا آهن؟

ڊاڪٽر وراڻيو تہ جهڙي ريت سورج جو ڪم ئي آهي پرڪاش ۽ گرمي ڏيڻ ۽ چندرما جو سڀاءُ آهي رات جو سيتل چانڊني ڦهلائڻ.

حضور جن فرمايو تہ ان ڳالهہ جي گهرائيءَ ۾ وڃو، تہ انهن جڙ شين کي اها قدرتي شڪتي ڪٿان ۽ ڪهڙي طرح ملي. هي سورج ۽ چندرما ڪيئن بڻيا؟ ڇو صرف سورج گرم آهي پر چنڊ ۽ ٿڌو نہ؟ سردي ۽ گرمي ڪٿان ٿيون اچن؟ سردي گرمي، پرڪاش ۽ اندڪار ٺاهڻ جو وچار ڪنهنکي آيو؟ انهن وچارن ڪيئن عملي روپ اختيار ڪيو؟

نوجوان منظور ڪيو تہ سچ پچ اهي ڳالهيون منجهائيندڙ ۽ پيچيديون آهن.

تنهن تي داتا جن فرمايو تہ اِن ۾ الجهن جي ڪا بہ ڳالهہ ڪانهي. الجهن ۽ مونجهارو پيدا ئي تڏهن ٿو ٿئي جڏهن اسين آتمڪ منڊلن جي کوج ۾ هن جڙ سنسار جي سڌانتن جو سهارو ٿا وٺون. جڙ جڳت ۽ چيتن آتما انهن ٻنهي لاءِ ساڳيو قانون لاڳو ٿي نٿو سگهي. آتما جي بہ سائنس آهي ۽ اها پڻ ٻين سائنسن وانگر سکڻي پوندي آهي. هن دنيا جي معمولي وگيان جو ڄاڻ حاصل ڪرڻ لاءِ اسانکي وڏهہ وڏهہ

سڀ ڪم ٺوڪون ٿيو هاڻي. هر روز سج پنهنجي مقرر وقت تي اڀرندي کان اڀري سارو ڏينهن دنيا کي پرڪاش ڏئي شام جو پنهنجو ڪم سندر چندرما کي سپرد ڪري پاڻ کي اولهه ۾ ڇپائي ڇڏي ٿو. ان ڪانپوءِ جڳ مڳ تارا نيري گگن کي روشن ڪن ٿا. ڌرتي پنهنجي مدار تي ڪيئن نه پيئي گهمي جيئن سج جو پرڪاش ڌرتيءَ جي هر حصي تي پوي. ذرا ڏسو ته سهي ته ڪيئن بيشمار تارا ۽ گرهه پنهنجي مقرر نيل راهن تي هلي رهيا آهن، پنهنجي مارگ کان هڪ انچ به هيڏانهن هوڏانهن نٿا ٿين ۽ نه وري ڪڏهن پاڻ ۾ ٽڪرجن ٿا. پر توهين ڪيترائي دفعا ٻڌندا آهيو ته ريل گاڏيون ۽ اسٽيمر جهڙي قابل انجنير بلڪل هوشياريءَ سان هلائين ٿا، اهي به پاڻ ۾ ٽڪرندا آهن، پر توهان ڪڏهن به ڪو تارو ٻئي سان ٽڪرندو ڏٺو آهي؟

ڏسو ڌرتيءَ کي سرسبز ۽ هرابرا بڻائڻ لاءِ آڪاش ڪيئن نه پاڻي برسائي ٿو. ڪهڙي طرح ڪڪر ڏوراهين سمنڊن تان پاڻي آڻين ٿا ۽ موسمي هوائون ڪيئن نه انهن کي چوڌاري کڻي وڃن ٿيون. نديون ۽ جهرڻا ڪيئن ٿا زمين کي رڃ ڏين. ڪيئن ساڳ سبزيون ۽ عمدا ميوا ٿا پيدا ٿين. ڌرتيءَ ڪيئن پنهنجي سيني مان رمڻيڪ سندر، سگنڌ ۽ سرهاڻ ڀريا گل ڦل پيدا ڪري ٿي! اهو سڀ ڀڳوان جي ٻڌيءَ کي چڪر ۾ وجهيو ڇڏي. هي سنسار جو وشال ڪارخانو ڪهڙو نه اتم ۽ اعليٰ آهي ۽ انجي هر ڪا مشين ڪيئن نه نيم انوسار ۽ صحيح ڍنگ سان پنهنجو ڪم پئي ڪري! پوءِ ڪيئن چئي سگهبو ته اهو سارو ڪاروبار ڪنهن انجنيئر بنا هلي رهيو آهي؟ نه، ٻچا! ائين ڪونهي. انجو به انجنيئر آهي، پر توهين ان مهان انجنيئر جي اها ڪارگذاري

ڪٿي آهي. ڪبير صاحب فرمائين ٿا:-

"وسٽ ڪهين ٻولندي ڪٿهين آوي ڪڇهه ٻڻ هاٿ،
ڪهه ڪبير تب پائيٿي، جب ڀيدي ليجي ساٿ."

هن جڳ سنسار ۾ هن اسٿول اکين سان اسين صرف اسٿول شيون ۽ جڙ جڳت کي ئي ڏسي سگهون ٿا. هن اکين سان پرماتما يا روحاني نظارا ڏسي نٿا سگهجن. سڀ ڪنهن کان اول اها اک پيدا ڪرڻو جنهن سان پرماتما کي ڏسي سگهجي. پرماتما من ٻڌيءَ جو مضمون ڪونهي. اسان سڀني کي اهو ڪڏهن نه ڪڏهن انڀو ٿيو آهي ته هن جڳ سنسار جون ڪي ڳالهيون سمجهڻ ۽ سلجهائڻ ۾ اسانجي ٻڌي صحيح رهنمائي نٿي ڪري سگهي. ڪيترائي ڀيرا اسين بي اختيار چوندا آهيون ته هيءَ ڳالهه اسانجي سمجهه ۽ ٻڌيءَ کان ٻاهر آهي. آتما ۽ پرماتما جو مضمون اهڙو باريڪ ۽ پيچيدو آهي جو منش جي ٻڌي انکي سمجهڻ لاءِ بلڪل اسمرٿ آهي.

پر هيءَ ڳالهه ته ساڌارڻ ٻڌيءَ واري ماڻهوءَ کي به سمجهه ۾ اچي سگهي ٿي ته هيءَ وشال رچنا، سورج، چندرما، تارا، پرٿوي، پهاڙ، سمنڊ ۽ هي سارو سنسار پنهنجو پاڻ ڪين ٺهيا آهن. ڪارڻ ۽ ڪارج جي اصولن تي هلندڙ هن دنيا ۾ ڪنهن به ڪارڻ ٿيا، ڪو به ڪارج ٿي نٿو سگهي. هر ڪارج جو ڪو نه ڪو ڪرتا آهي. سرشٽيءَ جي هن عجيب ڪارخاني ڏانهن ته نهاريو. ڪهڙي نه نيم ۽ رٿائتي ڍنگ سان انجون بي انتها مشينيون پنهنجو ڪم سر انجام پيون ڪن. سڀ ڪا شيءِ ان ڪارخاني جي سياڻي سنچالڪ جي ٺاهيل قاعدن ۽ قانونن انوسار ڪيئن نه پنهنجو ڪم پئي ڪري. ڪڏهن به ڪنهن نيم جو النگهن ڪو نه ٿو ٿئي. هن ٻاري ليلا کي هلائڻ واري ان الاهي آواز جي حڪم انوسار

جئسي دوڙ دوڙ ڏڏ ماڪن، ٻن مٽي پيد نا ڪهي دا.
انسي نت مت ست ساڌن، ٽب ٽڪ نشا پيي دا.
ناهين وهه جوگ گيان مدرا نت، ٻهه گت اؤر پڌ ٻدا.
جو ڪوئي چين ليٺه ٻهه مارگ، ڪارج هو گيا جيدا.
مرشد ست گگن گورو لکيا، تن من کين اسيدا.
عاشق ٻار اڌر لک پايا، هو گيا دهدم دهدا."

يعني مون پرماتما کي اکين سان ڏٺو آهي. ٻيا سڀ صرف ٻڌڻ ٻڌائڻ ڳالهيون ٿا ڪن. جڏهن ڪام، ڪروڌ، لوڀ، لالچ وغيره کي جيتيم تڏهن منهنجو من وس ۾ اچي ويو. منهنجي اندر انهد شبد گونجار ڪرڻ لڳو ۽ مون اندر اهو امرت رس پيتو. ٽيسري تل ۾ پهچڻ سان مونکي پورو وشواس ٿي ويو. اشٽ دل ڪنول ۾ پهچڻ سان مون برهمانڊ جي مالڪ جو درشن ڪيو. جهڙي ريت کير مان گيهه تڏهن نڪري سگهي ٿو جڏهن پهرين انکي جمائي ڏڌ ڪجي ۽ وري ڏڌ کي ولوڙي مکڻ رجائجي، اهڙيءَ ريت مون صحيح ساڌن دواران پياري پرماتما جي هٿان امرت جو پيالو پيتو. اهڙي اوستا يوگ، گيان يا مدرائن جي ساڌنن اپنائڻ سان پراپت نٿي ٿئي. اها گتي ته انهن سڀني کان نياري آهي. جڏهن مون پنهنجو تن من ۽ روح پوري گروءَ کي سمپورڻ روپ سان ارپي ڇڏيو تڏهن ئي مون پنهنجي پريتم کي اندر سنمک ڏٺو. جنهن به پياري هن مارگ کي جاتو، ۽ ان تي هلي اندر انيو پراپت ڪيو، تنهن پنهنجو ڪارج پورو ڪيو، پنهنجو جنم سڦلو ڪيو.

حضور مهاراج جن وقت ڦرمايو ته سچ ته اهو آهي ته جيڪي پرماتما جي هستيءَ ۾ شڪ آڻين ٿا انهن ڪڏهن به صحيح ڍنگ سان ۽ پوري چاهه سان انجي کوج ئي ڪانه

جو نرڻو ڪري نٿا سگهن، نڪي اهو ئي ٿا ٻڌائي سگهن ته هيءَ دنيا ڪيئن ٺهي ۽ ڇو ٺهي، هن دنيا ۾ اسين ڇو آهيون يا آهي ڪٿان آيون؟ جيڪڏهن توهين صرف پنهنجي عقل ٻڌيءَ تي ڀاڙيندا ته پرماتما جي سچي گيان حاصل ڪرڻ ۾ ڪڏهن به ڪامياب ڪين ٿيندا. ٻڌي ۽ وچار کان پري ٻيو به مارگ آهي جنهن تي هلي، اوچيون منزلون طئي ڪري اسين مالڪ جو گيان پراپت ڪري سگهون ٿا.

حضور جن وڌيڪ فرمايو ته هيءَ سرشٽي، آتما، پرماتما، ڪرمن جو قانون، چوراسيءَ جو چڪر، جنم مرڻ، موت کان پوءِ جو جيون ۽ ٻيا ڪيترا روحاني راز، اهي سڀ اهڙيون ڳالهيون آهن جن لاءِ هڪ دفعو منش کي سنتن مهاتمائن جي وچن ۽ گواهيءَ تي وشواس ڪرڻو ئي پوندو. وار جي ڪل لاهڻ مان ڪو لاڀ ڪونه ٿيندو. منش کي پنهنجو ذاتي انڀو ۽ گيان پراپت ڪرڻ گهرجي ۽ اُن کي حاصل ڪرڻ جو ساڌن پڻ آهي. توهين پنهنجي اندرين اک، آتما جي اک کوليو. اسانجي اندر اهڙي اک آهي ۽ اها کولي سگهجي ٿي. گورو نانڪ صاحب فرمائين ٿا:

”نانڪ سي اکڙيان بي هن جني دسندو مان پريان.“

اهي اکيون ٻيون آهن جن سان پريان پسي سگهجي ٿو. سڀني سنتن جو اهو ئي ڪٿن آهي ته هنن پنهنجن اکين سان مالڪ جو درشن ڪيو آهي. دادو صاحب جن فرمائين ٿا:

”دادو ديکا ديدا سب ڪوئي ڪهت شنيدا.
هوا حرس اندر بس ڪيدا، تب ٻهه دل پيا سيدا.
انحد ناد گگن گڙ گرجا، تب رس ڪايا اميدا.
سکمن سن سرت مهلن مين، آيا اجر عقيدا.
اشٽ ڪنول دل درگ مين درشن پايا خود خدايدا.

جو اهو ئي سرجڻهار آهي. هي سنسار سڀاري ٿا ۽ ٿر آڌار ڪونهي پر اهو مالڪ اگم، اپار، بي انت ۽ ابيد آهي ۽ ان جو پار اسين پائي نٿا سگهون.

بدي ۽ ترڪ شڪتي اندرين دوارن پراپت ڪيل اهڙين جو سار آهي يا توهين اهين چئي سگهو ٿا ته اهي ڪرڻ ۽ پرورتين جو نتيجو آهن. بدي صرف اسانجي دنيوي ڪمن ڪارين ۾ رهنمائيءَ لاءِ آهي پر انجو دائرو محدود آهي. پوءِ اسانجي بدي روحاني ڳالهين ۾ ڪيترو ٿي ڪم ڏئي سگهي، جي هن جي پهچ کان پري آهن.

حضور مهاراج جن وڌيڪ فرمايو ته هن محدود بديءَ سان پرتڪش سنسار جون ڪيترون ڳالهيون اسين سمجهي نٿا سگهون. پوءِ اندرين کان پري جي دنيا جي ڳالهه ٿي ڪهڙي؟ سمجهو ته ڪو ٻار پنهنجي ماءُ کان ٿو پڇي ته امان! مان ڄائس ڪيئن؟ جيتوڻيڪ ماءُ کي ان جو جواب اچي ٿو پر اهو ٻار جي سمجهه ۾ ايندو؟ هوءِ مشڪي چوندي ته مون توکي هڪ خانه بدوش مائيءَ کان ٽڪو ڏئي خريد ڪيو.

تنهن تي نوجوان ڊاڪٽر چيو، حضور! وگيان ۽ منش جي بدي ته وڏا وڏا ڪرشما ڪري ڏيکاريا آهن.

حضور جن وراڻيو ته مان ان کان انڪار ڪونه ٿو ڪريان پر وگيان ۽ منش جي بديءَ صرف پنهنجي دائري ۾ ئي ڪم ڪيو آهي. وگيان، بدي ۽ ترڪ وڌيڪ ۾ وڌيڪ انومان لڳائي سگهن ٿا، جي ڪڏهن صحيح ثابت ٿين ٿا ته ڪڏهن غلط. پر جڏهن اسين هن سنسار جي خالق واري جي رهسيه راز کي پنهنجي بديءَ دوارا سمجهڻ جي ڪوشش ڪندا آهيون ته اسانجي نتيجن جي غلط هئڻ جو امڪان گهڻو وڌيڪ ٿو رهي. سائنسدان سنسار جي آد ۽ انت

ڪيو. ايران جي مسلمان درويشن ۽ چين جي مهاتمائن به اندرين اکين جو ساڳيو ئي ورڻن ڪيو آهي جيتوڻيڪ هنن کي هندو شاسترن جو ذرو به گيان ڪونه هو. هو نڪي سنسڪرت يا هندستان جي ڪا ٻي ٻولي ڄاڻندا هئا ۽ نڪي هنن ڪڏهن ڪنهن هندو سنت مهاتما جو درشن ڪيو هو. ستگورو دڪشا ڏيڻ وقت اندرئين روحاني سفر جون خاص خاص نشانيون مختصر طور سمجهائي ٿو. جيڪي شش اندر وڃن ٿا آهي ان مارگ جون سڀ ڳالهيون ذري پرزي پڇندي ستگوروءَ کي وستار سان ٻڌائين ٿا ۽ سيئي شش جو اهو ورڻن بلڪل ساڳيو ٿيندو آهي. پر آهي سيئي جا راز سيئي اندر سانڍي پيا آهن ۽ ٻين کان گپت رکندا آهن. اندر جا آتمڪ انڀو اهڙا ئي ٺوس، حقيقت پريا ۽ سچا آهن جهڙي هيءَ ٻاهرين جڙ دنيا.

لائي بئرسٽر پڇيو ته حضور! سچ پچ پرماتما آهي يا ٻالن ٻولن انسانن سان صرف مذاق ڪئي وئي آهي. پرماتما جي ضرورت ئي ڀلا ڪهڙي آهي؟ اسانجو گاڏو هن کان سواءِ نٿو هلي سگهي ڇا؟

حضور جن جواب ڏنو ته مان پهرين به اها ڳالهه ڪري آيو آهيان ته ڪي ڳالهيون اسانجي ٻڌيءَ جي پهچ کان پري آهن ۽ اسين انهنکي بحث مباحثي يا ترڪ دوارا ثابت نٿا ڪري سگهون. اهڙي طرح پرماتما اسانجي ٻڌي، من ۽ اندرين جي پهچ کان پري آهي. ويدن جا گياتا رشي مني، گريس ۽ روم جا پراچين فلاسافر، چين جا مهاتما، عربستان ۽ پرشيا جا درويش جن آتما ۽ پرماتما جي باري ۾ وگيانڪ کوج ڪئي آهي ۽ اڌياتمڪ ڇان ٻين ڪئي آهي، انهن سيئي ... ساگهه ڪئي آهي ته پرماتما آهي ۽ هن سرشٽيءَ

اُنهن مهاتمائن تي، جيڪي اندر وڃا آهن؛ جن پنهنجي اندر ۾ اکين سان ڪجهه ڏٺو آهي؛ انيو ڪيو آهي، پروسو؛ وشواس نه ڪيو آهي ته پوءِ هو خود اندر وڃي هنن ڳالهين جي سچائي معلوم ڪري سگهي ٿو. مان توهانکي هڪ ٻي ڳالهه به ٻڌايان ٿو. سنسڪرت ورڻ مالا جا اُچارڻ جا اکر هيٺين ڇهن چڪرن جي ڪملن جي اُچارڻ جا ترتيبوار نڪتا آهن. اهي نه ته لکيو ته پارت جي رشين منين اُهي اکر اُتان ٿي کنيا آهن؛ انڪري ئي سنسڪرت کي ديو واڻي ڪوٺجي ٿو. انهن چڪرن کي پار ڪرڻ وارن مسلمان فقيرن پڻ ان حقيقت جي تائيد ڪئي آهي. ان ڳالهه جي سچائي تذڪرات الاغوثيا مان پڻ معلوم ڪري سگهجي ٿي، جنهن ۾ هڪ مشهور ومعروف مسلمان مهاتما پنهنجي انڀون جو ذڪر ڪيو آهي. اهو انيون ڇو آهي، اها نه اُن جي رچيندڙ کي سڌ، پر هرڪو اندر پرواش ڪندڙ ابياسي انيون ٿي چوي ٿو ته اها حقيقت آهي.

پادري پروفيسر حيرت وچان چيو ته اهي ته عجيب ڳالهه ڇٽجي.

حضور جن فرمايو ته پرمالما جي سرشٽيءَ ۾ ان کان به ڪيئن وڌيڪ حيرت انگيز ڳالهيون آهن.

نوجوان ٿيٽر اسٽر پڇيو ته حضور، ڇا اهو ڀرم نه ڪرنجي يا من گهڙت يا خيالي ڳالهيون نه ڪونهن چاڪاڻ ته ماڻهو اهو ئي ڪجهه اندر ڏسي ٿو جيڪي کيس ٻڌائجي ٿو ته اندر آهي.

حضور جن ورائيو ته بيشڪ انيون ڇٽجي ها جيڪڏهن اهو انيو هڪ يا ٻن ماڻهن جو هجي ها. پر جيڪي پيارا اندر ويا، اُهي چاهي الڳ الڳ ديشن؛ ڌرمن جا هئا، الڳ الڳ وقتن ۾ آيا، انهن سڀني اندر ۾ ساڳيو انيو پراپت

۾ ڪروڙ مهل اسانجا وچار ساڳيا ڪونه هوندا آهن جهڙا
شانت واتاورڻ ۾. منش جي ٻڌي عمر ۾ من جي ورتين انوسار
بدلجندي رهي ٿي. ٻالپڻ ۾ ٻڌي جوانيءَ واري ٻڌيءَ کان
علحدي هوندي آهي، ساڳي ريت غريبيءَ ۾ ٻڌي
شاهوڪاريءَ واريءَ ٻڌيءَ کان نرالي هوندي آهي. اها
هميشه پيئي بدلجي. جنهن ٻڌيءَ جو پيمانو هميشه پيو
بدلجي، پوءِ ان ٻڌيءَ جو ڪهڙو وشواس ڪجي!

تنهن تي نوجوان بئرسٽر پڇيو ته حضور! ان جي معنيٰ
ته بحث مباحثو ڪرڻ آتما جو ڪم ڪونهي؟

مهاراج جن فرمايو ته نه، اهو اسانجي دماغ جو ڪم آهي.
اسانجو دماغ صرف اهي ڳالهيون سمجهي سگهي ٿو جيڪي
اسانجي اندرين دوارن پروڙي سگهجن ٿيون. پر ان اگم
۽ اگاڌ کي پروڙڻ دماغ جي دائري کان ٻاهر آهي. پرماتما
۽ ان جي ليلا کي ته صرف آتما ئي سمجهي سگهي ٿي. آتما
پنهنجي شڪتيءَ دوارا ٻڌيءَ جي مدد کانسواءِ ڏسي ۽
ڄاڻي سگهي ٿي.

”هي ته ڏاڍيون اچرج ڀريون ڳالهيون آهن.“

بئرسٽر تعجب ۾ چيو،

حضور جن فرمايو ته اسانجي ٻڌيءَ جي پهچ کان پري
گهڻيئي انوکيون ڳالهيون آهن. اهو ڪو صرف بي بنياد
وشواس ڪونهي بلڪ هڪ ٺوس حقيقت آهي ته پنهنجي
اندرين اکين سان ڏسي سگهجي ٿو. جي اسانکي انهن مهاتمائن تي
وشواس ناهي جن پنهنجي اندر جهاتي پائي آتم گيان پراپت
ڪيو ته پوءِ تحقيقات ڪرڻ جو صرف اهو ئي طريقو آهي ته
اسين پنهنجي اکين سان اندر وڃي ڏسون. پرماتما اهڙي
طرح رچنا جو بڻائي. اهو ته مان چئي نٿو سگهان پر جنهنکي

ڀڳرماستر ڇيو ته اُن جو مطلب اهو ٿيو ته ڪنهنکي به ان سوال جي جواب جي ڄاڻ ڪانهي.

حضور جن فرمايو ته ائين ڪونهي، مگر انهن سڀني ڳالهين ۾ ڪو نه ڪو راز رکيل آهي. ڪن حقيقتن جي بحث ۾ ترڪ دوارن نه، مگر ذاتي انڀو دوارن ئي ڄاڻ حاصل ڪري سگهجي آهي. انهي ڏس ۾ انساني بدي ۽ چترائي زياده مدد نٿيون ڪن، ڇو جو انهنجو دائرو بلڪل محدود آهي انهن کي ڇڏي اسانکي اندروني نرت جو سهارو وٺڻو پوندو، آتما جي ان اک کي کولڻو پوندو، جا ان سوڪيم ۽ چيتن پرماتما کي ڏسي سگهي ۽ اُن اک کي کولڻ لاء اسانکي پورن ستگوروءَ جي مدد ۽ سهائتا جي ضرورت پوي ٿي.

"پوءِ پرماتما اسانکي بدي ڇو ڏني؟"

نوجوان ڀڳرماستر سوال پڇيو.

جواب ۾ حضور جن فرمايو ته دنيا جا ڪم ڪاروڻ ڪرڻ لاء هن اسانکي بدي پردان ڪئي. ان کان متي بدي ڪم نٿي ڏئي. در اصل اسانجي بدي آهي ڇا؟ هن جڙ سنسار ۾، اسانجي جڙ اندرين دوارن پرايت ڪيل تجربن جي نچوڙ يا سار کي بدي ٿو چئجي. الڳ الڳ ماڻهن جي بدي الڳ الڳ ٿيندي آهي. آس پاس جو واتاورڻ، زندگيءَ جون حالتون، تعليم وغيره انهن سڀني جو مٿس جي بدي بناوٽ ۾ وڏو هٿ آهي. نتيجو اهو آهي ته هر ڪو پنهنجي پنهنجي نموني ۾ سوچي ٿو.

هڪ امريڪن جي سوچڻ جو ڍنگ، هڪ افريڪن حبشيءَ جي سوچڻ کان نرالو رهي ٿو. هڪ انگريز ۽ هڪ جرمن جا وچار انهن کي الڳ الڳ نتيجن تي پهچائين ٿا. جپانيءَ جا دليل پنهنجا آهن ته روسيءَ جا پنهنجا. ڪم

پرماتما پنهنجي دنيا سان اهڙين شڪتين پردان ڪي...
هجن، جو ڪرامتون ڏيکاري سگهي ۽ جنهن پنهنجي الـ...
ڪرائيسٽ ۽ ميريءَ جو درشن ڪيو هجي ۽ عيسائي ڏ...
انوسار ڪيس دکشا ملي هجي.

حضور جن فرمايو، ”سک، ساڌو ۽ سنت، اهي سنت مت...
۽ روحاني ڊگريون آهن. جهڙي طرح وديا جون بي. اي...
ايم. اي ۽ پي. ايڇ. ڊي. ڊگريون ٿينديون آهن. مون...
توهانکي هن کان اڳ ۾ ٻڌايو آهي ته اکين کان هيٺ شرير جا
ڇهه چڪر آهن ۽ ڇهه اکين کان مٿي. جيڪو هيٺين ڇهن
چڪرن کي طيءِ ڪري تنهنکي پورڻ يوگي چيو آهي ۽
جيڪو مٿي سهنس دل ڪنول تائين وڃي تنهنکي سک يا
شيوڪ چيو آهي. برهم جي ديش تائين وڃڻ کي برهم
گياني يا يوگيشور ۽ پار برهم تائين جنهنجي رسائي آهي
تنهنکي ساڌو چيو آهي. انهيءَ کان مٿي ست لوڪ تائين
وڃڻ کي سنت سڏيو آهي ۽ انهيءَ ۾ کان مٿي جنهن انامي
تائين رسائي حاصل ڪئي آهي تنهنکي پرم سنت سڏيو
آهي. انهيءَ آخرين مقام مان سنت جيون کي واپس وٺي
وڃڻ لاءِ هن مات لوڪ ۾ ايندا آهن.“

نوجوان ٽئر اسٽر پڇيو ته حضور! پرماتما اهڙن پيچيدن
منڊلن ۽ چڪرن کي بڻايو ئي ڇو؟ دراصل ته هن هيءَ دنيا
ئي ڇو بڻائي جا هيتري دک، درد ۽ شوڪ سنتاپ سان
ڀري پيئي آهي؟

حضور جن مشڪي فرمايو ته ان سوال جو موزون جواب
مان هڪ پراچين سنت جي اکرن ۾ دهرايان ٿو، ”انهيءَ کان
پڇو جنهن اها سرشٽي بڻائي آهي. جڏهن مالڪ رچنا ڪئي
تڏهن مان [illegible] گڏ ڪونه هوس.“

مان هندستان جي هر سماج ۾ ويو آهيان ۽ مونکي رسائيءَ وارا ئون آتمائون تمام ٿورڙيون مليون آهن.

حضور جن وڌيڪ فرمايو، ”ساڌو اهو آهي جنهن پنج وڪار- ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موهه ۽ اهنڪار تي وڃه پائي آهي، پنهنجي من کي وس ۾ ڪيو آهي ۽ جو سهس دل ڪنول، برهم ۽ پار برهم کي پار ڪري ست لوڪ پهتو آهي.“ جهڙي طرح پاڻيءَ جي بوند سمنڊ ۾ سمائجڻ کانپوءِ بوند نٿي رهي مگر سمنڊ جو ئي روپ اختيار ڪري ٿي، اهڙي طرح مالڪ روپي سمنڊ ۾ گوروءَ جي آتما ملي پنهنجي هستي گنوائي ڇڏي ٿي ۽ پرماتما سان ملي پرماتما ٿي بڻجي پوي ٿي. ظاهري طور گورو ساڌارڻ منش ڏسڻ ۾ اچي ٿو پر اندر هنجي حيثيت ۽ رتبي جو اندازو ئي نٿو لڳائي سگهجي. جيڪي اندر وڃن ٿا اُهي ئي اهو ڄاڻي سگهن ٿا. مولانا روم صاحب فرمائين ٿا ته اُهي پرماتما جا پيارا پٽر آهن ۽ پرماتما کين اهڙي شڪتي بخشي آهي جو قضا جو تير واپس موڙي سگهن ٿا. گورو ارجن ديو جن فرمائين ٿا ته سنتن جي شڪتي اپار آهي. هو جيڪي چاهين سو ڪري سگهن ٿا. ڀلا اهڙا سنت جي ڌر ڌام لائين وڃن ٿا هڪ وڌيڪ، درست ائين ٿيندو ته جيڪي ڌر ڌام کان اچن ٿا ان جي لوهين ڪهڙي مهما ڪري سگهندا؟

نوجوان پادري پڇيو ته حضور! جنهنکي انگريزيءَ ۾ Saint سينٽ چئجي ٿو تنهنکي ئي لوهين سنت ٿا سڏيو؟

حضور جن فرمايو ته پهرين لوهين ٻڌايو ته لوهين ”سينٽ“ ڪنهنکي سڏيندا آهيو؟

پادريءَ وراڻيو ته اسين اُن کي سينٽ چوندا آهيون جنهن ساڌنا ڪري الوڪڪ شڪتيون حاصل ڪيون هجن يا جنهنکي

ڀائي! اهڙن ننڍن ننڍن ڳالهين کي ڇڏي انهيءَ رب کي پڪڙيو جو توهان جي اندر آهي ۽ پنهنجي نج گهر پهچو. انهيءَ لاءِ توهانکي پوري گوروءَ جي کوج ڪرڻ کپي.

پر مشڪلات اها آهي ته دنيا ۾ انيڪ پرڪارن جا گورو آهن. يوگي، ويدانتي، سنياسي، اُداسي، ويراڳي، نرملا، نهنگ، نقشبندي، پاس آن فاس، بهائي وغيره. اهڙي حالت ۾ سچي گوروءَ کي ڪيئن سڃاڻجي؟ انهيءَ جو جواب آهي ته پرماتما خود سچي گوروءَ جي کوج ڪندڙ جي سهائتا ڪري ٿو. جگياسوءَ کي جڳائي ته هو پنهنجو اِشٽ سچکنڊ يا امرلوڪ رکي، جو پرلءِ مها پرلءِ کان پري آهي ۽ اُنهيءَ ڌام تائين وڃڻ مهاتما جي ڳولا ڪري. اهڙا پورن پرماتما تمام ٿورا ٿيندا آهن پر جگياسا سچي هوندي ته ضرور پرماتما ميلاپ ڪرائيندو. اهڙا ڪامل فقير هندن، مسلمانن ۽ ٻين قومن ۾ به ايندا آهن پر ٿيندا جزوي آهن ۽ سرنوشت ڀاڳن واري کي ملندا آهن.

الي راءِ روشنلعل پڇيو ته گورو صاحب سادن جي اهڙي مهما ڇو ڪئي آهي؟ هو ته اهڙي قدر چون ٿا:

"چرن ساڌ ڪي ڌوءِ ڌوءِ پيو،
ارپ ساڌ ڪئه اپنا جيئو،
ساڌ ڪي ڌور ڪرهه اشنان،
ساڌ اوپر جائيءَ قربان."

حضور جن فرمايو ته اهو سچ آهي. پر توهين ساڌو ڪنهن کي ٿا سڏيو؟ ڳيڙو رنگ ڪپڙا پهريندڙ ۽ ڀکيا پنندڙ ساڌو ڪونه آهن. اڄين آدمشماري موجب هندستان ۾ ٥٠ لک ساڌو آهن. پر سچا ساڌو جن ڪجهه روحاني ترقي ڪري مٿين منڊلن جي چڙهائي ڪئي آهي سي ڳاڻ ڳڻيا هوندا.

گورو نانڪ صاحب فرمائين ٿا:-

”تن من کوجي تو نام پائي.“

يعني انهيءَ نام کي پائڻ لاءِ پنهنجي تن ۽ من جي کوج ڪرڻي پوي ٿي. شمس تبريز جو مسلمانن ۾ وڏو ڪمائيءَ وارو فقير ٿيو آهي، انهيءَ نام جو ذڪر ڪندي فرمائي ٿو ته هر وقت منهنجي ڪنن ۾ هڪ مڌر آواز آڪاش منڊل مان بڌڻ ۾ اچي ٿو. ڪنهن ورلي وڏڀاڳيءَ ڪانسواءِ انهيءَ کي ڪير ٻڌي نٿو سگهي.

بيشڪ ڪو قسمت وارو انهيءَ نام کي ٻڌي ٿو پر اهو نام سڀني جي اندر موجود آهي، پوءِ هو چڙهجي يا ڏاڪو. انهيءَ الاهي آواز کي اسين انهيءَ ڪري نٿا ٻڌي سگهون ڇو جو اسانجي اکين جي پويان بجر ڪپاٽ لڳل آهن. جي خوش قسمتيءَ سان ڪو پورو سنت ستگورو ملي وڃي ته پوءِ اندر جا ڪن ۽ اکيون کلي سگهن ٿيون ۽ انهيءَ نام کي ڏسي ۽ ٻڌي سگهجي ٿو. جي سڀئي مٽن ۽ مذهبن جا پوئلڳ انهيءَ نام جي کوج ڪن ته پوءِ سڀيئي مذهبي جهڳڙا ۽ واد وواد ختم ٿي سگهن ٿا.

هيترا مذهبي جهڳڙا ۽ متڀيد ڇو ٿا ٿين؟ صرف اگيان ۽ سوارٿ جي ڪارڻ. جڏهن به ڪو سنت مهاتما اچي ٿو ته هو انهيءَ اصلي نام جو اپديش ڪري ٿو. هو ڪنهن به ڌرم يا مذهب کي برپا نٿو ڪري پر هنجي وڃڻ کانپوءِ اسين دنيا جا ماڻهو پاڻکي مختلف مٽن متانترن ۾ ڦاسائي ٿا ڇڏيون. پيغمبر محمد صاحب هڪ هو، قرآن شريف هڪ آهي پر مسلمانن ۾ اڄ ٻاهتر فرقا آهن. گورو نانڪ صاحب ڪا سک ڌرم جي استاپنا ڪانه ڪئي پر اڄ سکن ۾ ٻاوهه فرقا آهن. سنتن جي سکيا ته نهايت سرل آهي. هو چون ٿا ته

پروفيسر پڇيو ته حضور! 'نام' توهين ڇا کي ٿا چئو؟

حضور جن ورائيو ته 'نام' جي اکري معنيٰ آهي نالو، يا پرماتما جو ڪو پوتر نالو. پر سنتن جو نام لکڻ، پڙهڻ يا ٻولڻ وارو ٻاهري ورناتمڪ نام ناهي. انهن جو نام انگريزيءَ ۾، پارسيءَ ۾، سنسڪرت ۾ يا ٻي ڪنهن ڀاشا ۾ نه لکي سگهجي ٿو نه زبان سان اُنجو بيان ڪري سگهجي ٿو. اُنجو ڪنهن ٻه ٻوليءَ سان واسطو ڪونهي. اُنجو لفظن ۾ اظهار ٿي نٿو سگهي، نڪي زبان اُنجو ورنن ڪري سگهي ٿي. جيڪڏهن پرماتما جو نام ڪنهن هڪ ديش جي ٻوليءَ ۾ يا ڪنهن هڪ قوم يا ذات جي ٻوليءَ ۾ هجي ها ته پوءِ اها ته جيڪر ٻين ديشن ۽ قومن سان وڏي بي انصافي ٿئي ها. پرماتما جو نام ته سڀني لاءِ هڪ ئي آهي ۽ سڀني لاءِ سمان آهي. اهو نه لکڻ ۾ اچي سگهي ٿو ۽ نڪي زبان سان اُنجو بيان ڪري سگهجي ٿو.

ان نام کي رشين منين "آڪاش واڻي"، ويدن، ناد ۽ اُپنشدن اُنکي اُدگيت ڪري ورنن ڪيو آهي. مسلمان فقيرن اُنکي ندائي آسماني يا سلطان الاذڪر ڪري ڪوٺيو آهي. گورو نانڪ صاحب انهيءَ کي شبد، حڪم، ڪيرتن ۽ ٻين لفظن سان سڏيو آهي. بائيبل ۾ انهيءَ نام جو Word يا Logos ڪري ذڪر ڪيو ويو آهي.

انهيءَ نام هيءَ سڀ رچنا بڻائي ۽ انهيءَ جي سهاري هي سڀ ڪجهه هلي رهيو آهي. گورو نانڪ صاحب جن فرمائين ٿا:-

"شبدي ڌرتي شبدي آڪاس،
شبدي شبد ڀيا پرڪاس."

هاڻ ڪو لفظ ڪڏهن سرشٽيءَ کي بڻائي سگهي ٿو ڇا؟

پرماتما ڪونه مليو آهي. راوڻ نه رڳو وڏو ودوان هو بلڪ
چئن ويدن جو ٽيڪاڪار پنڊت پڻ هو. هنجي ويدن تي
ڪيل ٽيڪا سرو سريشٽ مڃي ويندي هئي. پر هنجو اخلاق
ڪهڙو هو؟ توهان سڀني کي سڌ آهي ته ڀارت جي هر ڳوٺ
۽ شهر ۾ هر سال سندس پتلو ڇو جلايو ويندو آهي؟ پرماتما
گرنٿن پوٿين ۾ ڪونهي. هو ته توهانجي اندر ۾ آهي. گرنٿن
۾ ته صرف هنجي مهما آهي. ڪيول ديهه ڌاري گورو ئي
هنکي حاصل ڪرڻ جو مارگ ڏيکاري سگهي ٿو. ڪنهن
ڪامل مرشد يا پورڻ گوروءَ جي کوج ڪريو ۽ هنکان اندر
وڃڻ جو ڀيد وٺو. جڏهن توهين اکين جي پٺيان ٽيسري تل
۾ پهچندا ته ڏسندا ته ستگورو توهان جي انتظار ۾ بيٺو
آهي. ان کان پوءِ هو سدائين توهان سان انگ سنگ رهندو،
ڪڏهن به توهانجو ساٿ ڪونه ڇڏيندو.

حضور مهاراج جن وڌيڪ فرمايو ته توهين ڀلي يورپ
وڃو، اميريڪا، آفريڪا يا ڪنهن ٻئي ديش وڃو، ستگورو
هر وقت ۽ هر هنڌ توهان سان انگ سنگ آهي. توهين
پنهنجي ڪمري ۾ در بند ڪري ويهي رهو، ستگوروءَ کي
ياد ڪريو، هو توهان جي سامهون اچي پرگهٽ ٿيندو. توهين
کانئس ڪو به سوال پڇو، هو انجو جواب ڏيندو. هو هر مصيبت
۾ توهانجي مدد ڪندو، هر ڪشٽ ۽ ڪٺنائيءَ مهل
توهانجي رهنمائي ڪندو. جهنگلن ۾، پهاڙن ۾، سمنڊن ۾
بيابانن ۾ هو توهانجي رکيا ۽ حفاظت ڪندو. ڀڳتيءَ جو
اهو ئي سچو مارگ آهي، باقي ٻيو سڀ مايا جو پسارو آهي.
ڪن پل لاءِ ٿڌي دل سان سوچيو ته هن سنسار ۾ ڪهڙي
دولت ڪٺي ڪرڻ يوگيه آهي؟ اها صرف نام جي پونجي آهي
جا هن دنيا ۾ توڙي پرلوڪ ۾ اسانجي سهائتا ڪري ٿي.

ذريعي نڪري، استري، پُٽن، ڌيئرن، ماءُ، پيءُ ۽ ٻين رشتيدارن دوستن ۽ سنسار جي جڙ ۽ چيتن پدارٿن ۾ ڇنڀڙي پيئي آهي. جڏهن اهو پيار سڀني طرفن کان هٽي ڪيول ستگوروءَ لاءِ ڪيندرت ٿئي ٿو ته پوءِ ان ۾ ڪيتري طاقت ۽ شڪتي اچي ٿي ۽ اهو ڪهڙا ڪرشما ڪري سگهي ٿو ان جو اندازو به لڳائي نٿو سگهجي.

پروفيسر پڇيو، حضور گوروءَ لاءِ اهڙو پيار ڪيئن ٿو اُپن ڪري سگهجي؟

داتا جن ورائيو، "مان خوش ٿيو آهيان جو توهان هي سوال پڇيو آهي. سچو پيار ۽ ڀڳتي ڇا آهي؟ گورو ارجن ديو هن شبد ۾ ان جو جواب ڏين ٿا. "ستگورو وچن ڪماوڻا سچا اهو ويچار." يعني ستگورو جيڪو به حڪم ڏين ٿا، انهيءَ اَٽل وشواس سان پالن ڪرڻ آهي ستگوروءَ سان سچو پيار ڪرڻ. ستگورو حڪم ڏئي ٿو ته شراب ڪباب کان ڪنارو ڪريو ۽ نيڪ پاڪ جيون گذاريو. ڪنهنجو به ڌن پدارٿ چوري نه ڪريو. ڪام ڪروڌ کي تياڳيو ۽ وشيه وڪارن مان من کي هٽائي اندر روحاني منڊل جي چڙهائي ڪري مالڪ جي محل ۾ پهچو، اهو آهي انساني زندگيءَ جو صحيح مقصد. ستگوروءَ سان پيار ڪرڻ آهي گويا اپاڻهار سان پيار ڪرڻ. ستگوروءَ جي پيار کي مڪمل ڪريو. ستگورو پرماتما جي پيار ۾ پراپورڻ آهي ۽ جيڪڏهن اسين ستگوروءَ سان پيار ڪنداسين ته اسين پرماتما جي پيار سان ڀاڳمراد ۽ ڀرپور ٿي وينداسين. پرماتما ۾ لين ٿيڻ جو اهوئي مارگ آهي. ستگوروءَ سان پريم ڪرڻ آهي پريو پراپتيءَ جو پهريون ڏاڪو.

اڄ تائين ڪنهنکي به گرنٿ پوٿيون پڙهڻ سان يا تيرٿ [illegible] گنگا آدي ندين جي اشنان ڪرڻ سان

۽ راجا پوءِ جو گورو ھو پر زندگيءَ ڀر موچيءَ جو ڪم
ڪندو رھيو ۽ ماڻھن جون جتيون مرمت ڪندي پنھنجي
روزي ڪمائيندو رھيو. سنت نامديو ڪپڙو ڇري پنھنجو گذر
ڪندو رھيو. گورو نانڪ جن کيتي ڪئي. مھنجا ستگورو
بابا جئمل سنگھ جن فوج ۾ ڪم ڪندا ھئا ۽ ريٽائر ڪري
معمولي پينشن تي گذر ڪري ستسنگت جي سيوا ڪندا رھيا.
مالڪ جو پيارو ڀڳت ھميشه حق حلال جي ڪمائيءَ جي
روٽي کائيندو ڇو جو غلط طريقن سان ڪمايل روٽي من کي
ملين ٿي ڪري ۽ اپياس ۾ وڏي رڪاوٽ ٿي وجھي.

”اھو اِنسان ڪھڙو نه خوش نصيب آھي جنھن کي ڪنھن
اھڙي سنت سان ملاقات ٿئي! ھو اسانجي سار سنڀال
لھي ٿو ۽ اسانجي زندگيءَ جي واڳ ڏور سنڀالي ٿو. پوءِ
ھنکان وڌيڪ ڪير اسانجو عزيز، پيارو، متر ۽ سڄاڻ
ٿي سگھي ٿو؟ انڪري ئي گورو ارجن ديو چوي ٿو ته پيار جو
پھريون استان گوروءَ کي ڏنو آھي. پر گورو پنھنجي پوڄا
نٿو ڪرائي ۽ نڪي ھن کي اسانجي پيار جي ضرورت آھي.
سندس پيار پورن ريت مالڪ سان لڳل آھي ۽ ھو اھائي
سکيا ڏئي ٿو ته توھين به مالڪ سان پيار ڪريو. پوءِ پھريائين
گوروءَ سان پيار ڪرڻ ڇو ضروري آھي؟ صرف انھيءَ لاءِ
ته اسانجو پيار سڀني طرفن کان ھٽي ۽ پرمارٿ جي طرف
لڳي وڃي.

جڏھن ڪنھن ٽانڪيءَ جو پاڻي جو ڪيترن ئي سوراخن
۽ نلن رستي وھي ويندو ھجي، ان جا سڀ نل ۽ سوراخ
بند ڪري جيڪڏھن صرف ھڪ ئي نل کان اھو پاڻي
وھائجي ٿو ته ان ۾ ڪيڏو نه زور ٿو ٿئي. اھڙي ساڳيءَ
ريت اسانجي آتما جي ڌارا اکين، ڪنن، نڪ ۽ ٻين دوارن

ڪوڙ چوندو آهي تہ مان گورو آهيان. هو نہ چوندو آهي تہ توهين مونکي پنهنجو ڀاءُ، متر، اُستاد، پُٽر يا شيوڪ ڪري سمجهو پر منهنجو چوڻ مڃو ۽ پنهنجي اندر هلو. جڏهن اندر ويندا تہ خود ئي ڏسندا تہ گوروءَ جو اصلي روپ ڇا آهي ۽ هو ڪهڙي حيثيت جو صاحب آهي. پوءِ جيڪي توهانکي وڻي ليکن ڪيس سڏيو. اڄ ڪائين ڪنهن بہ سنت اها دعويٰ ڪانہ ڪئي آهي تہ هو گورو آهي. سنت سدائين پاڻکي شيوڪ ۽ داس چوندا آهن. گورو نانڪ ۽ ڪبير صاحب هميشہ پاڻکي داس چوايو.

گورو ڪنهنجي بہ ڪوڙي قبول نٿو ڪري، جي وٺي ٿو تہ هو گورو ڪين آهي هو منگتو آهي. گورو داتا بڻجي بخشش ڪرڻ اچي ٿو ۽ نہ منگتو بڻجي، هٿ ڦهلائڻ ٿو اچي. پورو گورو پگهر جو پورهيو ڪري پنهنجو جيون نرواهہ ڪندو آهي. هو محنت مزوري ڪري، وڻج واپار يا کيتي باري ڪندو. پر ٻين جي دان جو سهارو ڪين وٺندو ۽ نڪي ٻين تي بوجهہ بڻجي رهندو. توهين سنتن جي جيون جو اتهاس پڙهي ڏسو. ڪبير صاحب جي ششن ۾ راجائون ۽ مهاراجائون بہ هئا، ان هوندي بہ زندگيءَ ڀر هڪ غريب ڪوريءَ جو ڪم ڪندو رهيو. سندس گهر ۾ صرف ٻہ مڃون هيون جي سندس گهر ۾ جيڪي سادو مهاتمائون ايندا هئا انهن کي ڏيندو هئو ۽ پاڻ ۽ سندس پريوار پت لسي سمهندا هئا. سندس گهر ۾ ڪاڏي جي هميشہ ڪمت رهندي هئي ۽ اهو بہ سادن کي ڏئي ڇڏيندو هو ۽ پاڻ مٺ ڀر ڀڳڙن تي گذارو ڪندا هئا. ڪبير صاحب جي جيون جي اها تصوير ڪبير صاحب جي پنهنجي مالي لوئيءَ جي هڪ گيت مان ملي ٿي.

"رويداس وڏي ڪمائيءَ وارو سنت هو. هو واٽي ميران

پورو ڪري ٿو، چاهي هنجو شيوڪ پنهنجو فرض نباهي يا نه، ان ڳالهه جو هو ذرو به خيال نٿو ڪري. اها پريت لڌهن اچي ٿي جڏهن شيوڪ پنهنجي اندر وڃي ستگروءَ جي ڪارڻ ڪي ڏسي ٿو. مون اهڙيون ڪيتريون ستسنگياڻيون ڏٺيون آهن جن موت جي ڏينهن پنهنجي ٻارن جو موهه ڇڏي ڏنو ۽ انهنکي تڇ ڏيڻ کان به انڪار ڪيو. جيڪڏهن ڪنهنجي سس سندس ٻار کڻي کيس گود ۾ ڏنو ته به هن وٺڻ کان انڪار ڪندي چيو ته مان ٻارڻ هينئر ستگرون جي گود ۾ آهيان ۽ منهنجو هينئر سنسار ۾ ڪو به موهه ڪونه رهيو آهي.

ڪلو ننگل ۾ سوهسنگهه نالي هڪ ستسنگي هو. وڏيءَ عمر ۾ هنکي ٻار ڄاوا هئا ۽ هنجو ٻارن ۾ اهڙو ته موهه هوندو هو جو سندس ٻار دوست کيس چيڙائيندا هئا ته موت وقت سندس گردن هنجي اولاد جي ٻانهن ۾ هوندو ۽ پير جمدوتن جي هٿن ۾. پر جڏهن هنجو سنسار مان ڪوچ ڪرڻ جو وقت آيو ته ڪجهه ڏينهن اڳ ئي هنکي اندر ۾ اهڙو ته رس ۽ آنند. اچڻ لڳو جو ٻارن کي ڊاڪارڻ لاءِ هن هڪ لٺ کڻي پاسي ۾ رکي ۽ کين ڊاڪارڻ جي خيال کان چوڻ لڳو ته جيڪو به منهنجي ويجهو ايندو آنکي ماري ڇڏيندس! نام سيدي سنساري لڳ لاڳاپن کان نروهه ٿو بڻائي ۽ هردي جون عزائي غلاظتون ڪڍي ٿو ڇڏي. شش جي موت وقت ستگرو هنجو سيدي طرف کان ڌيان هٽائي اندر ۾ لڳائي ٿو.

پروفيسر پڇيو ته حضور گروءَ جو ملڻ ته ڏاڍو مشڪل ڪين آهي.

مهاراج جن وراڻيو ته ها، اهو سچ آهي. گرو ڪلڏهن

جنهنجي پاڻ پوشڻ لاءِ اسين ڪيڏا نه پاپ ڪمايون ٿا، اهو به اسان کي ڏوکو ٿو ڏئي. جيڪڏهن موت جي سمي ڪير اسانجي مدد ٿو ڪري ۽ ڌرمراج جي دربار ۾ اسان سان گڏ ٿو هلي ته اهو صرف گورو ئي آهي. موت کانپوءِ ٻيو ڪو به اسانجي سهائتا نٿو ڪري سگهي. جيڪڏهن سرشٽ پاڳسن ڪري جيو کي ستگورو ملي وڃي ۽ هو ڪانئس نام دان وٺي پريم پيار سان ڪمائي ڪندو ته پوءِ پڪ آهي ته موت جي سمي ستگورو اچي پرگهٽ ٿيندو ۽ کيس پاڻ سان وٺي ويندو. اهڙيءَ حالت ۾ ان گهڙيءَ جمدوت اچي ونيو وڃن. جيڪڏهن موت جي اپار ڪشٽ وقت، گورو سهائتا نٿو ڪري ته اهڙي گورو ڌارڻ ڪرڻ مان فائدو ئي ڪهڙو؟ تڪليف ۽ پيڙا جي هن نازڪ گهڙيءَ ۾ سهائتا ۽ دلداريءَ لاءِ ئي گوروءَ جي شرن وٺي پوندي آهي. جيڪڏهن گوروءَ کان اها مدد نٿي ملي ته اهڙي گوروءَ کي پرنام ئي پرنام. تنهنڪري ڪامل مرشد کي ڳولڻ ۾ ڏاڍي ساوڌاني ورتڻ گهرجي. موت جي سمي پراڻن تڪرڻ مهل ڏاڍي پيڙا محسوس ٿيندي آهي. پر ستسنگيءَ کي موت جي وقت جڏهن ڪامل مرشد درشن ڏئي ٿو تڏهن هنجي خوشيءَ جي حد ئي نٿي رهي، اهڙي خوشي محسوس ٿو ڪري جو پنهنجي شاديءَ جي به نه.

انهي پادري پروفيسر چيو ته سمجهو ته شيوڪ اندر ۾ ترقي ڪين ڪئي آهي ته پوءِ به ستگورو هن وٽ موت جي سمي ايندو؟

حضور جن فرمايو، "ضرور" ڇو جو گوروءَ جي معنيٰ ئي آهي دايا مهر. شش کي نام ڏيڻ وقت ستگورو اها ذميواري پاڻ تي هموار ڪري ٿو. هو پنهنجو واعدو ضرور

پهريدا ته مون گوروءَ جو ذڪر ڪيو، پر ماتما جو پوءِ،
سو ڇو؟ اهو سوال سياو ڪ آهي. سيني سنتن ڀڳاتن،
پيرن پيغمبرن جن پرمارٿ جي کوج ڪئي ۽ جيڪي اندر
وڃي انهن جو ڪٿن آهي ته پرماتما اساڃي اندر آهي پر
گوروءَ جي ڪرپا ٻنا هن کي ڪير به ڏسي نٿو سگهي. هو
سدائين اساڃي انگ سنگ آهي، اساڃي اندر آهي، پر
توهان سڀني کي سڌ آهي ته هنجي اندر موجود هوندي به
اساڃي ڪهڙي دردشا آهي. جڏهن گوروءَ سان ميلاپ ٿيو
۽ هن جڳتي ڏني تڏهن پوءِ ٿي اسانکي پرماتما جو ساڪيات
درشن ٿيو. تنهنڪري مهانتا ڪنهنجي ڇٽي؟ سڳت به
ڪيترن ئي ڇيو ته بيشڪ، گوروءَ جي.
ان سنبه جو ورنن ڪبير صاحب جن پنهنجي ئي ٻولي
سان ڏنو آهي:
”گورو گوبند دوئو ڪڙي ڪاڪي لاڳون پاءِ،
بلهاري گورو آپڻي جن گوبند ديو دکاءِ.“
حقيقت ۾ هن سنسار کي ڪنهن وڏي نرڪ جي ضرورت
ڪانهي ڇو جو مالڪ جي اندر هئڻ جي باوجود اسان سڀئي
۽ نرڪن ۾ ڌڪا ٿي کاڌا ۽ بار بار ڪيڙن ماڪوڙن، پسن
۽ پکين جي جونين ۾ ٿي آياسين. ڪڏهن اسان گاهه ٿيا ورڻ
ٿي جنم ورتو ته ڪڏهن ڪيڙي ماڪوڙي، تانگ ٿيا سڀني
جي جون ورتي. ڪنهن به اساڃي مدد لاءِ هٿ ڪين
ڏگهيڙايو. پر جڏهن اسانکي سنگورو مليو تڏهن هن اسانکي
دوزخ جي آگ کان بچائي ورتو ۽ مالڪ جي محل ۾ وٺي ويو.
موت جي وقت اسانکي ڪير ٿو ساٿ ڏئي؟ ان گهڙيءَ
اسانکي پنهنجا رشتيدار، مترءِ، ماءُ پيءُ، ڀائر ڀيڻرون،
پاڙيسري ۽ پروهت به ڇڏي ٿا ڏين بلڪ هي اسانجو سرير

## ٣. هڪ ستسنگ

حضور مهاراج جن ٻڌڻ پاتشاهي سري گورو ارجن ديو جن جو هيٺيون شبد ڪڍي ان جي وياکيا ڪرڻ شروع ڪئي.

"گورو پرميسر پوڄئي من تن لائي پيار،
ستگورو داتا جيءَ ڪا سڀ سي ديئي آڌار.

ستگورو وچن ڪماوڻي سچا ايهو ويچار،
ٻن سادو سنگت رتيا مايا موهه سڀ ڇار.

ميري ساجن هر هر نام سمال،
سادو سنگت من وسي پورن هووي گهال.

گورو سمرٿ اپار گورو وڏ ڀاڳي درسن هوءِ،
گورو اگوچر نرملا گورو جيوڊ اوڙ نه ڪوءِ.

گورو ڪرتا گورو ڪرڻهار گورمک سچي سوءِ،
گورو تي باهر ڪڇ نهين گور ڪيتا لوڙيس هوءِ.

گورو تيرٿ گورو پارجات گورو منسا پورڻهار،
گورو داتا هرنام ديئي آڌري سڀ سنسار.

گورو سمرٿ نرنڪار گورو اوچا اگم اپار،
گور ڪي مهما اگم هي ڪئا ڪٿي ڪٿنهار.

جتڙي ڦل من ٻاڇيئي تتڙي ستگور پاس،
پورب لکي پاوڻي ساچ نام دي راس.

ستگورو سرڻي آئيان باهڙ نهين ٻناس،
هر نانڪ ڪدي نه ٻسرءُ ايهه جيءُ پنڊ تيرا ساس."

حضور مهاراج جن فرمايو ته ڪيول ٻه چيزون اسان جي پوڄڻ يوگيه آهن – هڪ گورو ۽ ٻيو پرماتما. شايد تو هين سوال

ڪپڙ جو ڪاڏل بچيل ڪونهي.

هوش ۾ اچڻ ڪانپوءِ جڏهن پاڻي شاديءَ کي سڄي گهٽنا جي ڄاڻ پيئي ته هو اچي زار زار روئڻ ۾ چٽڪيو ۽ چيائين، منهنجا مالڪ! مون جهڙي پاپيءَ جي ڪرمن جو بوجهه توهان ڇو پنهنجي سر تي کنيو؟ مون جهڙو گندگيءَ جو ڪيڙو اهڙي دئيا مهر جو پاتر بلڪل ڪونه آهي." پوءِ مون کي چيائين ته منهنجي پياري مالڪ کي توهان ڇو ٻڌايو؟ توهان کي ائين ڪرڻ کان گهربو هو. گلاب جهڙي ڪومل منهنجي ستگوروءَ کي تورو به اهنج رسي تنهن کان ته مان پنهنجي وڃان اهو لک ڀيرا بهتر آهي.

مون چيو، "پاڻي شادي مون کان ڪونه ٻڌايو." هن وري چيو ته مونکي مرڻ ڏيو ها ڇاڪاڻ ته منهنجي دلدار کي ته ڪا تڪليف ڪانه پهچي ها.

اِلي حضور جن حڪم ڪيو ته ان ڳالهه جي وڌيڪ اُپٽار نه ڪيو.

پاڻي شادي جنم کان مسلمان هو. پر پنهنجي رشتيدارن ۽ ذات ڀائرن جي غصي ۽ طعنن جي ڪابه پرواهه نه ڪري هن دليريءَ سان هڪ هندوءَ کي پنهنجو مرشد ڌارڻ ڪيو جو سندس رشتيدارن جي نظرن ۾ ڪفر جو ڪم هو. پاڻي شاديءَ شادي ڪين ڪئي ۽ پنهنجي سڄي زندگي مرشد جي چاڪريءَ ۾ وليت ڪئي.

اسين چانهه پي رهيا هئاسين ۽ ڳالهيون به پئي ڪيونسين ته هڪ ماڻهوءَ اچي ٻڌايو ته حضور مهاراج جن ڇهين بجي شام جو ستسنگ ڪندا. ان وقت پورا چار ٿيا هئا ۽ انڪري اسين ٻئي نئين ستسنگ گهر ڏانهن هلڻ لڳاسين. پادرين جي ٽوليءَ به مڃي ڦاسائڻ جو ارادو ترڪ ڪري ستسنگ ٻڌڻ جو فيصلو ڪيو.

مان پنهنجي آقا کي بيعت ڪريان؟ نه مان هنن کي ٽانگ جو زهر پيئڻ ڪين ڏيندس. مان هن سان سهمت بلڪل ڪونه هوس پر هن مونکي اهڙي ڏک ڀري لهجي ۾ منٿ ۽ نيزاري ڪئي جو مان هنجي مرضيءَ خلاف ڪجهه ڪين ڪري سگهيس. آخري ۾ ٻائي شادي بيهوش ٿي ڪري پئي ۽ شايد مري وئي.

جڏهن اسين ڪافي پري رهجي وياسين ته حضور جن اچانڪ پٺيان نهاريو ۽ اسان کي گهٻرايل ڏسي پنهنجو گهوڙو ورائي آيا جتي اسين ٻائي شاديءَ جي شوهر کي گهيري بيٺا هئاسين.

حضور جن کي هيءَ ساري گهٽنا جو ورتانت ٻڌي ڏاڍو ڏک ٿيو ۽ اسانکي حڪم ڏنائون ته ٻائي شاديءَ کي گهوڙي تي چاڙهي سرسي اسپتال ۾ کڻي هلو. پر اهو ممڪن ڪونه هو ڇو جو اسان ٻن ڄڻن جي جهلڻ جي باوجود ٻائي شاديءَ جو شوهر گهوڙي تي ٽڪي نٿي سگهيو. آخري پٽ ۾ هڪ چادر وڇائي کيس ان تي ليٽايوسين. حضور جن فرمايو ته ڏسو ڪٿي نم جو وڻ آهي؟ چوندا آهن ته نم جا پن نانگ جي زهر لاهڻ لاءِ ڏاڍا ڪارگر ٿيندا آهن. پر ڪٿي به وڻ جو نالو نشان ڪونه هو. پريان هڪ ننڍي ٻوٽي کي ڏسي حضور جن هڪ ماڻهوءَ کي موڪليو ته ان مان هڪ ٽاري ڇني کڻي اچ. ٽاري وٺي اها گهاءَ تي ڦيرائيندي حضور جن فرمايو ته ٻڌو الم ته هن رت ٽاري ڦيرائڻ سان زهر لهي ويندو آهي. پر اسان سڀني جاتو ٿي ته زهر لٿو ڪين ٿي! آخرڪار ڏهن منٽن کانپوءِ ٻائي شادي هوش ۾ آيو پر مان ته جيڪر ائين چوان ته هن ۾ وري جان آئي ڇو جو هو قريب قريب مري چڪو هو. هنجو سارو جسم ننهن ڪا [illegible] تائين ڪارو ٿي ويو هو. عام ماڻهو چوندا آهن ته

ڏيکاري ته مون ڳالهه جو سلسلو جاري رکندي چيو ته سنت
ڪڏهن ڪڏهن اهڙين قسمن جا چمتڪار به ڏيکاريندا آهن پر بلڪل
خاص موقعن تي ۽ ڪن خاص ڪارڻن ڪري. سائين وقت پوري
ساوڌاني رکي ويندي آهي جيئن اها ڳالهه واشگاف نه ٿئي. مان
توهانکي اهڙي هڪ پنهنجي اکين ڏٺي واردات ٻڌايان ٿو.

هڪ دفعي حضور مهاراج جن پنهنجي سڪندرپور وارن
اهڙين ڪان سرسي اچي رهيا هئا جتان کين بياس وڃڻ لاءِ ريل
۾ چڙهڻو هو. پاڻ گهوڙي تي سوار هئا ۽ ميان شادي
(حضور جن جو مسلمان شيوڪ) مان ۽ ٻيا ستسنگي پيدل
حضور جن جي پوئتان پٺيءَ هلياسين. ان علائقي ۾ تمام
زهريلا نانگ ٿيندا آهن ۽ انهن ڏينهن ۾ ڪي پڪا رستا
ڪونه هئا، انڪري اسين پوڪيل زمين مان هلي رهيا هئاسين.
ڀائي شاديءَ اوچتو وڏي رڙ ڪئي ته مونکي ڪوبر نانگ
ڪاٽي وڌو آهي. نانگ اُتي ئي ويٺو هو ۽ اسان ان کي
ماري وڌو. چوندا آهن ته ڪوبر ڪاريهر نانگ وانگر مرڪبار
ٿيندو آهي، اُنجو زهر هڪدم چڙهي ويندو آهي. ان علائقي
جي ماڻهن جي هڪ عام ڪهاوت آهي ته ڪوبر پنهنجي ڪکيل
کي چوندو آهي، ”جڏهن پاسي مان ويٺو آهيان انهيءَ پاسي
نه ڪرج، ٻئي پاسي ڪرج.“

ڀائي شاديءَ جو رنگ هڪدم بدلجي ويو. هو هلي
نه ٿي سگهيو. حضور جن اسان کان ٿورو اڳيرو هئا ۽ جيئن
مان هنن کي اها واردات ٻڌائڻ لاءِ ٻئي ويس ته ڀائي شاديءَ
درد ڀريءَ آواز ۾ التجا ڪئي ته مهرباني ڪري حضور جن
کي نه ٻڌائج.

”چو ڪين؟ مونکي نه کين ٻڌائڻ ئي کپي.“

مون چيو، ”تنهن ڪانسواءِ ان ۾ حرج ئي ڪهڙو آهي؟“
ڀائي شاديءَ چيو ته چا صرف اهو ئي نذرانو آهي جو

ويٽنگ روم ۾ جهونا ڪاٽيندي گذاري رهيو هو ته هڪ
معزز ماڻهوءَ ڪيس ڪلهي تي ٺوڪي هٿي، اچي جاڳايو. هو
چونڊ ڪاميٽيءَ جو ٽيون ميمبر هو.

هن پڇيس، "توهان ئي سردار ڪپور آهيو؟"

"جي ها،" سردار وراڻيو.

هن پڇيو، "ڇا توهان جو پتا ڪپور ٿلا ۾ سيشن جج آهي؟"

سردار چيو، "جي ها."

تنهن تي هن ٻڌايو ته توهان جو پتا ۽ مان ٻئي هم ڪلاسي
هئاسين. منهنجي ڪين يادگيري ڏيارجو ۽ چئجو ته حالانڪ
۲۰ سال گذري ويا آهن جو اسين پاڻ ۾ گڏيا به ڪونه آهيون
پر منهنجي دل ۾ هن لاءِ اڄ به اهو ئي سمان ۽ سنيهه آهي
جهڙو موکي سندن لاءِ ڪاليج جي ڏينهن ۾ هو. ڪڏهن
مان ضرور اچي ساڻن گڏبس. توهان منهنجو نالو ڄاڻڻ
چاهيندا. هي منهنجو ائڊريس ڪارڊ آهي، (ان تي نالو
لکيل هو راءِ بهادر ...... ڊوگرا، ڊپٽي انسپيڪٽر جنرل
آف پوليس) توهان چونڊ ۾ پهريون نمبر آيا آهيو. مان هيڊ
تي وڃي ٿو توهان جي مقرريءَ جو آرڊر ڪيان. اسين توکي
روهتڪ ۾ رکون ٿا. سنو ائين ٿيندو جو جلدي روهتڪ
وڃي نوڪريءَ تي چڙهه ڇو ته ڪڏهن ڪي ڪلاڪ
اڳواٽ نوڪريءَ تي چڙهڻ ڪري به وڏو فرق پئجي ويندو
آهي. (سچ پچ اڳتي هلي ائين ٿيو) سنگورن اهو سڀ
انتظام ڪيئن ڪيو؟ جاچ ڪرڻ سان سردار کي پتو پيو ته
هن پيري بورڊ تي مسلمانن کي کٽڻ بجاءِ صرف ٻن مسلمانن
کي مقرر ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ۽ ائين جيڪا ٽين جڳهه بچي
اها گورنر جي سفارشي هندوءَ کي ڏني وئي.

جڏهن پروفيسر ان ساري ورتانت ۾ گهري دلچسپي

سمجهيو. هن سمجهيو ته اميالي وڃڻ سان وقت، شڪتيءَ ۽ پيسي جو اجايو زيان ٿيندو پر مون کيس زور ڏيئي اوڏانهن اماڻيو.

اٽڪل ١٢٥ اميدوار هئا جنکي ٢٥ - ٢٥ جي ٽولين ۾ چونڊ سميتيءَ اندر گهرايو. منهنجو پٽ پهرين ٽوليءَ ۾ ويو ۽ قدرت سان پهرين قطار ۾ پهرئين نمبر وٽ وڃي ويٺو. چونڊ سميتيءَ جي پرنسپال مسٽر هئملٽن هارڊنج هن جي درخواست پڙهي کيس چيو ته تون ڪاليج ۾ ٽينس ٽيم جو ڪئپٽن ۽ هاسٽل ۾ پريفيڪٽ (Prefect) رهيو آهين. پر اهي سڀئي ڳالهيون توکي هن نوڪريءَ ۾ ڪهڙي ڪم اينديون؟ اهو سوال اهڙي نفرت ڀرئي ۽ چڙ ڏياريندڙ نموني ۾ پڇيائين جو منهنجي پٽ کي ڪاوڙ اچي وئي. هنکي سمجهه ۾ نٿي آيو ته اهڙي طعني ڀريل سوال جو ڪهڙو جواب ڏئي؟ هو رکو ۽ ناداني‌ءَ ڀريو جواب اڃا ڏيڻ تي هو ته چونڊ ڪاميٽيءَ جي هڪ ٻئي ميمبر چيو ته ان مان ته پاڻ ظاهر آهي ته ودياٿي جيون ۾ به هنکي ڪم ڪرڻ جو ڏانءُ هو ۽ اڳوان بڻجڻ جي يوگيتا.

انتري ۾ منهنجي ڇوڪري به هوش سنڀاليو ۽ جواب ڏنائين ته جناب، ان مان ظاهر آهي ته مان سنگهرش ڪري جاڻان ۽ آسانيءَ سان هار مڃڻ وارو ڪين آهيان. هڪ وڪيل ۾ انهن ٻنهي گڻن جو هجڻ نهايت لازمي آهي، ”پر توکي وڪالت جو ته تمام ٿورو آزمودو آهي،“ پرنسپال چيو ۽ ان سان ڳالهه اتي ئي ختم ٿي. هو ٻاهر نڪتو ۽ گهر وڃڻ لاءِ پهرين گاڏيءَ کي پڪڙڻ لاءِ اسٽيشن ڏانهن ويو ٿي ته هن جي دوست جنهن وٽ رات جو ٽڪيو هو، کيس زوريءَ رهايو ۽ چيو ته نتيجو ٻڌي پوءِ وڃج. هو اڃا ڏکيون گهڙيون

ٿا چا؟

پروفيسر چيو ته توهين جيترو به پڇائي سگهو، پڇايو. مون چيو ته ڏاڍو چڱو. مان توهانکي هڪ ٻي ڳالهه ٻڌايان ٿو. منهنجو پٽ جيڪو جالندر ۾ وڪالت ڪندو هو، تنهن پنجاب سرڪار کي پوليس پراسيڪيوٽر (سرڪاري وڪيل) جي نوڪريءَ لاءِ درخواست ڪئي. اهڙيون ڪل پنج جايون خالي هيون جن مان ٽي مسلمانن کي ڏنيون هيون ۽ هڪ ڪنهن سک اميدوار کي. باقي هندو وڪيل لاءِ باقي صرف هڪ جڳهه ٿي هئي ۽ ان هڪڙي جاءِ لاءِ قريب چاليهه اميدوار هئا. انهن مان هڪ لاءِ ته پرانت جي گورنر جي سفارش هئي ۽ ٻئي هڪ کي وري هاءِ ڪورٽ جي چيف جسٽس جي پوري پٺڀي هئي. انڪري منهنجي پٽ کي اهو وشواس ٿي ويو ته سندس چونڊجڻ جي ته ڪا آشا ئي ڪانهي. خاص ڪري انهيءَ ڪارڻ به، جو هو ٻن سالن جو نئون وڪيل هو. تنهنڪري هن چونڊ ڪاميٽيءَ جي اڳيان پيش ٿيڻ جو خيال ئي لاهي ڇڏيو. نيم انوسار اسين آرتوار جو ڏيري آياسين ۽ ٻڌر ڏينهن چونڊ هئي.

جڏهن اسين حضور جن کان موڪلائڻ وياسين ته سردار ڀڳت سنگهه وڪيل، جنهن سان گڏ منهنجو پٽ جالندر ۾ وڪالت ڪندو هو، تنهن مهاراج جن سان چونڊ جو ذڪر ڪيو. منهنجو پٽ حضور جن جي ساڄي پاسي بلڪل ويجهو ويٺو هو. حضور جن پنهنجو ساڄو هٿ هنجي ڪلهي تي رکيو ۽ فرمايو، "اڇا! انسان جي تقدير کي هلائڻ واري شڪتي انسان کان ڪا اوچي طاقت آهي. وڃي تقدير کي آزماءِ." ٻاهر نڪرڻ سان ئي مون کيس واڌايون ڏنيون ۽ چيو ته اڇا توهان چونڊجي وئين. پر ٻار ته نيٺ ٻار ئي ٿيندا آهن سو هن حضور جن جو اشارو ڪين

الهيءَ عمر ۾ ڪير ٿو انهن ڳالهين جي پرواهه ڪري! ٻئي ڏينهن نام دان هو ۽ مهنجي نيرڻ ڏيري جي ڪهڙن ستسنگي رشتيدار وٽ هئي. ناشتي کانپوءِ هو مونکي چوڻ لڳو ته تون ڇو ٿو نام وٺين؟ اهڙو سولهري وجهه هتان ڇو ٿو وڃائين؟

مون من ۾ سوچيو ته ڇونه اهو تماشو ڏسجي! الهيءَ ٻاو سان ٿي مان نام وٺڻ لاءِ ويو هوس ۾ مالڪ جي مرج بـي الت آهي. مان نادان ۽ ناستڪ هوس ۽ پيو چيو نه هوس! پر ستگورن صرف مهنجي آلما ڏي نهاريو ۽ انکي تارڻ جي ڪوشش ڪئي. نام مهنجي زندگي پلٽي ڇڏي ۽ سندن آخرين سپرش ته ڪاٻه ڪسر ڪانه ڇڏي. جي مان پنهنجي ٻين سائين وانگر شروع ۾ ٿي پنهنجي اندر شبد ڌن ٻڌان ها ته پوءِ مان الهيءَ انيوکي هڪ رواجي ۽ سياڻي ڳالهه ڪري سمجهان ها ۽ گوروءَ جي مهانتا جو مونکي ڪڏهن ۾ احساس نه ٿئي ها. سندن دبا درشٽيءَ سان جيڪي ڪجهه ٿيو تنهن مونکي چڱي طرح ذهين نشين ڪرايو ته مهنجي سمڪ اعا مهان هستي آهي جيڪا ڏسڻ ۾ هڪ رواجي انسان وانگر لڳي ٿي پر دل اصل هڪ الوڪڪ شڪتي آهي جا جيو آلما کي سنساري ڪيچڙ مان ڪڍي انهن عرشي منزلن تي پهچائي سگهي ٿي جتي مدر الحد شبد هر وقت پيو گونجي.

اهو پهريون چمتڪار هو جنهن جو مون انڀو ڪيو. ڇا، اهو اڄ تائين پيرن پيغمبرن ۽ سنتن مهاتمائن جي ڪيل چمتڪارن کان ڪنهن حالت ۾ گهٽ هو ڇا؟ ان کانپوءِ اهڙو هڪ ڏينهن به ڪين گذريو آهي جڏهن مون اهڙي الوڪڪ دبا مهر نه ڏٺي هجي.

مان ڪجهه ڏينهن شانت رهيس ۽ پوءِ پروفيسر کان پڇيم ته الهيءَ وشيه جي باري ۾ ايا بس ڪجهه وڌيڪ ٻڌڻ چاهيم

ڇهڻ سان جڻ ته شبد ڌن جو پڙدار کلي پيو. ڊپول جي گهنڊن وانگر صاف ۽ ٽکو آواز اچڻ لڳو. چئني طرف چٽڪ ٿيڻ لڳي ۽ آتما شرير منجهان سميٽجڻ لڳي. سڌ ئي ڪانهي ته مان اتي ڪيترو وقت ويٺو هوس. مون لاءِ اهو عرصو جڻ ته ڪي منٽ هو. پوءِ مان پاڻمرادو اچي ڪل ۾ چٽڪيس ۽ اکيون کولي ڇڏيم. حضور مهاراج جن پڻ کلي ڏنو ۽ مون کان پڇيائون ته تو ڌن ٻڌي؟ ”حضور ها، توهانجي ديا مهر سان،“ مون جواب ڏنو. حضور جن فرمايو، ڏاڍو سٺو، توهانجا ڪارج راس ٿيا. ان ڪانپور ڪيترن مهينن تائين حضور مهاراج جن مون سان اندر انگ سنگ هئا ۽ ڏينهن رات اها گهنٽي جي مڌر ڌن گونجندي رهندي هئي.

مان سمجهانٿو ته جيڪي ڪجهه ٿيو اهو اڳيئي طئه ٿيو هو ۽ حضور مهاراج جن جي موج مطابق هڪ خاص مقصد جي پورتي ڪرڻ لاءِ ئي ائين ڪيو ويو. مان ويهن سالن جو الڙ نوجوان ۽ تنهن ڪانسواءِ ناستڪ ويچارن جو ۽ جنهنجو دماغ ودياشي استادن دوارا ڌرم کان پوري طرح باغي ٿي چڪو هو، ان لاءِ اهڙي چوٽ ضروري هئي.

مان ڏيري ۾ نام وٺڻ يا پرماتما جي کوج ڪرڻ لاءِ ڪونه آيو هوس. ٽالال جي موڪل هئي ۽ مان پنهنجي ڪاليج جي ساٿين سان بياس نديءَ تي ٻيڙيءَ جي سير ۽ پڪنڪ (Picnic) لاءِ آيو هوس. سير ۽ تفريح ڪانپوءِ اسان شام جو حضور جن جو ستسنگ انهيءَ خيال سان ٻڌو ته ڏسون ته چون ڇا ٿا. ستسنگ وقت منهنجو من ٻاهر ڀٽڪندو رهيو ۽ مونکي صرف اهي ٻه ٽي ڳالهيون ياد رهيون ته منش ديهه هڪ انمول موقعو آهي جنهن ۾ پرماتما جي پراپتي ٿي سگهي ٿي ۽ ان پرماتما کي ٻاهر ڳولڻ بجاءِ پنهنجي شرير اندر ئي کوج ڪرڻ کپي. ٻه

جنهن وسيلي اسين اڳي اڳي منڊلن جو ڀيد سمجهي سگهون ۽ اهڙي ريت حضور جن ان الترڪ مارڪ جون ٻيون به گهڻيون هدايتون ڏنيون. اهو سڀ ڪجهه سمجهائي ٻڌائي حضور جن اسانکي ٻن تجربيڪار ستسنگين جي حوالي ڪري پاڻ هليا ويا. هنن ستسنگين کي اسانکي نام ياد ڪرائڻ جو ڪم سونپيو ويو. انهن نامن جو جاپ ڪرڻ، اسانجي ابياس جو پهريون انگ آهي. مان پنهنجي ٻن ٻين استادن کان ڏکين ڳالهين کي ياد ڪرڻ جو سولو طريقو سکيو هوس. سو پنجن نامن جو پهريون پهريون اکر گڏي هڪ نئون لفظ ٺاهيم ۽ انهيءَ ڪري اهي نام ۽ هدايتون پوري طرح ياد ڪرڻ ۾ ڏهن منٽن کان به گهٽ وقت لڳو، جتي منهنجي سائين کي پورو ڪلاڪ لڳي ويو.

هين اهو سارو وقت بلڪل ايڪاگرتا سان پنجن نامن جي ياد ڪرڻ ۾ ولايت ڪيو ۽ مان بيچينيءَ سان ان گهڙيءَ جو انتظار ڪري رهيو هوس ته هو ڪيڏي مهل ٿا اهو ڪارج پورو ڪن. ان ڪانسواءِ مان اجائي ايمان ۽ غرور جو شڪار ٿي پيس. پنهنجي اڪابري ۽ حافظي جو گهمنڊ منهنجي من تي ڇانئجي ويو. نتيجو اهو نڪتو جو ڪلاڪ ڪالپوءِ جڏهن حضور مهاراج جن پڌاريا ۽ اسانکي پنهنجي آتما کي شبد ڌن سان جوڙڻ جي ڪريا سيکاريائون ته مين سيمي پنهنجي اندر ان الاهي مڌر ڌن کي ٻڌو پر مونکي ته ڪجهه به هٿ پلئه ڪين پيو.

جڏهن حضور مهاراج جن کي اهو ٻڌايو ويو ته هنن مونکي سڏي پنهنجي سامهون مونکي ڌيان ۾ ويهاريو ۽ پوءِ پنهنجي ساڄي هٿ جي آڱر منهنجي مستڪ جي وچ تي رکي پڇيائون ته هتي توکي ڪجهه به ٻڌڻ ۾ نٿو اچي؟ سندن آڱر جي

واردات ڪانپوءِ مون ڪيترا سال جيئرو رهيو. جڏهن انهيءَ ڪوٺڪ جي گورو هرگوبند صاحب کي خبر پيئي تڏهن هنن اٽل کي گهرائي چيو، "هيءَ جا تو ڪرامت ڏيکاري آهي، انهيءَ جي عيوض توکي يا مونکي چولو ڇڏڻو پوندو." بابي اٽل پنهنجي غلطيءَ جو نتيجو پاڻ تي هموار ڪيو. هڪدم ليٽي پيو ۽ دنيا تياڳيائين.

پروفيسر تنهن تي چيو ته هتي جا ماڻهو چون ٿا ته حضور مهاراج جن گهڻيئي ڪرامتون ڏيکاريون آهن.

"ها"، مون جواب ڏنو، "پر اهي ڪرامتون ٻئي قسم جون آهن جن جو سنت مهاتمائون خوب اپيوگ ڪندا آهن ۽ جن جو سندن سک ۽ شيوڪ پڻ روزمره انڀو ڪندا آهن. هتي توهين ان بابت ڪنهن کان به پڇي ڏسو. هو توهانکي پنهنجا ڪيترائي ذاتي انڀو ٻڌائيندا. جيڪڏهن توهانکي ٻڌڻ جو شوق آهي ته مان به ڪي پنهنجا ذاتي انڀو ٻڌائي سگهان ٿو."

پروفيسر مون تي زور آڻي چيو ته مهرباني ڪري ضرور ٻڌايو. هي سڀ ڳالهيون ڏاڍيون دلچسپ آهن.

مون وراڻيو ته جيتري قدر منهنجو تعلق آهي، هي ڪرامتن جي رحمت سڌو مينهن، جنهن ڏينهن کان وٺي مونکي نام مليو بلڪ اٿين جڏهن ته اڃا پورو نام به نه مليو هو، ان وقت کان وٺي مون تي برسندو رهيو آهي. نام دان جي وقت ئي مونکي پنهنجو پهريون انڀو ٿيو. نام اڪثر ٻن حصن ۾ ڏنو ويندو آهي. پهرئين حصي ۾ حضور مهاراج جن اسانکي اندر جي مارگ جون ڪجهه ڳالهيون سمجهايون. رستي جي خاص منزلن جا نالا، انهن منڊلن جي ڌڻين جا نالا ٻڌايا. انهن روشنين جو ورڻن ڪيو جي اسانجي رستي ۾ رهنمائي ٿيون ڪن. ان انحد ناد يا ڌن جي باري ۾ سمجهايو.

جو ٻچڙو وچي رهيو. ڪجهه پراڻن ستسنگين هن جي طرفان حضورجن جي چرڻن ۾ وينتي ڪئي ۽ ڪين حضورجن جي اڳيان پيش ڪيو ويو.

حضورجن مشڪي ڪيس چيو، "ٻيا هاڻي ڪهڙو حال آهي."

ڀائي وزيري پنهنجا ٻئي ڪن پڪڙي چيو، "دين بندو! مان سمجهي سگهيس. هاڻي مونکي معافي ڏيو."

حضورجن چيس ته چڱو وڃ، وري اهڙي غلطي نه ڪج.

وارتا کي سماپت ڪندي مون چيو ته ڀائي وزيري کي وري روحاني دولت واپس ملي ۾ پوء هو هميشه خاموش ۽ شانت رهيو ۽ هنکي هيئنر چوندا ني آهن، "وزارو-ولي."

پروفيسر چيو، "توهان هڪ نهايت دلچسپ ڳالهه ٻڌائي جنهن لاء مان توهانجو تهدل شڪر گذار آهيان."

مضمون جو سلسلو جاري رکندي مون چيو ته مان توهانکي هاڻي ٻڌائيندس ته هڪ مهاتما پنهنجي پٽ، جنهن ڪرامت ڏيکاري، ان سان ڪهڙو ورتاء ڪيو. بابا اٽل، ڇهين گورو هرگوبند صاحبن جو سپتر هو. جڏهن هو قريب ڏهن سالن جو هو تڏهن هنجو هڪڙو دوست موهن گذاري ويو. اٽل موهن جي گهر ويو ۽ ڏٺائين ته هنجي ماء ۽ ٻيا رشتيدار هنجي مرتيو ڪارڻ زار زار روئي رهيا هئا. موهن جي ماء اٽل کي پنهنجي پاڪر ۾ جهلي چيو ته تنهنجو دوست موهن نه گذاري ويو آهي. تنهن تي اٽل چيو ته گذاري نه ڪونه ويو آهي، صرف مکر ٿو ڪري، چاڪاڻ ته منهنجو کلونڪو راند جو وارو ونس رهيل آهي. سو مان هنجي انهيء دوکي ۾ نه ايندس. انهن چئي ولي موهن کي ٻانهن کان چڪيائين نه موهن اٿي بيٺو ۽ ڪيس ٻاهر راند لاء وٺي ويو. انهيء

کيس اُٿي ٻيهڻ لاءِ چيائون ۽ ڪجھ زوردار آواز سان فرمايو ته مان تنهنجي بابت هي ڪهڙيون عجيب و غريب ڳالهيون ٻڌي رهيو آهيان؟

ڀائي وزير ورائيو، ”حضور ڇا توهين ساري رچنا جا اُپائيندهار ڪين آهيو؟ ڇا توهين سڀني جي جيوت جي جوت ڪين آهيو؟“

حضور جن فرمايو ته اهي روحاني راز کولڻ نه کپن. توکي انڪري نقصان سهڻو پوندو.

ڀائيءَ چيو ته حضور مان ته صرف سچ کي ظاهر ڪري رهيو آهيان.

حضور جن کانئس پڇيو تہ توکي اهو ٻڌائڻ لاءِ ڪنهن چيو آهي؟

ڀائي وزير جواب ڏنو، ”حضور! توهان!“

حضور مهاراج جن فرمايو، ”چڱو مان اها اجازت موٽائي ٿو وٺان.“ اُئين چوڻ جي دير هئي، ڀائي وزير و خالي رهجي ويو ۽ هن لاءِ اندر جا دروازا بند ٿي ويا. مالڪ پنهنجي رحمت ۽ بخشش موٽائي ورتي. ڀڳتيءَ ۽ پريم جو سروت سڪي ٺوٺ ٿي ويو. ڀڄن ۾ وهڻ هن لاءِ مشڪل بڻجي پيو. نه هن ۾ اهو اُتساهه رهيو ۽ نه اها لڳن. روحاني دولت جي وڃڻ ڪري جو صدمو پريمي ستسنگيءَ کي رسي ٿو اهو دنيوي دولت جي وڃڻ کان ڪئين دفعا زياده آهي. ڀائي اهو برداشت ڪري ڪين سگهيو ۽ لڳو ڏينهن رات روڄ راڙو ڪرڻ. حضور جن هن سان ملڻ کان به انڪار ڪري ڇڏيو. اندر جي درشن بند هئڻ سان هنکي ٻاهرئين درشن کان به محروم ڪيو ويو. اها روئداد پورو مهنو هلي. ڀائي وزير جي ننڊ ۽ ٻک غائب ٿي ويئي ۽ سڪي هڏن

واري ستسنگيءَ سان گڏجائي سگهندا؟

مون چيو تہ ڪمائيءَ وارا گهڻيئي آهن پر اهڙا ٿورائي پاڻکي لڪائي رکندا آهن. مان ڏاڍي ۾ رهندڙ اڀياسين جي باري ۾ سوچي ٿي رهيو هوس تہ جنهن ڪمري ۾ اسين ويٺا هئاسين، انهيءَ جي ٻاهران پاڻي وارو اچي لنگهيو. مون هنکي اندر سڏيو ۽ پروفيسر اُٿي هنکي ڪيڪاريو ۽ پنهنجي پرسان ويهڻ لاءِ چيو پر پاڻي لڄارو هو. سو هيٺ پٽ تي ويهي رهيو. ڪجهہ منٽن لاءِ ٻنهي هڪ ٻئي ڏانهن پئي نهاريو ڇاڪاڻ تہ پاڻي وارو نہ انگريزي ڄاڻندو ئي ڪو نہ هو.

ڪجهہ وقت ڪانپوءِ پاڻي اسان کان اجازت وٺي هليو ويو. مون پروفيسر کي ٻڌايو تہ هي ننڍي هوندي کان ڏاڍي ۾ رهندو آهي ۽ نهايت غريب ۽ گهٽ ذاتيءَ جو آهي. تام ماڻ ڪانپوءِ هن خوب ڪمائي ڪئي ۽ اندر اهڙي ترقي حاصل ڪئي جو هنکي هر هڪ پراڻيءَ ۽ پدارٿ جي اندر گورو نظر اچڻ لڳو. ڪڏهن وڻ کي ڀاڪر پائي چوندو هو، ”گورو“ ”منهنجا پيارا ستگورو“ يا ڪنهن ڪتي کي ڪڇ ۾ کڻي چوندو هو، ”منهنجو گورو هن ۾ بہ آهي.“ ڪيترا ڀيرا ڪلاڪن تائين ڍڳي جي مالش ڪندي پيو چوندو هو، ”منهنجا ستگورو ڪيئن هن داس سان خوش آهيو!“ ڪڏهن وري جڏهن هندان حضور مهاراج جن لنگهندا هئا اُتان مٽي کڻي مٿي ۽ منهن کي لڳائيندو هو ۽ چوندو هو تہ ”هن جي ميل لاهڻ جو اهوئي اڪسير ساڌن آهي.“ هڪ ڏينهن هو حضور مهاراج جن جي چرنن ۾ جهڪي چوڻ لڳو، ”منهنجو گورو پرماتما آهي، سڀ جو آڌار آهي.“ حضور جن تہ هنجي انهن سڀني ڪارگذارين جي باري ۾ ٻڌو هو ۽

ٿيندو هو. قدم قدم ۾ بدنصيبي هنجو پيڇو ڪندي هئي.
مون هڪ دفعي ڪيس ٻه سؤ روپيا ڏنا ته ڪو ننڍو وڏو ڌندو
شروع ڪري. گهر ۾ ڪين پهتو ته ڪو ڳنڍ ڪپ ٻئي سؤ
سؤ وارا نوٽ ڪڍي ويس. وري ٻئي دفعي سندس
چاچي ڪيس هڪ سبڻ جي مشين وٺي ڏني، جيئن سندس
زال سلائي ڪري ڪجهه ڪمائي سگهي. هوءِ تمام سٺي سلائي
ڄاڻندي هئي. پر جيئن ئي ڪيس سلائيءَ جي مشين وٺي ڏني
وئي ته بيمار ٿي پيئي ۽ دوائن وغيره جي اُن کي چڪائڻ
لاءِ سندس مڙس کي مجبورن مشين وڪڻي پيئي.

اهو منهنجو رشتيدار سٺو اڀياسي هو ۽ اندر ڪافي روحاني
ترقي ڪئي هئائين. غريب هوندي ۽ زال ۽ مائٽن جا طعنا
سهندي به هميشه پنهنجي حال ۾ خوش رهندو هو. هڪ
رات جو جڏهن هو ڌيان ۾ ويٺو هو ته هنکي اندر ڪنهن
شڪتيءَ مهرن جي ٿيلهي آڇي، جا ڪمزوريءَ ۽ اڻڄاڻائي
ڪارڻ هن قبول ڪئي. هنکي اها سمجهه ڪانه هئي ته اندر
جيڪي ملي سو وٺڻ کپي يا نه. نتيجو اهو ٿيو ته هو وڏو
امير ٿيڻ بدران پر انهيءَ سبب لاءِ ڪيس ڀڳتيءَ ۽ پريم جي
قيمت چڪائڻي پيئي. انهيءَ ڪانپوءِ هن ڏيري جي ڪڏهن
شڪل ڪونه ڏٺي. مونکي جڏهن گڏبو آهي ته چوندو آهي
سنگورن جي درشن لاءِ ڪڏهن ايندس، پر هو دنيوي ڌنڌن
۾ اهڙو ڦاٿل آهي جو اڃا تائين ته ڏيري اچي ڪين سگهيو
آهي. مايا ۽ رام ٻنهي جي ڀڳتي گڏوگڏ نٿي ٿي سگهي.
پرماتما چوي ٿو ته جي مونکي پائڻ چاهين ٿو ته پوءِ ٻين
سڀني جو پيار ڇڏڻو پوندو. جيئن عام ڪهاوت آهي ته هڪ
مياڻ ۾ ٻه تلوارون نه سمائجي سگهنديون آهن.

... ۽ هتي ڏيري ۾ ڪنهن ڪمائيءَ

ڏيکارڻ سبب صاحب تي چاڙهيو ويو؟

مون جواب ڏنو ته مان اهو نه چئي نٿو سگهان پر سنت انهن رڌين سڌين جي نمائش کي ڪڏهن به همٿائيندا ڪونهن. اڀياسي جيترو آتمڪ ميدان ۾ وڌيڪ چڙهائي ڪندو ويندو اوترو ئي وڌيڪ هو مالڪ جي موج ۾ راضي رهندو. هو ائين محسوس ڪندو ته هن سرشٽيءَ جو چرخو بلڪل صحيح ڍنگ سان اهڙي سجاڻ سنڀالڪ جي نگرانيءَ ۾ هلي رهيو آهي جو ڪڏهن به غلطي ڪري نٿو سگهي. پوءِ هو هنجي ڪم ۾ فضول ڇو دخل ڏئي؟ مالڪ جيڪي ڪندو سو ڀلائيءَ سان ڀرپور آهي.

پروفيسر چيو ته انهن الوڪڪ سڌين ۽ طاقتن کي حاصل ڪرڻ نه هڪ عجيب ۽ انوکي ڳالهه چئبي!

مون جواب ڏنو ته انسان ۾ ڪيتريون اڪل شڪتيون آهن. جڏهن اڀياسي ڪنهن پورڻ ستگوروءَ جي رهنمائي ۽ رهبريءَ ۾ انهنکي جاڳرت ڪري ٿو ته هو قدرت جي سيني شڪتين کي قابوءَ ۾ رکي سگهي ٿو. حقيقت ته اها آهي ته انسان، پورو انسان بڻجي ٿي تڏهن ٿو جڏهن هو اهي طاقتون حاصل ڪري ٿو. اهو هنجو قانوني ۽ موروثي حق آهي ۽ انهن طاقتن حاصل ڪرڻ بغير انسان سچي معنيٰ ۾ پاڻ کي انسان چوائڻ جو حقدار ناهي. اهڙيءَ حالت ۾ هنکي صرف هڪ پسون ئي سڏبو، الپت وڪاس کيل اڌيءَ وارو پسون.

تنهن تي پروفيسر پڇيو ته جيڪڏهن ڪو ماڻهو پنهنجي ڌن دولت وڌائڻ لاءِ انهن طاقتن جو استعمال ڪري ته ان ۾ ڪو هرج آهي ڇا؟

مون چيو ته مان توهانکي پنهنجي هڪ عزيز جو ذاتي انڀو ٻڌايان ٿو. هو تمام سچو هو ۽ سندس گذر ڏاڍو ڏکيو

مون ورائيو، "سنت پنهنجي ششن کي هميشه اها سکيا ڏيندا آهن ته انهن شڪتين کي استعمال نه ڪرڻ گهرجي ڇاڪاڻ ته ائين ڪرڻ خطرناڪ آهي. ڪڏهن ڪال خود ابياسيءَ جي اڳيان اهڙي ڪيس چوندو آهي ته انهن سڌين ۽ شڪتين جو فائدو وٺ. اها صرف هن جي چالاڪي هوندي آهي جنهن دوران هو سادڪ کي مايا جي جار ۾ ڦاسائيندو آهي ۽ روحاني ترقيءَ ۾ رڪاوٽ وجهندو آهي. آتمڪ ابياسيءَ کي روحاني چڙهائيءَ جي دوران ۾ اهي شڪتيون تمام جلد ملڻ شروع ٿينديون آهن. پر انهن جو اپيوگ ڪرڻ سلامتيءَ ڀريو ڪونهي. ڪڏهن ته انجي سزا ڏاڍي سخت ملندي آهي. ائين ڪرڻ سان نه رڳو سادڪ جي روحاني چڙهائي بند ٿي ويندي آهي پر ڪڏهن ته هو تمام گنديون گنديون واسنائن جو شڪار بڻجي پوندو آهي ۽ پوءِ هنجون سڀ شڪتيون ڪافور ٿي وينديون آهن.

پروفيسر پڇيو ته سنتن کي انهن ڪرامتن جي ڏيکارڻ سان ڪوبه ضرر رسي نٿو سگهي پوءِ هو ائين ڪرڻ ۾ ڇو سنڪوچ ڪندا آهن؟

مون جواب ڏنو ته هنن کي انهن ڪرامتن ڏيکارڻ جي ضرورت ئي ڪهڙي آهي؟ انهن کي نه ڪو به پنهنجو دنيوي سوارٿ سڌ ڪرڻو ڪونهي. هنن کي پنهنجي مان وڏائي ۽ ناموس جي ڪابه بک ڪانهي. انهن کي نڪو پنهنجي مشهوري گهرجي ۽ نڪو نالو. ڪرامت ڏيکارڻ جي پرورتي هميشه پاڻ سان مصيبتون کڻي ايندي آهي. اتهاس اسانکي ٻڌائيٿو ته ملتان جي شمس تبريز جي جيئري ئي کل لاٿي وئي جو هن پنهنجي روٽي پچائڻ لاءِ سورج کي هيٺ لاٿو.

... ؟ ائين آهي ڇا ته عيسيٰ کي به ڪرامتن

چمتڪار دواران پرماتما جي موج ۾ دخل ڏيڻ بدران هنجي رضا تي راضي رهڻ کي وڌيڪ مهتو پورڻ ۽ سياڻپ پڻ سمجهيو ويندو آهي. سنت ڪيڏي شڪتيءَ جا صاحب آهن. هن ۾ ڪيڏي اپار طاقت آهي انجو انومان ب لڳائي نٿو سگهجي. هو پرماتما جا پيارا سپوت آهن جنکي هن سڀ شڪتيون ڏنيون آهن ۽ هو جيڪي چاهين سو ڪري سگهن ٿا. پر ڪرامتن کي هو ٻاراڻا راندڪا سمجهندا آهن ۽ انهنکي اهڙو مهتو ڏيندا آهن جهڙو پاڻيءَ جي بدبدن کي.

پروفيسر پڇيو ته، ”پر چمتڪار ته وڏي روحاني شڪتيءَ جو اظهار آهن!“

مون جواب ڏنو، ”انهيءَ ۾ شڪ ناهي ته عام ماڻهو چمتڪار کي آدر، ڀپ ۽ تعجب سان ڏسندا آهن. پر در اصل، انهن ۾ ڪا اصلي روحانيت نه هوندي آهي. چمتڪار من جا کيل آهن. جڏهن من پوري طرح ايڪاگر ٿيندو ته سادڪ کي ڪئين قسمن جون الوڪڪ سڌيون پراپت ٿين ٿيون.

بيمار کي ٺيڪ ڪرڻ، انڌي کي اکيون ڏيڻ، بيڪاريءَ کي امير بڻائڻ، هلندڙ ٽرين کي بيهارڻ، مينهن وسائڻ، پاڻيءَ تي هلڻ، هوا ۾ اڏامڻ، ڀوت پريت ڪڍڻ، هڪ روٽيءَ مان هزارن کي کارائڻ، ڪنهن ٻه استان تي اچا انوسار پهچڻ ۽ ٻيون ڪيتريون ڪرامتون اهڙو سادڪ ڏيکاري سگهندو. پر اندر وڃڻ سان جيڪي شڪتيون حاصل ٿين ٿيون انهنکي هضم ڪرڻ بدران، انهنجي دنيا ۾ نمائش ڪرڻ، آهي انهن جو ناجائز استعمال ڪرڻ.“

پروفيسر پڇيو ته جڏهن اهڙيون شڪتيون پراپت ٿين ته پوءِ انهنکي ڏيکارڻ ۾ ڪهڙو هرج آهي؟

جي چرچا ڪنهن به وقت ڪندا هئا. پوءِ مون ڏانهن نهاري فرمايائون ته بهتر ٿيندو جي توهين انهيءَ وشيه تي هنن سان ڳالهايو. چاڪاڻ ته مان هن وشيه تي ڳالهائڻ ۾ اسمرٿ هوس، انڪري منهنجي پريشانيءَ کي ڏسي حضور جن پنهنجي مهرباني درشٽي سڌو منهنجي اکين تي وڌي. ڇا اها ساڌارڻ درشٽي هئي! نه!! اها صرف درشٽي ڪين هئي، اها هئي پرڪاش جي جهلڪ، جا منهنجي اکين ذريعي منهنجي دماغ ۾ هلي وئي. اهڙي درشٽي ڇا نه ٿي ڪري سگهي؟ انهيءَ جي سهاري گونگو به ڇنن ويدن جو پاٺ ڪري سگهيو. اها ئي ديا درشٽي هئي جنهن ذريعي ڪلاڪوٽ جي اڻپڙهيل مسلمان عورت، مائي حسيني، ڇهن جي پنڊت رام رتن کي ويدن جي هن سلوڪ "هر ٽيه گربه سنورت اگري" جو ارٿ سمجهائي سگهي. انهيءَ ڪري منهنجي پريشاني دور ٿي وئي؛ حضور مهاراج جن جيڪي مونکان چيو سو مون موجوده سنگورن جي اجازت سان هيٺ درج ڪيو آهي، ڇاڪاڻ ته وڌيڪ جگياسو ڪرامتن جي وشيه کي ڪافي مهتو ڏيندا آهن.

پروفيسر مونکان پڇيو، "حضور مهاراج جن ڪڏهن ڪا ڪرامت ڏيکاري آهي؟ ڪرائيسٽ ته پنهنجي زندگيءَ ۾ گهڻيئي چمتڪار ڏيکاريا."

مون اتر ڏنو، "سنت لوڪن جي نمائش واسطي ڪرامتون ڪونه ڏيکاريندا آهن ليڪن ڪڏهن قدرتي طور هنن کان اهڙا ڪرشما ٿي ويندا آهن. پر هو انهن کي ڇپائي رکڻ لاءِ هدايت ڪندا آهن."

پروفيسر پڇيو ته ائين ڇو؟ مون جواب ڏنو ته سنت انهن ڪرامتن کي ڪو به مهتو ڪونه ڏيندا آهن. سنت مت ۾

## ۴. چمتڪار

پوءِ هن مون پنهنجي پراڻي نوجوان پادري پروفيسر کي
سڏي جنهن مونکي پنهنجي پيءُ سائين سان واقفيت ڪرائي.
مون کين ٻڌايو ته لاهور جي جنهن ڪاليج ۾ هو ڪم ڪندا
آهن، ان مان ئي مون بي. اي پاس ڪئي هئي. اتفاق سان
هو منهنجي هڪ پراڻي پروفيسر جو پٽ نڪتو. پيار مان
منهنجي ٻنهي هٿن کي پڪڙي پڇيائين ته توهان مشن ڪاليج
۾ ڪهڙي سال ۾ پڙهندا هئا؟ مون جواب ڏنو ته ۱۹۰۸
کان ۱۹۱۰ تائين. هن وراڻيو ته ان وقت ته مان ابا ننڍو
ٻار هوس.

انهيءَ پرچي اسانکي قدرتي هڪ ٻئي جي ويجهو آندو
۽ منجهند جي پوڄا ڪانپوءِ جيئن مون هن کان رخصت گهري
ته هن مونکي پنهنجي ڪمري ۾ اچڻ لاءِ چيو. مون
خوشيءَ سان اهو قبول ڪيو ۽ ڳالهه ٻولهه مان معلوم ٿيو ته
جيتوڻيڪ سنڌس عمر ٽيهن سالن کان به گهٽ هئي پر سندس
سوالن مان ظاهر هو ته هو هڪ تيز فهم ودوان ۽ روحانيت
جو سچو ڳولائو هو. عيسائي مت ڏانهن سندس وڏو ڪ
لاڙو هئڻ سان گڏ هو پر لڳي ٿو ته هو اپنشد ۽ گوتم،
رام ڪرشن پرمهنس ۽ سوامي وويڪانند جا پستڪ به پڙهيا هئا
۽ ويدانت ۽ ٿياسافيءَ جي به ڪيس چڱي ڄاڻ هئي.

پوءِ اسين ڪٿ درشن جي چرچا ٿي. پوءِ ڪرامتن جو ذڪر
آيو. حضور جن کان رخصت وٺندي مون هن ڪرامتن بابت
سوال پڇيو هو. جنهن جي جواب ۾ ستگورو فرمايو ته انهيءَ

پوءِ مونکي چيائون تہ هِن کي گيسٽ هائوس ۾ وٺي وڃي پوڄڻ ڪرايو.

پادرين ۽ راءِ روشن لعل کي چيائون تہ اسانجو ڏهرو شهر کان ٻري آهي انهيءَ ڪري شايد لوهاڻڪي کي لڏڻ شيون ڪاڻڻ لاءِ نہ ملنديون ۽ ڪرپا ڪري اسانجو سادو سودو پوڄڻ سويڪار ڪندا.

تنهن لي هِن سيني ستگورن جا شڪرانا ادا ڪندي چيو تہ اڄ لوهاڻن پنهنجي سندر وياکياڻ سان اهڙو روحاني پوڄڻ ڪرايو آهي جو ڪنهن ٻئي پوڄڻ جي تمنا ئي نہ رهي آهي.

ٻه ڪٿي پائيندا ته ٻه ڪين ان روحانيت جي صرف جهلڪ ني ڏسڻ ۾ ني ايندي. انهن چڪرن ۾ هيٺئين اهي دنيوائون ملندا جي شرير جي ديکڀال ڪندا آهن. انهن پنڊ جي ڇهن چڪرن کان مٿي آنڊ جا ڇهه چڪر آهن، جن کان مٿي برهمنڊ جا ڇهه چڪر آهن. رچنا جي چوٽيءَ تي ست لوڪ آهي جو امر ۽ ابناسي، پرلاءِ ۽ مها پرلاءِ کان مٿي ستپرش جو نج ڌام آهي. انهيءَ ڌام مان آتما رچنا جي شروع ٿيڻ سان لٿي آهي ۽ سندس اصلي رغبت انهيءَ منزل ڏانهن ئي رهيتي. آتما جي بيٺڪ آگيا چڪر يعني ڇهين چڪر ۾ آهي. انهيءَ ڪري مٿيون روحاني سفر اتان تي شروع ٿيڻ کپي. شرير جي هيٺين چڪرن ۾ ڌيان جمائڻ آهي پنهنجو سفر لمبو ڪرڻ ۽ وقت کي برباد ڪرڻ.

يوگي جڏهن شرير جي چڪرن کي ڪافي عرصي ڪاٻوءِ ڪري ترپا پد ۾ پهچن ٿا ته ٿڪجي چُور ٿيو پون ۽ اتي جي مالڪ کي ئي پرماتما سمجهي ٿا وهن. سنت مت ۽ روحاني سفر اتان تي شروع ٿئي ٿو. هي نهايت سرل ۽ آسان اپاءُ جو طريقو آهي جو سالڪ کي اوچي ۾ اوچي منزل تائين پهچائي ٿو. اسانکي پنهنجو مقصد اها آخري منزل رکڻ کپي جا ڪڏهن به فنا نٿي ٿئي. پنڊ، آنڊ ۽ برهمنڊ جا سڀ چڪر ناسولت آهن، جي پرلاءِ مها پرلاءِ ۾ فنا ٿيو وڃن. صرف ست لوڪ ئي انهن جي اثر کان مٿي آهي.

اتي بيبي رلي آئي ۽ چيائين ته ٻه اڳڻ وارا آهن ۽ ٻوڄن کي ڪافي دير ٿي وئي آهي. حضور جن پنهنجي واسڪوٽ مان واچ ڪڍي وقت ڏٺو ۽ فرمايائون ته دير ٿي وئي آهي مون توهانجو ڪافي وقت ورتو آهي.

بيماري ٿيڻ جو امڪان آهي.

نوجوان پادريءَ چيو ته ماڻهو چوندا آهن ته يوگي هزارن سال جيئرو رهي سگهي ٿو.

داتا جن اُتر ڏنو ته صرف ايترو پر هنکي ڪيترن ئي رڌين سڌين حاصل ٿين ٿيون ۽ هو ڪيترن ئي ڪرامتون ڏيکاري سگهيٿو. هو جتي به وڃڻ چاهي ترت اتي پهچي سگهيٿو ۽ مرضيءَ مطابق ڪابه وستو ڪٿان به گهرائي سگهي ٿو. هو تمام ڀاري يا تمام هلڪو، تمام ڊگهو يا تمام ننڍو ٿي سگهي ٿو. اهڙين ارڙهن قسمن جون سڌيون آهن پر انهن کي حاصل ڪرڻ اسانجو مول مقصد ڪونهي ۽ انهنکي حاصل ڪرڻ جو مارگ لمبو ۽ ڪٺن آهي.

پادريءَ چيو، "حضور توهين ته اهڙين شڪتين حاصل ڪري سگهيا ٿي پوءِ توهان اهي ڇڏي هي نئون مارگ ڇو اپنايو؟"

حضور جن وراڻيو، "جيتري قدر پرماتما جي پراپتيءَ جو سوال آهي، يوگ اسانکي ان مارگ ۾ گهڻو ئي نٿو پهچائي سگهي. يوگين جي سڀ کان اوچي ۽ آخرين منزل تريا پد آهي جا سنت مت ۾ پهرين منزل آهي.

پادريءَ پڇيو، "اسانکي اهو وشواس ڪيئن ٿئي ته يوگين جي آخري منزل توهانجي پهرين منزل آهي؟"

ستگورن فرمايو، "سڀ يوگ شاستر ان ڳالهه جي تائيد ٿا ڪن. يوگي سڀ کان هيٺين چڪر، مول آڌار (گدا چڪر) کي ڌيان جمائيندا آهن ۽ ان کي سڌ ڪرڻ ۾ ئي سندن زندگيءَ جو ڪافي عرصو لڳي ويندو آهي. گدا چڪر کان مٿي ٻيا به پنج چڪر آهن. انهن سڀني کي وجيه

پادريءَ جواب ڏنو، ”ائين ته اسانجي ڪنهن خاص آسڻ ۾ رچي ڪانهي.“

ستگورن فرمايو ته يوگي عام طور پدم آسڻ يا سڌ آسڻ ۾ ويهندا آهن. پدم جي معنيٰ آهي ڪنول. انهيءَ آسڻ ۾ زمين تي ويهي ساڄي ڪڙي ڏائي ستر تي رکبي آهي ۽ ڏائي ڪڙي ساڄي ستر تي. پوءِ ساڄي هٿ کي پٺيءَ کان وراڻي ساڄي پير جي پب کي جهلبو آهي ۽ کابي هٿ سان ساڄي پير جي پب کي. شروع ۾ اهو آسڻ ڏکيو لڳندو آهي پر اڀياس ڪرڻ سان آسان ٿي پوندو آهي. سڀئي آسڻ خالي پيٽ سان ڪرڻ کپن. سڌ آسڻ ڪجهه سولو آهي. انهيءَ ۾ زمين تي ويهي ڏائي ڪڙي اندرين جي ٻنهي دوارن جي وچ تي رکبي آهي ۽ ساڄو پير ڏائيءَ ڪڙيءَ تي رکي، هٿ گوڏن تي رکبا آهن.

يوگ اڀياس هميشه ڪنهن اهڙي يوگيءَ جي نگرانيءَ هيٺ ڪرڻ کپي جو پنهنجي ودّيا ۾ پورو ماهر هجي ۽ يوگ جي سڀني ڪريائن جي سيکارڻ ۾ پروڻ هجي. يوگين ۾ اها هڪ پراڻي ڪهاوت آهي ته جيڪو صرف ڪتابن مان يوگ بابت پڙهي يوگ ساڌنا شروع ڪندو سو نه رڳو بيماريون خريد ڪندو پر پنهنجي عمر ۾ به ڪٽ وجهي ٿو.

حضور جن اڳتي فرمايو ته پراڻايام ٻه مُنهين تلوار آهي، جا هڪ طرف ته چڱوئي لاڀ پهچائي سگهي ٿي پر نقصان به اهڙو رسائي سگهي ٿي جنهنجو پورائو نٿو ٿي سگهي. مون ڪن ورلن کي ڏٺو آهي جن کي پراڻايام مان فائدو ٿيو هجي پر نقصان ٿيندو گهڻن کي ڏٺو اٿم. گرهستيءَ کي ان ۾ الجهڻ نه گهرجي. جيڪڏهن ڪو برهمچاري نه آهي ته انکي پراڻايام جو اڀياس نه ڪرڻ گهرجي. ان ۾ قدرتن جي

ڇون ٿا ته ١٠٠ آهن. آسڻ جو ايڏو مهتو ڪانهي جيترو من جي ايڪاگرتا جو. آسڻ ته صرف هڪ ساڌن آهي جو من کي ايڪاگر ڪرڻ ۾ سهائتا ڪري ٿو. ابياسيءَ کي ڪنهن به اهڙي سولي ۽ آرام دائڪ آسڻ ۾ ويهڻ گهرجي جنهن ۾ لڳاتار ڪافي عرصي تائين ويهي سگهي ۽ بار بار آسڻ بدلڻ جي ضرورت ئي نه پوي. بار بار چرڻ پرڻ يا آسڻ بدلڻ سان ايڪاگرتا حاصل نه ٿيندي. مضبوط آسڻ ۾ ئي استر ۽ اڏول آسڻ ۾ ويهڻ سان من جلدي ايڪاگر ٿئي ٿو. ڌيان ۾ ويهڻ مهل، مٿو، گردن ۽ ڪرنگهي جي ڏوري بلڪل سڌا هئڻ کپن. انهن هنڌن تي ڪابه ڇڪ يا زور نه هئڻ کپي. بلڪل سهج سڀاءَ ويهڻ کپي. آسڻ اهڙو هئڻ جڳائي جو شانتيءَ ۽ ايڪانت وارو هجي جتي ابياس ڪنهن به وگهن يا رڪاوٽ بنا ڪري سگهجي.

نوجوان پادريءَ حضور جن کان پڇيو ته توهان ڪڏهن کان يوگ جو ابياس ڪيو آهي؟

حضور جن وراڻيو ته پنهنجي سنت ستگوروءَ جي شرڻ ۾ اچڻ کان اول مون ڪجهه وقت اهڙو ابياس ڪيو هو. پر هڪ متر جي منع ڪرڻ تي مون اهو ابياس ڇڏي ڏنو. هو ان مارگ ۾ ڪافي ترقي حاصل ڪري چڪو هو پر ان ڪارڻ سندس صحت ڊهي پيئي هئي.

نوجوان پادريءَ عرض ڪيو ته حضور جيڪڏهن توهان کي تڪليف نه ٿئي ته ڪجهه آسڻن جا نمونا توهين خود ڪري ڏيکاريو.

حضور جن تنهن تي پڇيو ته توهان جي رچي ڪهڙي
آسڻ آهي

مان ٻه چاهيندس ته انکي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪريان. مهرباني ڪري ٻڌايو ته انهيءَ واڪسڌيءَ کي پرايت ڪرڻ لاءِ گهڻو وقت کپي؟

سنگورن ورائيو، ”اها نهايت اوچي اوستا آهي جنهن ۾ سڄي ئي زندگيءَ جو مول آڌار آهي ٻالڪ جان ۽ پران ٻڻجي پوي ٿو. اها سڌي تڏهن حاصل ٿئي ٿي، جڏهن سڄي شرير جي انگ انگ ۾ ٻالڪ روم روم ۾ سمائجي وڃي ٿو.

نوجوان ٻرهمچاري چيو، ”اها ته ڪٺن ڳالهه آهي. هڪڙو وڪيل انهيءَ ڪم ۾ ڪيئن ڪامياب ٿيندو؟ مون جهڙي ماڻهوءَ کي ته ڪو بيو ساڌن ڪرڻو پوندو. ڀلا جي اهنسا کي اپنائجي ته ڪهڙو فائدو ملندو؟“

حضور جن اُتر ڏنو، ”شينهن ۽ چيتا به لوهانکي نقصان ڪونه پهچائيندا ۽ نانگ بلائون توهان جا دوست بڻجي پوندا.“

ٻرهمچاري چيو ته اها تمام سٺي ڳالهه آهي پر....

حضور جن فرمايو ته انهيءَ ساڌنا ۾ اچي به هڪ خوبي آهي. جيڪڏهن اوهين مان ڪنهن به هڪ يم کي مڪمل طور سڌ ڪيو ته بيا ڪڻ پاڻمرادو اچي ويندا.

نوجوان پادري پروفيسر جيڪو حضور جن جا وچن لکندو پئي ويو، سنگورن کي عرض ڪيو ته آسڻن جي باري ۾ ڪجهه روشني وجهو.

حضور جن فرمايو ته ”آسڻ“ لفظ جي معنيٰ آهي ”ويهڪ“ يا ويهڻ جو طريقو. هڪ ئي آسڻ ۾ ڪافي دير تائين ويهڻ سان ابياس ۾ وڏي مدد ملي ٿي. آسڻ تي ڪيترا ئي ڪتاب آهن. ڪن ۾ لکيل آهي ته آسڻ ٨٤ آهن پر ڪي

رهڻ. انهيءَ جو مطلب اهو ڪونهي تہ پنهنجي حالت بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ئي نہ ڪرڻي آهي. اسنتوش ۽ لالچ جي ڀاونا کي ڇڏڻو آهي. دراصل، ڏنو وڃي تہ انسان جون ضرورتون ڪي گهڻيون ڪونهن نہ تہ راڄا بہ سوچي ٿو تہ مونکي اڃا بہ ڪي وڌيڪ گهرجي.

٣- تپ يعني آئم سنجم-سردي گرمي، بک پياس اُس ڇانو، راڄ ديش، اميري غريبي، تندرستي بيماري، نفعو نقصان- انهن سڀني کي صبر ۽ سنتوش سان سويڪار ڪرڻو آهي. ائين ڪرڻ سان ساڌڪ جي اڃا شڪتي پرٻل ٿئي ٿي ۽ ڪشٽ ۽ ڪليش ۾ هو گهبرائجي نٿو.

٤- سواڌياس يعني گرنٿن پوٿين جو اڀياس- انهيءَ ۾ سنتن مهاتمائن جو ستسنگ بہ اچي وڃيٿو.

٥- ايشور پراڻدان- پرماتما ۾ اٽوٽ وشواس رکڻ ۽ پاڻکي هنجي موج تي ڇڏي ڏيڻ. سدائين پاڻکي هنجو داس سمجهي ڦل جي اڃا نہ رکڻ. سلسلي کي جاري رکندي حضور جن فرمايو تہ يڳتيءَ يا شبد يوگ جي الم لاڀ جي ڳالهہ تہ نياري آهي پر صرف جيڪو ساڌڪ انهن يمن ۽ نيمن جو سچائيءَ سان اڀياس ڪندو تہ هو شڪتين سان ڀرپور ”ستپرش“ بڻجي پوندو. مثال طور جيڪو ڪنهن بہ حالت ۾ سچ کي نٿو ڇڏي يعني سچ جي اندر اتنرو لين رهيٿو جو سچپي ۾ بہ هن جي زبان مان ڪوڙو وچن نٿو نڪري انهيءَ کي ”واڪ سڌي“ ملي ٿي يعني جيڪو وچن هنجي مکاربند مان نڪرندو سو ضرور پورو ٿيندو.

نوجوان بئريسٽر چيو تہ اها تہ توهان سني ڳالهہ ٻڌائي ۽

جيڪو ٻين جون شيون چورائي ٿو سو نه صرف ٻين ڪرمن جو بوجهه پنهنجي سر تي چاڙهي ٿو پر ملين وڪار پڻ اوڻ عادتون ۽ بيماريون جيڪي انهن شين سان چنبڙيل آهن، انهن جو شڪار ٿئي ٿو. هڪ چوريءَ کي اڪائڻ لاءِ چور کي ڪئين پاپ ۽ اپراڌ ڪرڻا پون ٿا. ڇل ڪپٽ ۽ دوکو هن جي سڀاءَ جا انگ بڻجي ٿا پون.

ڪام ۽ وشيه واسنا پرمارٿ جي جڙ ئي ڪٽي ٿا ڇڏين. ڪبير صاحب فرمائين ٿا:-

"جهان ڪام تهان نام نهين، جهان نام نهين ڪام،
دونون ڪبهون نه ملين، روي رجني اڪ نام."

يعني جهڙي طرح پرڪاش ۽ اندڪار ٻئي گڏ هڪ جڳهه تي ڪڏهن به رهي نٿا سگهن، ساڳي طرح ڪام ۽ پرماتما جو پيار ٻئي هڪ ئي هردي ۾ نواس نٿا ڪري سگهن. جڏهن دل ۾ ڪام جو واسو ٿئي ٿو ته اتان پرماتما جو نام الوپ ٿيو وڃي. ڪام واسنا روحاني راهه ۾ وڏي رڪاوٽ آهي.

اپرگرهه- ڪٺي ڪرڻ جي اڇا نه رکڻ کي چئبو اپرگرهه. هڪ يوگيءَ کي ٻين جي دان تي زندگيءَ نرواهه ڪرڻ نه کپي ۽ نڪي سماج مٿان بوجهه ٿيڻ کپي. سنتن مهاتمائن پنهنجي سر حق حلال جي ڪمائيءَ تي ڏاڍو زور ڏنو آهي.

هاڻي اچو نيمن تي يعني جيڪي ڪرم ڪرڻ کپن يا اهي آدرش جن جي پيروي ڪرڻ کپي. اهي به پنج آهن:-

١- سوچ يا صفائي- توهانجو شرير صاف سٿرو هئڻ کپي، توهانجي رهائش جي جاءِ صاف هئڻ گهرجي. توهانجو لباس صاف ۽ توهانجو ڀوڄن شڌ ۽ توهانجا وچار پوتر هئڻ کپن.

٢- سنتوش يعني جيڪي سهج سان ملي انهيءَ تي راضي

معنيٰ آهي روڪڻ يا جيتڻ. گھڻو ڪري سڀني متن ۾ انھن جو ذڪر ٿيل آهي. پنج يم آهن:-

١- اهنسا
٢- ستيه
٣- استيه، چوري نه ڪرڻ
٤- برهمچريه
٥- اپرگرهه، تياڳ

انهن نيمن جو سڀني سادڪن کي پالن ڪرڻ جڳائي چاڪاڻ ته روحاني راهه جا اهي پهريان ڏاڪا آهن، جن بنا مڪتي ماڻ ناممڪن آهي.

آتمڪ اُنتيءَ لاءِ اوچو اخلاق نهايت ضروري آهي. انهيءَ باري ۾ مان نٿو سمجهان ته ٻه رايا ٿي سگهن ٿا. سڀني ڌرمن جي هدايت آهي ته جيڪو جيو هتيا ڪري ٿو يا ڪنهن جي شرير، من يا ڀاونائن کي ڏکوئي ٿو، سو ڪٺور دل، نردئي اَنيائي ۽ ظالم آهي ۽ اُنجو سڀاءُ ۽ عادتون پسن جهڙيون ٿين ٿيون. شڪاري جانور جيئن ٽيڪ هيبتناڪ، جهنگلي ۽ شوخ سڀاءُ جا ٿيندا آهن پر ٿيندا گهڻو ڪري ڪانئر آهن. پر جيڪي جانور ماس نه کائيندا آهن يعني ڍڳا وغيره سي ٻاڻ وڏڪ همت ڀريا ۽ ٻي ٻ پا ٿيندا آهن. زبان سان هنسا جهڙوڪ نندا، چغلي، برائي ٻچار يا مانسڪ هنسا جهڙوڪ راس، حسد، وير ڀاءُ اهي ڪي جسماني هنسا کان گهٽ خراب ڪونه آهن.

اهڙي طرح جيڪو ڪوڙ ڳالهائي ٿو تنهنجو من ميلو ٿئي ٿو ۽ لوڪ ايپاس جي سادنا لائق نٿو رهي. هن ۾ بزدلي، بي حيائي ۽ فرض ادائيءَ ۾ ڪوتاهي ۽ وچار شڪتيءَ جي ڪمي رهي ٿي.

گهٽ مٿي ڀڇائي ٿو ۽ اسين پراڻايام جو ساڌن ڪونہ اپنائيندا آهيون.

”اشٽانگ يوگ آهي ڇا؟“ نوجوان برهمچاري پڇيو.

”پاتنجلي يوگ کي ئي اشٽانگ يوگ چوندا آهن. اشٽ معنيٰ اٺ ۽ انگ معنيٰ عضوا يا حصا،“ حضورجن فرمايو.

تنهن تي برهمچاري چيو تہ ڪرپا ڪري انهيءَ جي وياکيا وڌيڪ تفصيل سان سمجهايو.

ستگورن فرمايو، تہ ”اشٽانگ يوگ جا هي هيٺيان اٺ انگ آهن.

١- يم- اهي سڀ بريون عادتون جيڪي ڇڏڻ گهرجن.

٢- نيم سٺيون عادتون جيڪي اپنائڻ گهرجن.

٣- آسڻ- اڀياس وقت ويهڻ جو نمونو.

٤- پراڻايام.

٥- پرتيهار- اندرين جي ٻاهرين ڪرياڻ کي انترمکہ ڪرڻ.

٦- ڌارڻا- ايڪاگرتا.

٧- ڌيان.

٨- سماڌي.

پهريان پنج انگ تہ ٻاهريان ساڌن آهن ۽ پوئيان ٽي انترمکي ساڌنا جا انگ آهن. اها وياکيا ڪافي آهي يا اڃان وڌيڪ کولي سمجهايان؟“ حضورجن پڇيو.

نوجوان پادريءَ ورائيو، ”هن وقت مان يوگ شاستر جو اڀياس ڪري رهيو آهيان. انهيءَ ڪري ان وشيہ تي جي وڌيڪ پرڪاش وجهندا تہ بهتر.“

حضورجن فرمايو تہ يم پنجن قسمن جا آهن. يم لفظ جي

مهالمائن جي نيڪ وتن تا، جڏڪي هن ڪڏهن ڏٺو ئي ڪونهي؟ اهو ڊاڪٽر جنهنڪي گذري ويا ورهيه ٿيا هن وقت توهان جو علاج ڪري سگهيٿو؟ هنجا لکيل ڪتاب توهانجي مدد ڪري سگهن ٿا؟ توهانکي ته قدم قدم تي موجوده ڊاڪٽر جي صلاح مصلحت ۽ ديکڀال جي ضرورت پوي ٿي. ڪڏهن ته توهانکي ڪيس آڌي رات جو گهرائڻو ٿو پوي جو خبر ناهي ته صبوح تائين توهانجو ڪهڙو حال ٿئي. ڇا هڪ چوڪري ڪنهن گذاري ويل ماڻهوءَ سان جنهن جي تصوير هن ڪنهن جهوني پستڪ ۾ ڏٺي آهي، شادي ڪري سگهيٿي؟ ڪو فوت ٿي ويل وڪيل توهانکي ڪنهن مسئلي تي قانوني صلاح ڏئي سگهيٿو؟ ٻه هزار ورهيه اڳ ڏيالو پتا پنهنجي پتر کي جيون جي آڌار لاءِ موڪلڻ ٺيڪ سمجهو، ڇا هو ڪيس هيئنر نئو موڪلي سگهي؟ ڇا هيئنر هن وٽ پيار ۽ ديا مهر ڪانهي يا دنيا جي حالت بدلجي وئي آهي؟ رام جو هزارين سال اڳ هن دنيا ۾ آيو هو سو هن وقت يا اڳتي مدد ڪري سگهيٿو؟ نه، منهنجا مترو نه. ائين ڪونهي. پرماتما جي پيار جو ساگر سڪي ڪين ويو آهي. اهو ته اسدائين آب ۽ تاب سان ڇلون ڏئي پيو وهي. هنجا پيارا پتر (سنت) سدائو هن دنيا ۾ موجود آهن ۽ دنيا انهن کان ڪڏهن به خالي نه رهندي. اهوئي پرماتما جو وڌان آهي.

پاڌرين جي ان پارٽيءَ مان هڪ نوجوان جنهن لاءِ مونکي پوءِ پتو پيو ته مشن ڪاليج جو پروفيسر هو، چيو ته توهان جيڪي ڪجهه چئي رهيا آهيو سو ته بلڪل ٺيڪ ۽ وزندار پيو لڳي. توهانجو مارگ به اشٽانگ يوگ وانگر آهي ڇا؟

حضور جن فرمايو ته نه، اسانجو مارگ ان کان وڌيڪ سرل آهي ۽ اهو ساڌڪ کي اشٽانگ يوگ جي پيٽ ۾

يعني زنده ڪرائيسٽ جي ضرورت آهي جنهن سان اسين ڳالهائي سگهون، پيار ڪري سگهون ۽ پنهنجي روحاني مسئلن لاءِ صلاح وٺي سگهون. هو ئي اسانکي سيکاريندو ته شرارجي نون دوارن مان خيال ڪيئن ڪڍي شو نيتر ۾ پهچي شبد کي پڪڙجي. اسانکي ته اها خبر ڪانهي ته اهي دوار، ڪهڙا دواران، نڪ دواران يا ڪنهن ٻئي دوار ذريعي چڙهائي ڪرڻي آهي. انهيءَ ڏس ۾ صرف زنده مهاتما اسانجي سهائتا ڪري سگهيتو. اهو شبد هميشه ڪنهن ديهه ڌاري ستگوروءَ جي روپ ۾ دنيا ۾ موجود رهيو آهي ۽ جنکي پرماتما سان ملڻ جي سچي پياس آهي تن جي سهائتا ۽ رهبري ڪري ٿو.”

”اهائي هڪ عام غلطي آهي جا اسين ڪريون ٿا. جنهن مهاتما کي گذريئي هزارين سال ٿي چڪا آهن سو اسانکي سکيا يا دکشا نٿو ڏئي سگهي. سادارڻ ماڻهو اهڙا تنگدل ٿيندا آهن جو هو ڪڏهن به سچائيءَ کي سوڪار ڪرڻ ڪندا آهن جيستائين هنکي سندن ئي گرنٿن پوٿين دواران سمجهايو نه وڃي. پرماتما پنهنجي ”پياري پٽر“ کي آلمانن جي ڇنائڻ لاءِ رڳو ٻه هزار سال اڳي ڪونه موڪليو بلڪ هر زماني ۾ پنهنجي اهڙن پيارن کي موڪليندو رهيتو. ڪنهن مهاتما چيو آهي، ”ست نه هوئي جگت مين جل مرتا سنسار.“

اندرين روحاني مارگ اهڙو پيچيدو ۽ اٽانگو آهي جو قدم قدم تي گوروءَ جي سهائتا جي ضرورت پوي ٿي. مولانا روم صاحب جو ڪلام آهي ته جيڪو مرشد بنا، اندر وڃي ٿو تنهنکي شيطان جيئن شڪتيون گمراهه ڪري گهوري اونداهي کوهه ۾ اڇلائين ٿيون. جڏهن زنده مهاتما جي شش کي ڪال سندن گوروءَ جو روپ ڌاري دوکو ڏئي ٿو ته پوءِ انهن جو ڪهڙو حال ٿيندو جيڪي ماضيءَ جي

جو هنن نون دوارن جي محل - منش شرير جي اندر پرويش ڪرڻ جو رستو ڄاڻندڙ هجي ۽ جيڪو اسانکي پرماتما سان ملائي سگهي . بس ، توري ۾ اهي آهن سنت ست جون سکيائون .

تنهن تي بزرگ پادريءَ چيو ، ”بائيبل ۾ لکيل آهي ته خدا جي بادشاهت تنهنجي اندر آهي ۽ تون زنده خدا جو مندر آهين . “

حضور جن فرمايو ته اها روحانيت هر ڌرم جي تهه ۾ هوندي آهي پر ڌرمن جي سنستاپڪن جي وڃڻ کانپوءِ ماڻهو ان اصليت کي وساري ڇڏيندا وڃن ۽ پرماتما کي مورتين ، مندرن ، تيرٿن ، پٿرن ، سماڌين يا پوٿين ۾ ڳولڻ جي ڪوشش ڪن .

پادريءَ چيو ته توهانجا شيوڪ چون ٿا ته توهين مستڪ ۾ ڪيترن ئي قسم جي سيڪار پيدا آهيو .

حضور جن وراڻيو ، ”سنت مهاتمائون پنهنجي شيوڪن کي انهد شبد ٻڌڻ سيڪار پيدا آهن . هي اهوئي شبد آهي جنهن جي باري ۾ بائيبل ۾ لکيل آهي ته آد ۾ اهوئي شبد هو جو پرماتما سان هو ، بلڪ پرماتما هو ۽ جنهن سڀ رچنا پيدا ڪئي . “

پادريءَ چيو ته اهوئي شبد (Word) ڪرائيسٽ (Christ) آهي .

حضور جن هن کي درست ڪندي فرمايو ، ”آهي نه ، پر هو . ڪرائيسٽ برابر ديهه ڌاري شبد هو . هو پنهنجي وقت مهاتما هو ۽ جن سندس شرن ورتي تنکي پرم پتا وٽ ... ويو . پر هن وقت هو اسانکي پرماتما سان ملڻ جو ساڌن ... ٿو سيڪاري سگهي؟ انهيءَ لاءِ اسانکي موجوده مهاتما

جي شرير ۾ گونجي رهيو آهي. پنهنجي آتما کي ان سان جوڙيو. سڀني ڌرمن جي سنتن پنهنجي گرنٿن ۾ انجو ورنن ڪيو آهي.

ان وقت حضور مهاراج جن جو نوڪر اندر آيو ۽ چيائين ته حضور ڪجهه "جول پين" آيا آهن ۽ اندر اچڻ جي اجازت ٿا گهرن.

حضور مهراج جن هنجو مطلب سمجهي ويا ۽ کيس چيائون ته ڀلي انهن يورپين کي اندر وٺي اچ ۽ انهن لاءِ ڪجهه ڪرسيون ٺاهي رک. نوڪر ڪن يورپين کي پاڻ سان وٺي آيو جي بياس نديءَ جي سيري ڏسڻ ۽ مڇي مارڻ لاءِ آيا هئا. انهن مان ٻه ڄڻا ڪرسچن ڪاليج لاهور ۾ پروفيسر هئا. حضور مهاراج جن انهي ٻيهي هنڌو آدر ڀاءُ ڪيو ۽ کين ڪرسين تي ويهاري کانئن چانهه لاءِ پڇيو. ان پارٽيءَ جي سرڪردي، جو هڪ بزرگ سڄڻ هو، چيو ته صبح جو ناشتو بياس اسٽيشن تي ڪري آيا آهيون. اسان توهان جي مت جي باري ۾ ڏاڍي تعريف ٻڌي آهي انهيءَ ڪري انهيءَ بابت ڪجهه ڄاڻڻ چاهيون ٿا.

حضور جن فرمايو ته سنت مت جي سکيائن بابت مان توهانکي ٿورن لفظن ۾ سمجهائيندس. اسين هيٺئر ان باري ۾ ئي ڳالهائي رهيا هئاسين. سنتن جو اهو اپديش آهي ته پرماتما اسان سڀني جو ديالو پرم پتا آهي ۽ انهيءَ سان ميلاپ ڪرڻ بنا منش جي دکن ۽ ڪليشن جو انت نٿو ٿئي. پرماتما ڪٿي به ٻاهر ڪونه ملندو. اسانجو هي منش شرير ئي اهو مندر آهي جنهن ۾ هو نواس ڪري ٿو. هو صرف منش ديهه ۾ ئي ملي سگهي ٿو، ٻيءَ ڪنهن به جون کي اهو شرف حاصل ڪونهي. اسانکي اهڙي گروءَ يا رهبر جي ضرورت آهي

زالون ۽ مرد آساني سان ڪري سگهن ٿا. ٻاڪ هڪ ڇهن سالن جو ٻار به اهي ساڌنا ڪري سگهي ٿو. ان ۾ شرير جي ٻاهرين دوارن کي بند ڪري پنهنجي خيال کي شبد سان جوڙڻو آهي جو هردم اسان جي مستڪ ۾ اکين جي پويان گونجي رهيو آهي. اها دوا ڏني مڌر سنگيت جي روپ ۾ ڌر ڌام کان لهي ٿي ۽ رستي ۾ سڀني هيٺين منڊلن کي ستا ۽ چيتنا ڏيندي من جو مستڪ ۾ اکين جي پوئتان اچي پنهنجو مقام قائم ڪري ٿي. اها پرماتما ۽ من جي وچ ۾ سڌي ڪڙي آهي. ان ڌن کي ڪڙي اسين سڌو پنهنجي نج گهر پهچي سگهون ٿا. هي ۽ اهو ئي استان آهي جتان سرشٽيءَ جي آد ۾ اسين لهي آيا آهيون.

بائيبل ۾ ان شبد يا ڌن کي ورڊ (Word) چيو ويو آهي. بائيبل ۾ اسين پڙهندا آهيون. "آد ۾ اهو شبد هو ۽ اهو شبد پرماتما سان هو ۽ اهو شبد ئي پرماتما هو. سڀ ڪجهه هن ئي بڻايو ۽ جيڪي به ٺهيو سو انهيءَ بنا ڪين ٺهيو." يورپ جي مهاتمائن اُن شبد کي "لوگاس" (Logas) سڏيو آهي. گورو نانڪ جن اُن کي شبد ٿا چون. وڌيڪ فرمائين ٿا، "شبدي ڌرتي شبدي آڪاش، شبدي شبد ڀيا اپرڪاش، سگلي سرشٽ شبد کي پاڇي، نانڪ شبد گهٽي گهٽ آڇي."

يعني شبد پرٿوي بڻائي، شبد آڪاش بڻايو. شبد سج چنڊ ۽ تارا بڻايا. شبد ئي ساري سرشٽيءَ جو اپائڻهار آهي ۽ هو سڀ ڪنهن جي هردي ۾ گونجي رهيو آهي."

قرآن ۾ لکيل آهي ته "ڪن" هن سنسار جي رچنا ڪئي. سوامي جي مهاراج فرمائين ٿا ته شبد ٽنهي لوڪن جو اپائيندڙ آهي. شبد انڊ، برهمنڊ، ست دويپ ۽ لوڪنڊ بڻايا. شبد ئي ان گهڻن ۽ سڀني جيون کي پيدا ڪيو آهي. شبد هر ڪنهن

يوگ، جو مقصد آهي انهن رڪاوٽن کي دور ڪرڻ. پاتنجلي رشي پنهنجي پرسد گرنٿ يوگ سوتر ۾ يوگ جي پرڀاشا ڏيندي چيو آهي ته يوگ، اهو ساڌن آهي جنهن سان چت جي ورتين کي روڪي سگهجي ۽ من جي سڀني ڪريائن کي وس ۾ ڪري سگهجي.

ڊاڪٽر پڇيو، ”چت جون ورتيون ڇاکي ٿو چئجي؟“

”حضور جن فرمايو چت جي ورتين جو انگريزيءَ ۾ انواد ڪرڻ تمام ڪٺن آهي. چت انتهڪرڻ (اندر جي آرسي، من) جو اهو حصو آهي جنهن تي پدارٿن جو عڪس پوي ٿو. نانا پرڪارن جا آڪار ۽ روپ جيڪي اندريون چت اڳيان آڻين ٿيون ۽ انهيءَ ڪري چت جون جيڪي اوستائون بدلجنديون رهن ٿيون يا بار بار لڳنديون وشيه وڪارن جون لهرون جيڪي چت جي سطح کي اشانت ڪن ٿيون، انهن کي چئجي ٿو ورتيون. من جي سطح تي انهن دائما اٿندڙ طوفاني لهرن کي روڪڻ يوگ جو ڪم آهي.“

ڊاڪٽر چيو، ”سائين توهان ڪهڙي نه سندر ۽ سرل ڍنگ سان هن مضمون کي کولي سمجهايو آهي.“

ستگورن فرمايو ته اها خوشيءَ جي ڳالهه آهي جو توهانکي منهنجي سمجهاڻي سرل لڳي ٿي نه ته يوگ ۽ ٻيا پرمارٿي راز زبان دواران سمجهائڻ ڏکيا آهن.

لنڊن لي راءِ روشن لعل چيو، ”توهانجي ساڌنا ۽ پاتنجلي يوگ ۾ ڪهڙو فرق آهي؟“

حضور جن وراڻيو، ”اسانجو طريقو سرت شبد يوگ جو آهي، جنهنکي اپنشد ”انهد شبد“ ۽ ويد ”آد گمت“ چوندا. مسلمان فقير انهيءَ کي ”سلطان ال اذڪر“ سڏين ٿا. اهو سهج يوگ آهي جنهنجو اڀياس سڀني ڌرمن ۽ ديشن جا

استان آهي. اڳي گھڻي مدت نواس ڪرڻ ڪانپوءِ انهن مان ڪن جيڪي ڪجھ ڪمائي وارا هئا، پرڪاش جا نيز ڪرڻا متان ايندا ڏٺا. ان پرڪاش جو سهارو وٺي اڳتي وڌيا ۽ ترڪنيءَ ۾ وڃي پهتا. اتي پهچي انهن سوگيشورن جو اڳتي وڌڻ روڪجي ويو ۽ ترڪنيءَ کان مٿي ڪين وڃي سگهيا ۽ انهيءَ ڪنول (برهم ديش) کي ئي پرميشور، سنسار جي رچنا ڪرڻ واري، پالنا ڪرڻ واري ۽ سنسار کي ناس ڪرڻ واري جو نام چوڻ شروع ڪري ڇڏيو.

نوجوان ٽيڪسٽر چوڻ لڳو ته حضور مونکي ته ڪجھ به سمجھ ۾ نٿو اچي. مونکي ته "يوگ" لفظ جي معنيٰ به نٿي اچي.

حضور جن فرمايو ته مان توهانکي سڀ سمجھائيندس پر گورو ڌارڻ ڪرڻ خلاف توهانجو اهو بيان خود ئي توهانجي ترڪ جو سڀ کان وڏو جواب آهي.

ٽيڪسٽر چيو ته حضور مان پهرينجا اکر واپس ٿو وٺان.

حضور جن فرمايو ته يوگ يا جوڳ لفظ اصل سنسڪرت جي شبد "يج" مان نڪتو آهي، جنهنجو ارٿ آهي ملائڻ يا جوڙڻ. تنهن ڪري يوگ جو ارٿ ٿيو آتما کي پرماتما سان ملائڻ جو سادن.

راءِ روشن لعل چيو ته رليجن (Religion) اکر جي به معنيٰ ساڳي آهي. اهو اکر لئٽن ٻوليءَ مان نڪتو آهي. ري (Re) معنيٰ واپس ۽ ليگرس (Lagaris) معنيٰ جوڙڻ. آتما کي پنهنجي مالڪ سان ملائڻ ئي رليجن (ڌرم) جو مقصد آهي يا هئڻ گھرجي.

"من ۽ ان جا اينڪ قسمن جا قرتا پرماتما کي پراپت ڪرڻ ۾ وڏي رڪاوٽ آهن"، حضور جن فرمايو.

بلڪل لازمي آهي ته ڪجهه ان کان به وڌيڪ گهرجي. جيڪڏهن ڪو ماڻهو سارو ڏينهن ٿالهيون ۽ پليٽون مليندو رهي ۽ کاڌي جي ميز تي سجائي رکندو وڃي پر انهن ۾ کاڌ لاءِ ڪجهه به نه وجهي، ته ڇا ائين ڪرڻ سان هن جي بک لهندي؟ زندگيءَ کي نيڪ پاڪ بڻائڻ آهي برتن کي صاف ڪرڻ. اهڙي طرح من برابر نرمل ٿيڻو ۽ روحاني چڙهائيءَ جي لائق بڻجي ٿو پر من جي صفائي هڪ ذريعو آهي پر زندگيءَ جو مقصد نه.

من کي پورو ڇٽو ڪجي؟ صرف انهيءَ لاءِ ته اپوٽو چيز پرماتما جي دربار ۾ پهچي نٿي سگهي. من کي نرمل ڪرڻ ڪانپوءِ به آتمڪ چڙهائيءَ لاءِ ڪوشش ڪرڻ کپي جنهن جي سوجهي ڪنهن سادو مهاتما وٽان ملندي نه ته آواگون جو چڪر ختم نه ٿيندو. پوري زندگي گهارڻ ۽ نيڪ ڪرم ڪرڻ جو ڦل اهو ملندو جو منش ٻئي جنم ۾ رئيس، راجا، مهاراجا، يا قوم يا ملڪ جو سرڪردو بڻجندو يا ديوتا يا فرشتو بڻجي ڪنهن سرڳ ۾ ويندو پر هوندو ساڳيو ئي چوراسيءَ جي چڪر ۾.

نوجوان ٻئرسٽر پڇيو ته ديوتائون ۽ فرشتا به ٿيندا آهن ڇا؟

حضور جن فرمايو ته جيڪي آتمائون منش چولي ۾ اچي، تپسيا يا دان پن ڪن ٿيون يا ٻيا پراپڪار جا ڪرم ڪن ٿيون يا سرڳ جي پراپتيءَ لاءِ وشنو، شو يا اندر جي پوڄا ڪن ٿيون، انهن کي پنهنجي شڀ ڪرمن جو ڦل ماڻڻ لاءِ طرح طرح جي سرڳن ۾ موڪليو ويندو آهي. اهي ئي آتمائون ديوي ديوتائون ٿين ٿيون. هن مات منڊل وانگر اُتي به اندرين جا ڀوڳ آهن. اُتي هنن جو شرير سوکيم آهي ۽ پنهنجي پنهنجي ڪرمن انوسار

تہ منش کي پوتر زندگي گهارڻ کپي، جيترو ٿي سگهي پنهنجي دوستن عزيزن جو ڀلو ڪري ۽ ڪنهن بہ پراڻيءَ کي ڏک يا نقصان نہ پهچائي. ايمانداريءَ سان پنهنجي روزي ڪمائي ۽ يٿا شڪتي انسان ذات جي سيوا ڪري. اها ئي سرو سريشٽ پوڄا ۽ ڀڳتي آهي ۽ مان سمجهان ٿو تہ اهوئي ڪافي آهي.

حضور مهاراج جن فرمايو تہ سادڪ لاءِ روحاني سفر جون چار منزلون آهن.

پهرين منزل آهي ڪرم ڪانڊ يا شريعت.

نيڪ ڪرم ڪرڻ جيئن سنسار جي سڀني ڌارمڪ پستڪن ۾ لکيل آهي.

ٻي منزل آهي اُپاسنا يا طريقت.

ڪنهن ڪامل مرشد جي هدايت ۽ رهنمائيءَ ۾ روحانيت جي راهہ تي هلڻ. من ۽ اندرين کي قابو ڪرڻ ۽ پاڪي ڌيان ۽ ڀڳتيءَ ۾ اڳائي رکڻ.

ٽين منزل آهي ڀڳتي يا معرفت.

مالڪ جي پيار ۾ اهڙو لين ٿيڻ جو هن ڪانسواءِ ٻي ڪنهن بہ ڳالهہ جو فڪر ئي نہ رهي ۽ چت مان سنسار ۽ سنسار جي پدارٿن جو خيال ئي نڪري وڃي، پنج وڪار ختم ٿي وڃن. من ۽ اندريون وس ۾ اچي وڃن. سنسار جي سکن ۽ اندرين جي ڀوڳن جي ترشنا ختم ٿي وڃي.

چوٿين منزل آهي گيان يا حقيقت.

ستيہ يا حقيقت کي ڄاڻڻ ۽ پرماتما سان ملي هڪ ٿي وڃڻ.

پرماتما جي پراپتيءَ لاءِ پوتر ۽ نيڪ جيون وتيت ڪرڻ

ته مولانا روم انهيءَ هنڌ چيو آهي ته :-

جيڪڏهن تون خدا سان ملڻ چاهين ٿو ته وڃي خدا جي ڪنهن پياري جي صحبت ڪر. جيڪڏهن ڪعبي جي زيارت ڪرڻ وڃين ٿو ته پاڻ سان رهنما ڪڻ جو پاڻ آڻي ويو هجي، پوءِ هو ڪٿي هندو هجي، ترڪ هجي يا عرب. هنجي روپ رنگ ڪي نه ڏس. صرف هن ۾ جيڪا رستي ڏيکارڻ جي لياقت آهي، اها ڌيان ۾ رک. پرماتما ۽ پرمارٿي ڳالهين جو گيان ڪنهن پوري مرشد جي سهاريتا کانسواءِ حاصل نه ٿي سگهندو. جيڪو اندر جي اوچن آتمڪ منڊلن ۾ داخل ٿيڻ چاهيٿو، جيڪو مالڪ جي درگاهه ۾ پهچڻ چاهيٿو، اهو ضرور ڪنهن رهبر ۽ رهنما جي ضرورت محسوس ڪريٿو. پر جيڪو اهو اندروني سفر طئي ڪرڻ نٿي چاهي، انجي مرضي جيڪي وڻيس سو ڪري.

راءِ روشن لعل چيو، ”انين سچ آهي پر ڪيترا پاکنڊي پرماتما جي نالي ۾ ماڻهن کي ٺڳيندا آهن.“

حضور جن وراڻيو، ”ان ۾ ڪو شڪ ڪونهي. خود سنتن هميشه، جگياسن کي اهڙن دوکيبازن کان بچائڻ لاءِ خبردار ڪيو آهي. مولانا روم جو ڪلام آهي: ”عام طور شيطان نقلي سادن جي ويس ۾ رهندو آهي. انڪري پنهنجو همت ان رهبر کي نه ڏي جنهنکي تو پرکيو ناهي. جهڙي طرح نردوش ايوجهه پکين کي جاريءَ ۾ ڦاسائڻ لاءِ شڪاري پکين جي ٻولي ٻوليندو آهي اهڙي طرح ٺڳ ۽ دوکيباز ساد و ايوجهه ماڻهن کي ڦاسائڻ لاءِ سنتن جي طريقن جو نقل ڪندا آهن. ۽ سنت ٻاڻيءَ مان چورايل گفتا ٻوليندا آهن. انڪري چڱي طرح سوچي سمجهي گورو ڪرڻ کپي.“

ڊاڪٽر هرلامداس چيو ته حضور! منهنجو وشواس آهي

ڇي ڪيئن حاصل ٿي سگهندو؟"

تنهن تي راءِ روشن لعل چيو، "سائين! انهيءَ گورو پڻي ته اسانجي ڀارت جي سماج کي ڏاڍي ھاڃي پهچائي آهي ڇاڪاڻ ته انهيءَ جي اوٽ ۾ ڪيترا پوڻگي گورو سڏڻ سادن ماڻهن کي ٺڳيندا ٿا وتن."

حضور جن فرمايو، "اهو ٺيڪ آهي." پر ايو ڪو رستو ته ڪونهي. سڀني سنتن جو اُپديش آهي ته گوروءَ بنا پريسو پراپتي ناممڪن آهي. گورو صاحب فرمائين ٿا:-

"ڪهه نانڪ پرڀ اهه جنائي،
بن گور مڪت نه پائي ڪوئي."

ڪبير صاحب فرمائين ٿا:-

"گور بن مالا ڦيرتي، گور بن دتي دان،
گور بن دان حرام هئه، جاءِ پوڇو ويد پران."

مولانا روم فرمائين ٿا:-

"يار بايد راه را تنها مرو،
از سر خود اندرين صحرا مشو."

يعني خبردار! هن مارگ ۾ مرشد بغير قدم نه رکو، رستي ۾ گهڻيئي خوف خطرا آهن، جن کان صرف ڪامل مرشد ئي توکي بچائي سگهندو. جيڪڏهن تون عقلمند آهين ته اڪيلو سفر نه ڪر. پاڻ سان رهبر ضرور ڪڻ.

راءِ روشن لعل پراڻي زماني جي ڪائستن وانگر، فارسيءَ جو وڏو ودوان هو. هنکي حضور جن جيڪي مولانا روم جي مثنويءَ مان حوالا ڏنا سي ڏاڍا پسند آيا.

حضور مهاراج جن ڳالهه جو سلسلو جاري رکندي فرمايو

ڪٿي آهي، اڪثر سهمت آهن ته ”اي انسان! پرماتما جي بادشاهت تنهنجي اندر آهي ۽ پرماتما جي کوج اتي ئي ڪرڻ کپي. مڪتي حاصل ڪرڻ لاءِ توکي ڪٿي به ٻاهر وڃڻ جي ضرورت ناهي. منش شرير هن وشال رچنا جو هڪ ننڍو نمونو آهي ۽ جنهن جو رچيندڙ خود ان ۾ وسيل آهي. ڪنهن اهڙي سنت سجان جي کوج ڪريو جنهنکي ان خزاني تائين پهچڻ جي گپت مارگ جي ڄاڻ هجي ۽ توهانکي به مالڪ جي محل تائين وٺي وڃي سگهي. هنکي گرو چئو، استاد يا رهبر چئو، يا ڪنهن ٻئي نالي سان توهين ڪيس سڏيو.“

ان نوجوان وري وچ ۾ ٽوڪيو ته توهين گرو ڀڳتي جو ئي پرچار ڪري رهيا آهيو. سمجهو ماڻهوءَ کي گرو ڌارڻ ڪرڻ جي ضرورت ئي ڪهڙي؟

حضور جن مشڪي فرمايو، ”برابر توهين ودوان آهيو پر ڇا توهين سڀ ڪجهه پاڻيهي سکيا آهيو؟ ٻڌايو توهين يورپ ڇو ويا؟ حقيقت ۾ منش ڄمڻ کانوٺي پاڻيهي ڪجهه به نٿو سکي سگهي، ڪو نه ڪو هنکي هلڻ، ڳالهائڻ، کائڻ، پهرڻ ۽ راند ڪرڻ ٻالپڻ کان ئي سيکاريندو. ماتا پتا، ڀاءُ ڀينڙ، يار دوست، اهي سڀ اسڪول يا ڪاليج ۾ وڃڻ کان اڳ ٻالڪ جا سيکاريندڙ آهن. اسڪول ۾ توهانکي پنجابي، هندي، اردو فارسي، انگريزي، گڻت، اتهاس، جاگرافي – اهي سڀ سکڻ لاءِ استاد جي ضرورت پيئي. ڪاليج ۾ ارٿ شاستر فلاسافي، وگيان، ڪيمسٽري، وڪالت، ڊاڪٽري، انجنيري وغيره سکيا. زندگيءَ ۾ اڳتي وڌڻ لاءِ توهانجي دوستن ۽ آفيسرن رهنمائي ڪئي. هاڻي جڏهن دنيا جي علم يا هنر سکڻ واسطي استاد جي ضرورت پوي ٿي ته پوءِ آتما ۽ پرماتما جو گيان، جو انهن سڀني کان پيچيدو آهي، اهو بغير گروءَ

”ها آهن ۽ انهن‌جي اصليت اهڙي آهي جهڙو هيٺر لوهانجر ۽ مهنجو هتي موجود هئڻ.“ حضور مهاراج جن فرمايو.

تنهن تي روشن لعل بئر اسٽر چيو، ”مهنجو مٿر اهي سوال پوءِ به پڇي سگهبو. پهرين ڪرپا ڪري سنت مت جي اصولن ۽ پريو پراپتيءَ جي مارگ تي پرڪاش وجهو.“

حضور مهاراج جن فرمايو، ”سنت مت نهايت سرل آهي. سنتن جي اها سکيا آهي ته جيڪي به دکن ۽ ڪليش اسين ڀوڳيون ٿا سي صرف انهيءَ ڪري جو اسين پرماتما کان وڇڙيل آهيون ۽ انهيءَ ڪري انهن کان ڇٽڻ جو اهوئي طريقو آهي ته آتما واپس وڃي پرماتما ۾ سمائجي. هي سنسار اسانجو اصلي گهر ڪونهي. آتما ته پرم آنند ۽ چيتنتا جي ان ساگر جي هڪ بوند آهي جنهن‌کان وڇڙي هنکي ڪروڙين سال گذري ويا آهن. هيءَ هن دنيا ۾ هڪ پرديسڻ آهي. آتما جهڙي اِي چيتن وستو آهي ڪاڻ ته هوءَ پرماتما جي نور جي هڪ پرڪاشمه ڪرڻ آهي جا هتي اچي گندگيءَ ۾ ڦاسي پيئي آهي. اَئين سمجهو ته مٽائي ۽ پٿر (جڙ ۽ چيتن) هڪ ٻئي ٻڌن ۾ پيا ويا آهن. اها ذاتي اسمانتا ئي آتما جي دکن ۽ مصيبتن جو مول ڪارڻ آهي.

جيستائين آتما واپس پنهنجي گهر پهچي مالڪ سان ميلاپ نه ڪندي تيستائين سندس دکن ۽ ڪليشن جو انهاس ختم نه ٿيندو. سنت مهاتمائون هو ڪر ڏئي چون ٿا ته ان مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ لوهانکي پنهنجي شرير کان ٻاهر وڃڻ جي ضرورت ناهي. هيءَ انساني ديهه ئي زندهه پرماتما جو مندر آهي. هن نون دوارن واري مندر ۾ ئي پرماتما جو نواس آهي. ٻاهر اچ لائين ته ڪٿهڪي ملبو آهي ۽ نه ملندو. سڀ سنت مهاتمائون، پير پيغمبر جن به پرمارٿ جي کوج

آسان آهي پر هڪ امير آدميءَ جو پرماتما جي درشن ۾ پهچڻ مشڪل. اهو سنسار جي پدارٿن جو موهه ئي آهي جو اسانکي بار بار هن مات منڊل ۾ ڇڪي ٿو آڻي ۽ جنم مرڻ جي چڪر ۾ ڦاسائي ٿو رکي. سنسار ۾ رهو پر سنسار جا غلام نه ٿيو. پنهنجا سڀ ڪم ڪار ڪريو پر نرموهي ٿي ڪريو. "دست بڪار دل بيار" هٿن سان ڪاج ڪريو پر دل دلدار ۾ جوڙي رکو. من کي نياري رهڻ جي عادت وجهو. اهو ڪو نهايت مشڪل ڪم ڪونهي. سارو ڏينهن دنيوي ڪمن ڪارن جي سر انجامي ڪريو پر امرت ويلي به ڪلاڪ "پنهنجو ڪم" ڪريو."

نوجوان بئرسٽر ڪجهه کلندي ۽ ڪجهه گنڀير ٿي پڇيو، "اسين جيڪي ڪجهه ڪريون ٿا اهو اسانجو "پنهنجو ڪم" ڪونهي؟"

حضور جن اُتر ڏنو، "نه، رات ڏينهن، چوويهه ئي ڪلاڪ جيڪي ڪجهه اوهين ڪريو ٿا اهو اوهانجو پنهنجو ڪم ڪونهي. ذرا ڪن پر ان ڳالهه تي غور ڪريو. اوهانجو سڀ کان گهڻو وقت نه پنهنجي عيال اولاد لاءِ ڪمائڻ ۾ ٿو وڃي. ڪجهه وقت مٽن مائٽن ۽ يارن دوستن جي شيوا ڪرڻ ۾ گذري ٿو وڃي. هر روز ڪجهه وقت اوهين پنهنجي شرير جي ديک ڀال ڪرڻ ۾ وليت ڪريو ٿا پر اهو شرير به اوهانکي هڪ ڏينهن ڇڏي ويندو. 'اوهين' هي شرير ڪين آهيو: هن مٽيءَ جي پتلي کي هڪ ڏينهن ڇڏڻو ئي پوندو ۽ هنکي يا ته آگ جي سپرد ڪرڻو پوندو يا مٽيءَ ۾ دفنائڻو پوندو. اوهان جو پنهنجو ڪم آهي، پنهنجي آتما کي نرڪ ۽ چوراسيءَ کان بچائي واپس پرماتما جي ڌام ۾ پهچائڻ."

"سچ پچ نرڪ ۽ سرڳ آهن ڇا؟" بئرسٽر پڇيو.

ٽيون ڌرم، سمپردايه يا سماج ڪڙي ڪونه ڪندا آهن ۽ نڪي اهي پاڻکي ڪنهن به ڌرم، گرنٿ يا مت سان جڪڙي رکندا آهن. انهنجو اُپديش سڌو ۽ سرل هوندو آهي ۽ پنهنجي شش کي اهائي هدايت ڪندا آهن ته جنهن به ڌرم ۽ سماج ۾ توهانجو جنم ٿيو آهي ان ۾ ٿي رهو. پرماتما ڌرم يا مذهب بدلائڻ سان ڪين ملندو آهي.

سنتن ڪڏهن به ڪنهن ڌرم جو پايو ڪين وڌو. انهن جي چولي ڇڏڻ ڪانپوءِ سندن ٿي پوئلڳ پاڻکي نيون نيون فرقن ۾ ورهائي، انهنکي نون ڌرمن جي شڪل ڏين ٿا. سنت ڪڏهن به ريت رواج يا ڪرم ڪانڊ جي هدايت ڪين ڪندا آهن ۽ نڪو ڪا خاص پوشاڪ پهرڻ يا رهڻيءَ جو اُپديش ڏيندا آهن.

هو دنيا کي تياڳڻ يا گهر ٻار کي ڇڏڻ جو اُپديش ڪين ڪندا آهن. هو دنيا ۾ رهندي ۽ پنهنجا فرض نباهيندي، پرماتما جي بخشيل نعمتن مان سک پلي وٺو پر نرمل بڌي ۽ وويڪ سان. پنهنجي من کي هن سنسار جي دنيا ۽ دولت پدارٿن جي موهه ۾ اهڙو نه ڦاسائي رکو جو انهنجي جدائي توهان لاءِ دک ۽ چنتا جو باعث بڻجي پوي. انهن پدارٿن جي اصليت ۽ مهتو کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪريو. اهي سڀ توهانجي ورتائڻ لاءِ آهن. توهين انهن جا غلام نه بڻجو. پنهنجي گذران لاءِ پيسو ڪمايو پر انکي گهڻي اهميت نه ڏيو. سوچي ڏسو ته دنيا مان ڪوچ ڪرڻ وقت يا پرلوڪ ۾، ڌن دولت ڪهڙي مدد ڪندي؟

”ڪرائيسٽ ڪهڙن نه صاف سنڌر لفظن ۾ ٻڌايو آهي ته پرماتما جي پراپتيءَ ۾ ڌن دولت ڪيڏي نه رڪاوٽ آهي! هن فرمايو آهي ته سُئيءَ جي ناڪي مان اُٺ جو لنگهڻ وڌيڪ

۾ اُپديش هميشه ساڳيا ئي رهندا آهن صرف "ڪنجي" ڪجهه سمي ڪانپوءِ هڪ مهاتما کان ٻئي مهاتما وٽ ويندي آهي. ائين چيو ويندو آهي ته پرماتما پاڻکي ڪئين روپن ۾ ظاهر ڪندو آهي ان لاءِ ته متان ڪو پراڻو ساڌن چڱو هوندي به دنيا کي گمراهه نه ڪري ڇڏي. اها روحاني چاٻي ڪنهن وقت ڪبير صاحب وٽ هئي ۽ پوءِ ڦري گورو نانڪ وٽ آئي ۽ ڏهن گدين تائين انهن وٽ رهي. تنهنڪانپوءِ تلسي صاحب انهيءَ کي سنڀاليو جنهن وري اها چاٻي سوامي جي مهاراج جن جي حوالي ڪئي. اهو قدرت جو آد کان نيم رهيو آهي ته ڪجهه وقت ڪانپوءِ هميشه حالتن ۾ ڦير گهير ٿيندي رهي ٿي، اسين ڏسون ٿا ته وڏن وڏن ماضيءَ جي مهاتمائن جي پوئلڳن سندن اصلي سکيائن کي وساري ڇڏيو آهي، جيتوڻيڪ انهن کي گذريءَ صرف ڪجهه صديون ٿيون آهن. آتمڪ ابياس جو ساڌن، جو انهن سنتن جي سکيا جو سار هو، تنهنجي لاءِ هنن جي عقيدتمندن کي ٻوجهه ئي ڪانهي.

"هاڻي "سنت مت" ڏي اچو. هي ڪو نئون مارگ ڪونهي. اهو اهڙو ئي پراچين آهي، جيترو دنيا ۾ جڏهن انسان پيدا ٿيو تڏهن کان اهو مارگ هلندو آيو آهي. هر سمي ۾ هر ملڪ ۾ هر قوم لاءِ پريو پراپتيءَ جو اهو ئي هڪڙو ساڌن ٿيندو رهيو آهي. هميشه سنت هر جڳهه ۾ هر ديش ۾ ايندا رهندا آهن. سندن رهڻ سهڻ جا طريقا پنهنجي ديش ۽ سمي انوسار يا پنهنجي ملڪ جي رسمن رواجن، آب هوا يا ڪن ٻين ڪارڻن سبب هڪ ٻئي کان نيارا ٿي سگهن ٿا. پر سندن اُپديش سدائين ساڳيو رهيو آهي پوءِ ڪٿي اهو اُپديش سنسڪرت، پارسي، هيبرو، چيني يا عربي ٻوليءَ ۾ ڏنل هجي. هو ڪو به

ئي هنن کي هڪ ڪوڙهڙي جي جهوپڙيءَ ۾ رات ڪاٽڻي پيئي ۽ پڇي ڏيهن هنن کي شفا بخشيائون. سقراط وانگر گرو نانڪ کي به "گمراهيو" (گمراه ڪندڙ) سڏيندا هئا.

"سڀني سنتن جي قسمت ۾ ائين ئي هوندو آهي. آريه سماج جي سنستاپڪ سوامي دياننداکي پڻ زهر ڏنو ويو." راءِ روشن لعل چيو.

نوجوان ايمرسن پڇيو، "راڌا سوامي" لفظ جو مطلب ڇا آهي؟"

حضور جن فرمايو ته مان ان مضمون تي پوءِ ٿو اچان. پهرين مان توهانکي سنت مت جي خاص خاص سڌانتن بابت ٻڌائيندس. پر چڱو مان توهانجو ئي سوال پهرين کڻان ٿو. جيئن پرماتما جا ٻيا به انيڪ نالا آهن، اهڙي طرح راڌا سوامي پڻ ان پرماتما جو هڪ نالو آهي. راڌا معنيٰ آتما ۽ سوامي معنيٰ ڪل مالڪ. گهڻو ڪري سنتن مهاتمائن پرماتما کي سوامي ڪري پڪاريو آهي. گرو نانڪ صاحب فرمائين ٿا، "اوچ اپار بي انت سوامي، ڪوڻ جاڻي گڻ تيري" ڪبير صاحب پڻ انکي "سوامي" ڪري سڏيو آهي. راڌا لفظ جوڙڻ ڪري اها سڀ غلط فهمي پيدا ٿي آهي.

باوا هرنامسنگهه پڇيو، "توهانجي ۽ گرو نانڪ جي مت ۾ ڪيڙو فرق آهي."

حضور جن اُلر ڏنو، "ڪجهه به نه. نانڪ، ڪبير، دادو، پلٽو، تلسيداس، جڳجيون، شمس تبريز، مولانا روم، خواجه حافظ، منصور، بابا فريد، مجاد الف ثاني ۽ ٻين سنتن، پوءِ ڪٿي هو ڪيڙي به ديش، قوم يا مذهب جا هئا سڀني ان هڪ ئي سنت جو پرچار ڪيو آهي. سڌانت، طريقا،

ڪرسيءَ ۾ ويٺا. آها! هنن جي اها سنڌر مرڪ ڪهڙي نه پياري ۽ ڪشش واري هئي! انجو ورڻن ئي نٿو ٿي سگهي. سندن اٿڻ ويهڻ، ڪاڻ ڳالهائڻ، مطلب ته هر ادا ۾ عجيب جادو ۽ اپار شانتي سمايل هئي.

شروعاتي ڳالهه ٻولهه، ڪانپور واري شيملال پنهنجي من جي ڳالهه ظاهر ڪندي پڇيو، "حضور! توهانجي مت جون ڪهڙيون سکيائون آهن؟"

حضور مهاراج جن ڪجهه فرمائين ان کان اڳ ئي نوجوان بئرسٽر بدرا وچ ۾ ئي چيو ته اسان ٻڌو آهي ته توهين پرماتما کي ڪونه مڃيندا آهيو ۽ ان جي بدران گوروءَ جي پوڄا ڪندا آهيو.

حضور جن فرمايو، "توهان جي مهرباني! جو توهان هي سوال پڇي منهنجو ڪم آسان ڪيو آهي ۽ سنت مت جي ان مول سڌانتن جي تائيد ڪئي آهي. اسين نه رڳو پرماتما ۾ پورن وشواس ٿا رکون بلڪ اهو به ٿا مڃون ته سچي شانتي ۽ مڪتي تيسنتائين نه ٿي ملي جيسنتائين آتما اُن پرماتما ۾ لين نٿي ٿئي، جو پرم آنند جو ساگر آهي، جو سرو پرڪاش، گيان ۽ آنند جو ڀنڊار آهي. پرماتما ئي سنت مت جي آد ۽ انت آهي...."

انهيءَ تي نوجوان بئرسٽر چيو، "تعجب جي ڳالهه چئبي جو ماڻهن هن مت لاءِ ڪهڙا نه عجيب افواهه ڦهلائي رکيا آهن!"

"ٻين جو ته پاڻ وڌڪ برو حال ٿيو،" مهاراج جن فرمايو. "دنيا ڪرائيسٽ، ڪبير، منصور ۽ ٻين سان ڪهڙو سلوڪ ڪيو؟ هڪ سياري جي رات جو گورو نانڪ کي ڪسور شهر ۾ ڪنهن نه پنهنجي گهر ۾ اچڻ ڪونه ڏنو ۽ مجبور

# وارتالاپ جو آرنڀ

تاريخ مهني يا سال جو مونکي ڌيان ڪونهي ڇو جو ان جي ضرورت ڪونه سمجهي وئي پر اترو ضرور ياد اٿم ته اهو سياري جي وئڪيشن جو وقت هو، جو لاهور جو ڊسٽرڪٽ ۽ سيشن جج راءِ بهادر منالعل هميشه وانگر پنهنجي موڪل جو وقت حضور جن جي چرنن ۾ گذارڻ لاءِ ڪن دوستن سان گڏجي ڏيري ۾ آيو هو. انهن آيل دوستن ۾ هڪ هو راءِ روشن لعل ٻئرسٽر، لاهور هاءِ ڪورٽ جو مشهور وڪيل جو ڪنهن وقت پنجاب آريه سماج جي پرتينڌي سڀا جو سڀاپتي پڻ رهي چڪو هو ۽ ٻيو هو لاهور وارو مشهور ڊاڪٽر باوا هرنامسنگهه، مليريا جو اسپيشلسٽ، ٽيون نوجوان ٻئرسٽر مسٽر ڊنگرا (يا بندرا)، ڊاڪٽر ........ علي، هڪ مسلمان ڊاڪٽر ۽ ٻيا به معزز ماڻهو هئا جن جا نالا ياد ڪون اٿم. انهن سڀني کي چانهه وغيره پياري، حضور مهاراج جن جي بيٺڪ ۾ وهاري، هنن جي اچڻ جي حضور جن کي سوچنا ڏني وئي.

ڪجهه منٽن کانپوءِ حضور جن ونن آيا. ان وقت سندن شان ۽ جلال ڪنهن شهنشاهه کان گهٽ ڪون ٿي لڳو. مٺي ڀري مسڪراهٽ سان اسانجو آدر ڀاءُ ڪري اسان سان ٿي گڏ هيٺ فرش تي وهي رهيا. اسان سڀني کين وينتي ڪئي ته ڪرپا ڪري آرام ڪرسيءَ تي وهو پر هو اسان سان گڏ زمين تي ئي ويٺا رهيا. اتي ٻه ٻئرسٽر روشن لعل پنهنجي عدالتي چتراڻيءَ کان ڪم ورتو. دادا جن کي عرض ڪيائين ته حضور! جيڪڏهن توهين اسان کان ٿورو مٿيرو وهندا ته توهانکي چڱي طرح ڏسي ۽ ٻڌي سگهنداسين. ان تي حضور جن ڪلي ڏنو ۽ سڀني جي دل رکڻ لاءِ اٿي آرام

اسانجي رهبري ۽ رهنمائي ڪندو رهندو.

اهڙو ڪامل ڪشتيبان هي جسماني چولو ڇڏي ڪانپوءِ به پنهنجي سکن شيوڪن جي سار سنڀال لهندو رهي ٿو. اهڙا انيڪ مثال حضور جن جي ڪيترن ئي ششن جي ذاتي انڀو ۾ آيا آهن. اهڙا هئا حضور بابا ساون سنگهه جن، جي "بياس جا سنت" نالي سان پرسڌ هئا ۽ جن پورا ۴۵ سال جيون جي رهنمائي ڪئي ۽ ٻاٻل پنڪيل جيو آتمائن جي ڪٺن ـ ذات پات جي ڀيد ڀاو کانسواءِ مدد ۽ سنڀال ڪئي. هنن ۲ اپريل ۱۹۴۸ تي ۹۰ سالن جي ڄمار ۾ هن خاڪي چولي جو تياڳ ڪيو.

دريائي لعل

وڳياسوءِ مٿان زوريءَ مڙهڻ جي ڪوشش ڪاڻ ڪئي ۽ نڪو
ڪنهنکي اَنڌ وشواس رکي انهن سکيائن کي سوڪار ڪرڻ
اءِ چيو. بلڪ هو انهيءَ ڳالهه تي زور ڏيندا هئا ته نام جي
ڪمائيءَ دواران پنهنجو انيو حاصل ڪري پوءِ ئي سنت مت
جي سدانتن کي مڃو. پر گڏو گڏ ڪن مول سدانتن کي
عارضي طور پهرين سوڪار ڪرڻو ئي پوندو، جهڙي طرح
جاميٽريءَ ۾ ڪجهه انومانن کي مڃي اڳتي وڌڻو پوندو آهي.
حضور جن جي نقط نگاهه وشال ۽ واپڪ هئي جنهن ۾
مذهبي تعصب کي ڪو به استان ڪونه هو. هو پنهنجي
ستسنگن ۾ عام طور مسلمانن ۽ صوفي فقيرن جي باڻيءَ ۽
وچنن جا حوالا ڏيندا هئا ۽ خاص ڪري قرآن جي هن آيت
تي گهڻو زور ڏيندا هئا:-
"موتو قبل انتموتو" يعني مرڻ کان اڳي مرو.
جڏهن مشق ڪمائي ڪري روز روز مرڻ سکي ٿو يعني پنهنجي
اچا انوسار شرير مان چيتنا کي هٽائي مستڪ ۾ شو نيتر وٽ
اڪاگر ڪري سگهي ٿو ته پوءِ جڏهن هو موت، تي فتح پائي
ٿو ۽ هن لاءِ آخرت جي عذابن جو ته ڪو سوال ئي ڪونهي.
حضور مهاراج جن فرمائيندا هئا ته مانک جنم دراصل
رتن آهي جو بار بار نٿو ملي. اسين صرف مشق چوراسي ۽
ئي چوراسيءَ جي چڪر مان آزاد ٿيڻ جو پرتن ڪري
سگهون ٿا يعني من ۽ مايا جي جار مان ڇوٽڪارو حاصل
ڪري پنهنجي نج ڌام پهچي سگهون ٿا جتان آد ۾ نڪتا
آهيون. اهو مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ اسانکي ڪنهن ڪامل
مرشد يا پورڻ ستگوروءَ جي آڳيا ۾ رهي ابياس ڪرڻو
پوندو. اهو سنت ستگورو نه رڳو اسانکي ساڌنا سيکاريندو
بلڪ اسان سان آخرين منزل تائين هر وقت انگ سنگ رهي

هوندي پڻ انوکي نمرتا ۽ ديئنتا جا ڀنڊار هئا. آتم گيان ۽
پريو پراپتي جي نرمل مارگ ۾ هُن انيڪ جيون جي سهائتا
ڪئي ۽ ڪين اندر ۾ نوراني درشن جو سهارو ڏيئي ڪرتارٿ
ڪيو. اهڙا پريمي شش جن کي سندن روحاني رسائيءَ جو
قدر هو سي جڏهن سندن چرنن ۾ جهڪڻ چاهيندا هئا ته هو
ڪين منع ڪندا هئا. مشڪندڙ چهري سان اُٿي هٿ جوڙي
سڀني کي نمسڪار ڪندا هئا ۽ هميشه فرمائيندا هئا ته مان
داسن جو داس آهيان ۽ اهو منهنجو فرض آهي ته مان جيون
جي سهائتا ۽ سيوا ڪريان.

## حضور مهاراج جن جي سکيائن جو سار

هنجو اُپديش هو ته انسان جي ديهه هري مندر آهي انهيءَ
۾ ئي پرماتما جي پوڄا ڪرڻ جڳائي. جيڪڏهن ڪو انسان روحاني
تجربو يا کوج ڪرڻ چاهي ۽ پنهنجو پاڻ سڃاڻڻ چاهي ته انهيءَ
لاءِ سڀ کان عمدي پريوگ شالا (Laboratory) ۾ هنکي پنهنجي
اندر ئي ملندي. سڀني سنت مهاتمائن جي سکيا آهي ته
"خدا جي بادشاهت" يا پرماتما جو ڌام منش جي اندر
آهي ۽ هو انهيءَ جو انڀو تڏهن ڪري سگهندو جڏهن نمرتا
۽ ڌيرج سان شبد يا نام جي ڪمائي ڪندو. هي اهو ئي
شبد آهي جنهن جي باري ۾ ڪرائيسٽ فرمايو آهي ته "اهو
پرماتما وٽ هو ۽ اهو پرماتما هو ۽ اڄ به اهو پرماتما آهي"
اهو شبد هن ڪلجگ ۾ به پوري گروءَ جي ڪرپا سان پراپت
ٿي سگهي ٿو. اهو شبد نه صرف ساري رچنا جو سهارو آهي
پر اسانجي اندر به هر وقت گونجي رهيو آهي. انهيءَ
شبد ذريعي اسانجي گناهن ۾ دٻيل آتما آزاد ٿي آڪاش منڊل
ڏانهن پرواز ڪري آخر وڃي پرماتما ۾ لين ٿئي ٿي.

حضور مهاراج جن ڪڏهن به انهن سڌانتن کي ڪنهن ٻـ

گرو نانڪ صاحب فرمائين ٿا اهڙي طرح سرت شبد جو اڀياس ڪري هن ڀو ساگر مان تري پار پئو.

هن دوهي جي ٽون ٽي لفظن ۾ سندن سماري ۽ ڀرماڻي رهٽيءَ جو سار اچي ٿو وڃي.

هنجو اُپديش اهڙو ته سرل ۽ ڳوڙهه وشين جي واکيا اهڙي ته سولي ۽ موهيندڙ هوندي هئي جو هڪ اڻ پڙهيل رواجي ڳوٺاڻو به ڪين چڱيءَ رت سمجهي سگهندو هو. انهيءَ هوندي به اهي اپديش اهڙي ڳوڙهي گيان سان ڀريل هوندا هئا جو چڱا ودوان ۽ فلاسافر ٻڌي ڏندي ڏنگ رهجي ويندا هئا.

حضور مهاراج جن پنهنجي اُپديش ۾ ڪنهن به نوينتا يا اصليت جي دعويٰ نه ڪئي ۽ باريڪ نظر سان ڏٺو وڃي ته هن سنسار ۾ ڪا نئين وستو آهي به ڪانه. صرف نئين ٻولي ۾ پراڻي روحاني دوا پيئي حضور جن انهيءَ ئي اپديش کي دهرايو جيڪو ڪبير ۽ نانڪ، دادو ۽ پلٽوءَ، حافظ ۽ مولانا روم، پنهنجي پنهنجي زماني ۾ جيون کي ڏنو. فرمائيندا هئا ته سنتن جي پيڙهي ڪڏهن ختم نٿي ٿئي ۽ هنجو قوم، مذهب ۽ ذات پات سان ڪو به سمبند نٿو رهي. سنتن جو اُپديش سرولوڪڪ آهي. گورو نانڪ صاحب جن فرمائين ٿا :-

"کتري براهمڻ سوُد ويس،
اُپديس چئو ورنا ڪئو سانجها."

حضور مهاراج جن جا شيوڪ انڪل ۾ لک هئا جن ۾ سڀني قسمن جا ماڻهو، جهڙوڪ چترواپاري، هوشيار پروفيسر [illegible] ڪئي راجا مهاراجا به هئا. مهڙي جي آخري آرلواز [illegible] جيسنگ ليدو هو، انهيءَ ۾ سنگورن جا پرلم ڀريا

هن ڪڏهن هڪ پئسو به سنگتي يا ٻي سنگتيءَ کان پنهنجي ذاتي خرچ لاءِ نه ورتو ۽ هميشه حق حلال جي ڪمائيءَ مان گذارو ڪرڻ جي هدايت ڪندا هئا. حصار ضلعي ۾ سرسي پرسان سڪندرپور ڳوٺ ۾ ڪين ڪافي وڏي زمين (Farm) هئي جا هن حياتيءَ ۾ ئي پنهنجي پٽن کي ورهائي ڏني.

سندن مختصر جيون ڪي مان پنهنجي دوست پروفيسر جگموهنلال جي هن ليک سان سماپت ڪيان ٿو.

" بياس جي نديءَ ۽ معمولي اسٽيشن کان اٽڪ پنج ئي ميل پري، سنساري جهنجهٽن کان دور ايڪانت ۾ پورڻ مهاتما رهندو هو، جنهن کي عام طور " بياس جو سنت " ڪري سڏيندا هئا.

هو سنياسي نا لڳندي ڪون هئا. هن ڪڏهن به گيڙوءَ رنگا وستر ڪين پاتا ۽ نڪي هنن جا شش اهڙي وستر پائيندا، سواءِ انهن جي، جي اڳ ئي ڪنهن سنياسين جي سمپرداءِ سان واسطو رکندڙ آهن. هو پنهنجي ستگوروءَ، بابا جيمل سنگهه جن وانگر صاف سفيد وستر پهريندا هئا. پر هو هو پنهنجي جيون اهڙا نه نرموهي ٿي وتيت ڪندا هئا، جو جيڪي اوچا آدرش گورو نانڪ صاحب جن پنهنجي هيٺين ٻاڻيءَ ۾ ڏرشايا آهن، انهنجو حضور مهاراج جن زنده مثال هئا.

" جيسي جل مهه ڪمل نرالم مرغائي نيساڻي،
سرت سبد ڀو ساگر ترئي نانڪ نام وکاڻي."

جهڙي طرح ڪمل پاڻيءَ ۾ رهندي به پسي نٿو ۽ مرغابي پاڻيءَ ۾ ئي رهندي پر جڏهن به اڏامي ٿي ته خشڪ پرن سان،

حضور مهاراج جن سوامي جي مهاراج جن جي سار بچن جو پنجابي اُلٿو ڪيو ۽ گور مت سڌانت نالي پستڪ ان ڀاڱن ۾ خود لکيو ۽ اُنهيءَ جا هينئر انگريزيءَ (Philosophy of the Masters) ۾ ٻين ٻولين ۾ ڇاپا ڇپجي چڪا آهن.

ڊاڪٽر جانسن ايم-اي، ايم-ڊي، بي-ڊي، هڪڙو اميريڪن سرجن ڏيري ۾ ڪافي سال لڳاتار رهيو (١٩٣٢ کان ١٩٣٩) ۽ هن ٻه مشهور پستڪ لکيا، ”وٿ اَ گريٽ ماسٽر ان انڊيا“ (With a great Master in India) ۽ ”د پاٿ آف دي ماسٽرس“ (The Path of the Masters) جي هينئر وديشي جگياسن لاءِ جڻ ته روشن منار جي مثل آهن ۽ انهن جا ورجهڙائيءَ ۾ ڪيترائي سنسڪرڻ ڇپجي چڪا آهن.
ڪرنل سي-ڊبليو سئنڊرس، جو ١٩٣٦ع ۾ هندستان جي وائسراءِ جو ملٽري سيڪريٽري هو ۽ پوءِ امرجنسي ڪميشن جو چيئرمن به ٿي رهيو، انهيءَ هڪ نهايت سندر ۽ وچار يوڳيہ پستڪ ”دي انر وائس“ (The Inner Voice) لکيو آهي جو ٻه انيڪ ڀاشائن ۾ ڪيترائي دفعا ڇپجي چڪو آهي. انگريزيءَ ۾ ٻيا به ڪيترا ڪارائتا پستڪ شايع ٿي چڪا آهن جهڙوڪ ”لائيٽ آن سنت مت“، ”سائنس آف دي سول“، ”اسپرچوئل جيمس“، ”مسٽسزم آر دي سپرچوئل پاٿ“ ٻه ڀاڱا، ”دي مسٽڪ بائيبل“ ”سنت مت اينڊ دي بائيبل“ ”سار بچن“، ”ٽيلس آف دي مسٽڪ ايسٽ“، ”ڊسڪورسز آن سنت مت“، ”ڊوائين لائيٽ“، ”ڪئيمست فار لائيٽ“، ”رنگنگ ريڊيئنس“ وغيره.

حضور مهاراج جن جي خانگي زندگي نهايت سادي هئي.

ظاهر ڪرڻ کان ڪيٻرائيندا هئا. پر حضور مهاراج جن انهن
جي دلين ۾ اهڙي ته همت ۽ مردانگي ڀري جو اڄ هو
هن پرم سنت کي ائين ڏڦڪ سوڪار ڪرڻ لڳا آهن ۽ پاڻکي
سنت مت جا پوئلڳ چوائڻ ۾ فخر ٿا وٺن. اڄ هن مت جا
سخت ورودي به مڃين ٿا ته ستسنگي ماس مڇي شراب
کان پرهيز ڪن ٿا ۽ نيڪ پاڪ زندگي رکي مالڪ جو ڀڄن
بندگي ڪن ٿا.

ڪو وقت هو جڏهن پنجاب ۾ ڪنهن راڌا سوامي مت جو
نالو ٻي ڪونه ٻڌو هو ۽ هاڻي اهو وقت آيو آهي جڏهن
ڀارت جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ سوين لک هزارن جي تعداد ۾ ستسنگي
ڦهليل آهن. ڪنهن به ڳوٺ يا قصبي ۾ وڃو ته توهانکي
ڪو نه ڪو ستسنگي ضرور گڏبو. ٻاهرين ۾ هن وقت هزارن ۾
ستسنگي آهن ۽ ڪجهه سال اڳ آلي ستسنگ گهر ٺهرايو ويو
جو شهر جي خاص سٺن هنڌن ۾ هڪڙو آهي. دهليءَ ۾ هفتيوار
ستسنگ ۱۳ هنڌن تي ٿيندو آهي ڇاڪاڻ ته شهر جو ڦهلاءُ
ڪيترن ميلن ۾ آهي.

حضور جن سنت مت جو سنديش نه صرف ڀارت جي
ڪنڊ ڪڙڇ تائين پهچايو بلڪ ودیشي ملڪن ۾ به ۽ اڄ
انگلينڊ، اميريڪا، ڪئنيڊا، افريڪا، سئٽزرلينڊ ۽ دنيا
جي ٻين ڪيترن ديشن ۾ راڌا سوامي ستسنگ جا سٺا مرڪز
ٺهجي ويا آهن. هر سال سياري ۾ انهن ملڪن مان ستسنگي
ڏيري ايندا آهن ۽ ستگورن جي چرڻن ۾ ويهي سنت مت
جي سکيائن کي ٻڌندا آهن ۽ انهي گهرائي جو چنتن ڪندا
آهن. در اصل، ڏيرو هينئر دنيا جو هڪ پرسڌ روحاني
مرڪز ٺهجي چڪو آهي.

ستسنگ سمنڊ جي ڪناري، کليءَ ميدان ۾ ڪرڻو پيو.

حضور جن اتر پرديش جي بلند شهر، خرجا، پلاول، ميرٺ، سهارنپور ۽ ٻين ڪيترن وڏن شهرن ۾ پڻ ويا. سانگلي رياست جي مهاراجا جي وينتي ڪرڻ تي حضور جن سانگليءَ پڻ ويا. رستي ۾ حضور جن ممبئيءَ ۾ ستسنگ ڪيا. هي شهر مايا ۽ ڀوڳ واد جو مرڪز آهي. هن دوري ۾ حضور جن پوني ۾ جمول راجواڙي ۽ سندس پتني راڻي لڪشمي بائي راجواڙي جي بنگلي ۾ پڻ ستسنگ ڪيا. موهندي سرمور پڙهڪ جوشي، ڪي سي ايس آ، مشهور وڪيل ۽ ان وقت گورنر جي ايگزيڪيوٽو ڪائونسل جي گرهه وڀاڳ جي ميمبر، جي عرض ڪرڻ تي امراوتيءَ ۾ پڻ ترسيا. انهن سڀني شهرن ۾ حضور جن جي ستسنگن ۾ ايترا ته ماڻهو ايندا هئا جو سڀ هال ۽ شاميانا ڪچا ڪچ ڀرجي ويندا هئا ۽ ڪيترن ئي ماڻهن کي ٻاهر ويهڻو پوندو هو. سانگليءَ جو مهاراجا ستسنگ لاءِ پنهنجو محلات خالي ڪري، پاڻ ۽ سندس راڻي، راجڪمار ۽ راجڪماريون سميت وڃي ٽينٽن ۾ رهيا. جتي ڪٿي حضور جن جا ستسنگ بلڪل شانتي ۽ ڌيان سان ٻڌا ويندا هئا.

حضور جن جي هن دوري سڄي هندستان جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ سنت مت جو ڦهلاءُ ڪيو ۽ هزارن جي تعداد ۾ ماڻهو سنت مت ڏانهن ڇڪجي آيا. مختلف ڌرمن ۽ جاتين جا ماڻهو، مختلف ويچار ڌارائون رکندڙ پرش، هندو، مسلمان، يهودي، عيسائي، پارسي، جين، بنگالي، مدراسي، گجراتي، مرهٽا ۽ سنڌي سڀيئي سنت مت جي زبردست ڪشش محسوس ڪرڻ لڳا. حضور مهاراج جن جو ڏيري ۾ ڪارڻ شروع ڪرڻ کان اڳ، اهڙو نه وقت هو جو راڌا سوامي ستسنگي پاڻ کي

۽ انهن مان ڪيترا ته اهڙا ڳالهه ڪليءَ طرح ڇڏيندا هئا ته بياس جي سنت هئڻ ماڻهن جون ماس شراب ورتائڻ ۽ ٻيون برايون عادتون ڇڏايون آهي. هيءَ اهائي ڌرلي آهي جتي اڄ کان قريب ۲۰۰ سال اڳ، چونيهن رياستن جي راجپوت راجائن گورو گوبندسنگهه جي سکيا کي ٻڌڻ کان انڪار ڪيو هو ۽ هنن جي خلاف وڃي دشمن سان مليا هئا.

پنجاب کان پوءِ حضور مهاراج جن هندستان جي ٻين پرانتن ۾ نام جو پرچار شروع ڪيو. شري ليجرمل ڀاوناڻيءَ جي ونتي ڪرڻ تي حضور جن سنه ۱۹۳۰ع ۾ ڪراچي، حيدرآباد سکر ۽ سنڌ جي ٻين به ڪيترن شهرن ۾ ستسنگ ڪيا. ان وقت ديوان صاحب هڪڙو ئي سنڌي ستسنگي هو ۽ پهريان ٻه ڏينهن ته سندس بنگلي جي باغ ۾ ئي ستسنگ ٿيو. اُنجي ٻئي ڏينهن ستسنگ ۾ ماڻهو ايترا ته ٿورا آيا جو ديوان صاحب چيو ته اشتهار ڇپائي شهر ۾ ورهائجن جيئن ماڻهن کي حضور جن جي پڌارڻ جو پتو پوي. اهڙي قسم جي پرچار ۽ اشتهاربازيءَ کي حضور مهاراج جن پسند ئي ڪين ڪندا هئا. هنن فرمايو، "ديوان صاحب ٿورو ترسو، توهانجو هفتي ۾ ئي ڪافي پرچار ٿي ويندو، توهانکي نڪي اشتهار ورهائڻ جي تڪليف وٺڻي پوندي ۽ نڪو ڪجهه خرچ ئي ڪرڻو پوندو."

ٽئين ڏينهن ڪنهن ڪراچيءَ جي جنتا کي خبردار ڪرڻ لاءِ اشتهار ڇپائي ورهايا ته بياس واري سنت کان هوشيار رهجو، جو هو سنتن جي ٻاڻيءَ ۽ سکيا جو غلط ارٿ ٻڌائي ماڻهن کي غلط راهه تي وٺي ٿو وڃي. نتيجو اهو نڪتو جو شام جو ستسنگ ۾ ايترا ته ماڻهو آيا جو ٻئي ڏينهن کان

ڊيرا اسماعيل خان، جهلم، گجرانوالا، وزيرآباد، سيالڪوٽ، چنيوٽ، لائلپور، ملتان، مانٽگومري، سرگودا، اوڪاڙا، شيخوپورا، انبالا، دهلي، روهتڪ، روپڙ، حصار، هوشيارپور، ڪانگڙا، پالمپور، سملا، فيروزپور ۽ ٻين شهرن ۾ ستسنگ ڪيا. لاهور، امرتسر ۽ جالندر ۾ ته اڪثر هر مهيني ستسنگ ڪرڻ لاءِ ويندا هئا. ڪپورٿلا، ڦڳواڙه، ڦلور، سلطانپور لوڌي، پلوان، بٽالا، ترنتارن، گرداسپور، دسوها، فاضلڪا، ڇڳاڌري، موگا ۽ ٻين سوين ننڍن وڏن ڳوٺن ۽ شهرن ۾ ستسنگ ڪندا رهيا.

پنجاب جي لڳ ڀڳ سڀني وڏن شهرن ۾ راولپنڊي، ملتان، لاهور، مانٽگومري (جي هينئر سڀ پاڪستان ۾ آهن) امرتسر، جالندر، لڌيانا وغيره ۾ وڏي لاڳت سان شاندار ستسنگ گهر ٺهي راس ٿيا. هاڻي ته پنجاب جي نه رڳو ڳوٺن ۽ شهرن ۾ ستسنگ گهر آهن پر انهن ڏورانهن پهاڙي علائقن ۾ به، جتي حضور جن ستسنگ جا خاص مرڪز مقرر ڪيا هئا. پرور (پالمپور پرسان) ڪالوڪي ٽڙ (پارولن بنگلي پرسان) ٻهونٽا (اونا ولجهو) منڊي (پراڻي مشهور منڊي رياست) ۾ تمام ٺاهوڪا ستسنگ گهر اڏيل آهن. پنجاب جي مشهور پهاڙ ڊلهائوسي ۾ حضور مهاراج جن ٻي عاليشان بنگلا خريد ڪيا. انهن ستسنگ گهرن ۾ حضور جن هر سال گهٽ ۾ گهٽ هڪ هفتو نه ضرور ويندا هئا. جتي به حضور جن ويندا هئا ته اوسي پاسي جي بيشمار سنگت پنهنجي سنگون جي مهما ڳائيندي اچي اتي گڏ ٿي ليندي هئي. پهاڙي لوڪن لاءِ ته هر سال اهو ڄڻ ته هڪ وڏي ميلي جو موقعو ٿي پوندو هو. ايتري قدر جو غير ستسنگي به پنهنجو واپار وروزگار ڇڏي وساري وهندا هئا

ان ئن سالن ۾ ڏيري جو ننڍو ستسنگ گهر، جنهن ۾ ستسنگ ٿيندو هو، سو ڏينهون ڏينهن وڌندڙ سنگت لاءِ ڪافي نه رهيو. پوءِ وڏو ستسنگ گهر (بابا جئمل سنگهه هال) جنهن ۾ ڏهه هزار ماڻهن جي وهڻ جو پربنڌ ٿي سگهيٿو، ٺهرايو ويو. پر انهيءَ ۾ به سنگت سمائجي نه سگهي. هينئر اُن ۾ مهاراج جن نام دان ڏيندا آهن ۽ ڪڏهن ڪڏهن مينهن جهڙ ۾ ستسنگ ٿيندو آهي.

حضور مهاراج جن هڪ موقعي تي فرمايو ته ڪيڏو به وڏو ستسنگ هال ڪٿي ٺهرايو پر آئينده ستسنگ ته کليءَ ميدان ۾ ئي ڪرڻو پوندو. انهيءَ ڪانپوءِ ڏيري ۾ يا ٻين هنڌ جتي ڏوري ۾ ستسنگ ٿيندا آهن، سي سڀ شاميانا لڳائي کليل ميدانن ۾ ئي ڪيا ويندا آهن. ڪڏهن ڪڏهن ته اهي شاميانا سنگت لاءِ ٿورا ٿيندا آهن ۽ ڪجهه سنگت کي اُس ۾ ويهڻو پوندو آهي. حضور مهاراج جن جي دورن کي جي وستار سان ورنن ڪجي ته ڪئين پستڪ لکجي وڃن. حضور جن جي ديا مهر جون وارتائون ۽ ڪرامتون، سندن الڪ ڪم ڪرڻ جي شڪتي، آڌي رات تائين جاڳي سچ جي متلاشين کي وقت ڏيڻ، دور دور پهاڙي علائقن تائين دورا ڪري اُتي جي غريب لوڪن کي چتائڻ، انهن سڀني جي باري ۾ ايڪ ورتانت پڙيا آهن. گورو نانڪ ڪبير ۽ ٻين پراچين سنتن وانگر حضور جن سڄي ڀارت جو دورو ڪيو. پشاور کان وٺي بمبئيءَ تائين ۽ ڪراچيءَ کان وٺي ڪلڪتي تائين، ايڪ نگرن ۽ ڳوٺن ۾ پهچي اچيت ۽ پڙيڪيل جيون کي سنت مت جو پيغام ڏئي سندن سڪل دلين کي پرماتما جي پريتيءَ سان سرسبز ڪيو.

هتي پشاور، راولپنڊي، ايبٽ آباد، ڪالاباغ، ڪوهاٽ،

جالندر جتي هن وقت واهن هزارن کان مٿي سٽسنگي آهن آتي سردار ٻگهه سنگهه کانسواءِ ٻيو ڪو سٽسنگي ئي ڪونه هو. ڪٿا ڪيرتن ۽ سٽسنگ، جي پراچين هندو ڌرم جا مکيه انگ هئا، تنکي ماڻهن نظر انداز ڪري ڇڏيو هو. ٻين سنتن وانگر حضور مهاراج جن کي به چئني طرفن کان ٿيندڙ مخالفت کي منهن ڏيڻو پيو.

هندو ڌرم جي سڀني فرقن ۽ سمپردائن هنن جو سخت ورود ڪيو. راڌا سوامي مت جي خلاف ڪيترين قسمن جا افواهه ڦهلايا ويا ۽ بدنام ڪرڻ ۾ ڪابه ڪسر ڪانه ڇڏي وئي. سٽسنگين کي "انسان پرست"، "ڀوت پريتن ۾ وشواس رکندڙ" ۽ "جوٺ کائيندڙ" وغيره ڪوٺيندا هئا.

پر سنتن جو اپديش ڪهڙو هو؟ سڀني سنتن، جهڙوڪ گرو نانڪ، ڪبير صاحب، پلٽو، دادو، تلسي صاحب، روداس وانگر، حضور جن جي اها ئي سکيا هئي، "پرماتما ۾ سمائجڻ بنا ڪڏهن به سچي خوشي ۽ شانتي پراپت نه ٿيندي ۽ اهو پرماتما ڪٿي ٻاهر ڪونهي. اسانجو شرير ئي سچو مندر آهي جنهن ۾ هو رهي ٿو. ڪنهن اهڙي واقفڪار کي ڳوليو جنهن هنکي ڏٺو آهي ۽ توهانکي به ڏيکاري سگهي" انهيءَ ۾ ڀلا ڪهڙي اعتراض جوڳي يا ناراض ٿيڻ جي ڳالهه هئي؟ ڪرائيسٽ، محمد، زردشت، نانڪ، ڪبير ۽ ٻين سڀني سنتن جو به ڌ. اهو ئي اپديش هو. پر دنيا جا ماڻهو لڪير جا فقير آهن. هو پنهنجي پنهنجي ڌرم جي اصليت کي ليسنائين بدڻ ۽ سمجهڻ جي ڪوشش نٿا ڪن جيستائين ڪين سنتن ڌرم جا پرچارڪ پراڻين رسمن ۽ سڌانتن مطابق نه سمجهائين. پر تنهن هوندي به حضور مهاراج جن سنديش ڏيڻ ۾ ڪامياب ٿيا.

جو پيد ڏنو. جڏهن هن ٻهران ڏسري ۾ ستسنگ شروع
ڪيو ته ان وقت پنجاب ۾ اٽڪل ٢٠٠٠ ستسنگي هئا ۽
ٻيدارن لي حاضري ۾ ٿي سو هوندي هئي جا پوءِ اڪ ڪان
۾ وڌي وئي.

بابا جئمل سنگهه مهاراج جن ٢٤٠٠ جيون کي نام دان ڏنو ۽
گهڻو ڪري فرمائيندا هئا ته مونکان پوءِ جيڪو ڪم سنڀاليندو
سو ڏهوڻي شڪتي ۽ دڀا مهر جو ڀنڊار کڻي ايندو.

جڏهن مهاراج جن پنجاب ۾ پرچار شروع ڪيو ان وقت اوڪن
ڏهن گورن ۽ سنت مت جي سکيائن کي ڀلائي ڇڏيو هو.
وڏا وڏا ودوان ۾ گورو نانڪ جي آتم سکيائن کي اوک ۽
ويدانت سان ٻيٽ ڪرڻ لڳا. پنجن نامن جو ڀيد الوپ ٿي
ويو هو ۽ ڪنهن کي سرت شبد يوگ يا انهد مارگ جي
ٻوجهه ڪانه هئي. گورن جي اها مول سکيا "ان گور مڪت
نه پائي ڪوئي" ڪنهنکي ياد نه ڪانه هئي ۽ اڪ انهي ء
جو ڪلي طرح کنڊن ڪيو ٿي ويو. اڻ پڙهيل مورتين، ايرتن
۽ اين جڙ پدارٿن جي پوڄا، جنهنجو سنتن هميشهه کنڊن ڪيو
آهي، ۾ لڳل هئا ۽ پڙهيل ماڻهو پشڇمي سکيا جي زير اثر
اچي ناستڪ ٿيندا پيا هئا.

ناستڪپڻي جو زور ايتري قدر هو جو ملڪ ۾ ڪيترن
هندو ناستڪن پنهنجون سنستائون اربا ڪيون هيون. ڌرمي
جهڳڙا ۽ مذهبي فساد هميشهه چڙها رهندا هئا. پرماتما سان
ماڻهن جو وشواس لڪري چڪو هو عام لوڪ اڌرم جي
وهڪ ۾ وهي رهيا هئا.

مالڪ جي دڀا مهر کي جوش ۾ آڻڻ لاءِ شايد انهن ڳالهين
جو هئڻ ضرور هو. امرتسر، لاهور، لڌيانا، هوشيار پور،
امبالا، دهلي جهڙن شهرن ۾ به اٽڪل ٿورا ستسنگي هئا.

پالڻهاري لوڪ جو ته حضور اڳ ۾ ئي اڀياس ڪيو هو.

انهيءَ پرمارٿ جي کوج جي دوران ۾ (١٨٩٤) سندن متر بابو ڪاهن سنگهه کين ٻڌايو ته بابا جيمل سنگهه نالي هڪ مهان سنت مريءَ ۾ آيو آهي ۽ وڏڪ چاهين ته توهان ڪيتري وقت کان سچي ! اوچي گوروءَ جي کوج ۾ آهيو، هاڻي مون سان گڏ هلو ته توهانکي اهڙو گورو ڏيکاريان.

بابا جن جا ئي چار ستسنگ ٻڌڻ سان سندن سڀ شڪائون لورت ٿي ويئون ۽ محسوس ڪيائون ته جهڙي گوروءَ جي ڳولا ۾ هوس سو مليو آهي. بابا جي مهاراج جن کين دکشا ڏني ۽ سرت شبد يوگ، جنهنجو ذڪر گرنٿ صاحب ۽ ٻين سنتن جي بانيءَ ۾ آيل آهي، جي اڀياس جو طريقو سيکاريو.

نام دان ڏيڻ وقت بابا جيمل سنگهه مهاراج جن کين چيو ته مان صرف تنهنجي واسطي اترو پريان مري پهاڙ تي آيو آهيان. تنهنجي مولوقت امانت پيل هئي جا اڄ مون توکي سونپي آهي.

ان وقت حضور جن جي عمر ٣٦ سال هئي ۽ مريءَ پهاڙ تي ملٽريءَ ۾ انجنيئر هئا. جلد ئي حضور جن جي نوڪريءَ مان دل کڄي ٿي پيئي ۽ سنساري جيون کان به اداس ٿي پيا. انڪري ڪئين ڀيرا باباجي مهاراج جن کي عرض ڪيائون ته مونکي اجازت ڏيو ته نوڪريءَ تان استيفا ڏيئي اچي ڏيري ۾ توهانجي چرن ڪمول ۾ رهان. پر سندن اها وينتي بابا جن نه مڃيندا هئا ۽ کين چوندا هئا ته وقت ايندو جڏهن توهين جيءَ ڀري ڏيري ۾ رهندا.

آخر حضور جن اپريل ١٩١١ع جي پهرئين هفتي ۾ رٽائر ڪيو ۽ ٢ اپريل ١٩٤٨ (جڏهن جوتي جوت سمايا) تائين ڏيري ۾ رهيا. انهيءَ عرصي ۾ هُن ١٢٦٠٠٠ جيون کي نام

جو ڀيد ڏنو. جڏهن هن ٻهراڻ ڏيري ۾ ستسنگ شروع ڪيو ته ان وقت پنجاب ۾ اٽڪل ٢٠٠٠ ستسنگي هئا ۽ ڀنڊارن تي حاضري ته ٽي سؤ هوندي هئي جا پوءِ لک کان به وڌي وئي.

بابا جيمل سنگهه مهاراج جن ٢٤٠٠ جيون کي نام دان ڏنو ۽ گهڻو ڪري فرمائيندا هئا ته مونکان پوءِ جيڪو ڪم سنڀاليندو سو ڏهوڻي شڪتي ۽ دئا مهر جو ڀنڊار کڻي ايندو.

جڏهن مهاراج جن پنجاب ۾ پرچار شروع ڪيو ان وقت لوڪن ڏهن گورن ۽ سنت مت جي سکيائن کي ڀلائي ڇڏيو هو. وڏا وڏا ودوان به گورو نانڪ جي آتم سکيائن کي لوڪ ۽ ويدانت سان ڀيٽ ڪرڻ لڳا. پنجن نامن جو ڀيد الوپ ٿي ويو هو ۽ ڪنهن کي سرت شبد يوگ يا انهد مارگ جي ٻوجهه ڪانه هئي. گورن جي اها مول سکيا "ته گورو مڪت نه پائي ڪوئي" ڪنهنکي ياد ئي ڪانه هئي بلڪ انهيءَ جو ڪلي طرح کنڊن ڪيو ٿي ويو. اڻ پڙهيل مورکين، ايرن ۽ اين جڙ پدارٿن جي پوڄا، جنهنجو سنتن هميشه کنڊن ڪيو آهي، ۾ لڳل هئا ۽ پڙهيل ماڻهو پڇمي سکيا جي زير اثر اچي ناستڪ ٿيندي پيا هئا.

ناستڪپڻي جو زور ايترو قدر هو جو ملڪ ۾ ڪيترن هند ناستڪن پنهنجون سنسٿائون قائم ڪيون هيون. ڌرمي جهڳڙا ۽ مذهبي فساد هميشه چڙهيا رهندا هئا. پرماتما سان ماڻهن جو وشواس اکڙي چڪو هو عام لوڪ اڌرم جي وهڪ ۾ وهي رهيا هئا.

مالڪ جي دئا مهر کي جوش ۾ آڻڻ لاءِ شايد انهن ڳالهين جو هئڻ ضرور هو. امرتسر، لاهور، لڌيانا، هوشيار پور، انبالا، دهلي جهڙن شهرن ۾ بہ اٽڪل ٿورا ستسنگي هئا.

پالڻهاري لوڪ جو ته حضور اڳ ۾ ئي اڀياس ڪيو هو.

انهيءَ پرمارٿ جي کوج جي دوران ۾ (١٨٩٤) سندن متر بابو ڪاهن سنگهه کين ٻڌايو ته بابا ڄيمل سنگهه نالي هڪ مهان سنت مري ۾ آيو آهي ۽ وڏيڪ چيائين ته توهان ڪيتري وقت کان سچي ۽ اوچي گروءَ جي کوج ۾ آهيو، هاڻي مون سان گڏ هلو ته توهان کي اهڙو گرو ڏيکاريان.

بابا جن جا ٽي چار ستسنگ ٻڌڻ سان سندن سڀ شڪ ئون نورت ٿي ويئون ۽ محسوس ڪيائون ته جهڙي گروءَ جي ڳولا ۾ هوس سو مليو آهي. بابا جي مهاراج جن کين دکشا ڏني ۽ سرت شبد يوگ، جنهن جو ذڪر گرنٿ صاحب ۽ ٻين سنتن جي باڻيءَ ۾ آيل آهي، جي اڀياس جو طريقو سيکاريو.

نام دان ڏيڻ وقت بابا ڄيمل سنگهه مهاراج جن کين چيو ته مان صرف تنهنجي واسطي انترو پران مري پهاڙ تي آيو آهيان. تنهنجي مرلوت امانت پيل هئي جا اڄ مون توکي سونپي آهي.

ان وقت حضور جن جي عمر ٣٦ سال هئي ۽ مريءَ پهاڙ تي ملٽريءَ ۾ انجنير هئا. جلد ئي حضور جن جي نوڪريءَ مان دل کڄي ٿي پيئي ۽ سنساري جيون کان به اداس ٿي پيا. انڪري ڪيئن ڀيرا باباجي مهاراج جن کي عرض ڪيائون ته مونکي اجازت ڏيو ته نوڪريءَ تان استيفا ڏئي اچي ڏيري ۾ توهانجي چرن ڪملن ۾ رهان. پر سندن اها وڻٽي بابا جن نه مڃيندا هئا ۽ کين چوندا هئا ته وقت ايندو جڏهن توهين جيءَ ڀري ڏيري ۾ رهندا.

آخر حضور جن اپريل ١٩١١ع جي پهرئين هفتي ۾ رٽائر ڪيو ۽ ٢ اپريل ١٩٤٨ (جڏهن جوتي جوت سمايا) تائين ڏيري ۾ رهيا. انهيءَ عرصي ۾ هڪ ١٢٦٠٠٠ جيون کي نام

ڏيتوٽيڪ وٽن سڀ ڪجهه هو- پيسو، عزت، صحت، عهدو ۽ ٻيا انيڪ سنساري سک پر تنهن هوندي به هن هميشه انهيءَ چيز جي ڪمي محسوس ڪئي جا هنکي سچي خوشي ۽ شانتي ڏئي سگهي. سندن آتما کي ان وستوءَ جي کوج هئي جا هن جڳ سنسار ۾ ملي نٿي سگهي ۽ اها هئي پرماتما جي پراپتي. هنجي اها روحاني پياس ڪٿي به لهي نه ٿي.

حضور جن ڪيترا سال ڪوهه مريءَ ۾ ايس-ڊي-او ٿي رهيا ۽ اتي ڪيترن سنتن ۽ ڌرمن جي ساڌن سان ملڻ جو ڪين موقعو مليو. ڪشمير ۾ هندن جو مشهور تيرٿ امرناٿ آهي. جيڪي ساڌو ۽ سنياسي اوڏانهن ويندا هئا تنکي مريءَ مان لنگهڻو پوندو هو. گهڻو ڪري ڪونه ڪو ساڌو مهاتما حضور جن جي گهر رهيل هوندو هو ڄڻڪ سندن مڪان کي ڪوٺيندا ٿي هئا ساڌو مهاتمائن جو ڏيرو.

هڪ ٻڌ ڀڪشوءَ کان ٻڌمت ۽ جين مت جا گرنٿ پڙهيائون. اهي ۾ سندن آتمڪ پياس کي اجهائي نه سگهيا ڇاڪاڻ جو هنکي نه پرماتما جي ساکيات درشن جي ابلاکا هئي ۽ مرڻ کانپوءِ مڪتيءَ جي ڪنهن واعدي ۾ وشواس ڪرڻ هون. جي اهو ڪرتا اسانجو پرم پتا آهي ۽ اسين سندن ٻالڪ آهيون ته پوءِ ڇو جيئري ئي ٻالڪ پتا جي درشن کان محروم رهون؟ هڪڙي پادريءَ جنهن کان انجيل پڙهيائون، انهيءَ صاف ظاهر ڪيو ته مونکي اهڙي ڪنهن به ساڌن جي خبر ڪانهي پر ٻين متن وارن کين پنهنجي پنهنجي ڪرياڻ ۽ پوڄائن ۾ لڳائڻ جي ڪوشش ڪئي. ڪي تبيت جا لاما به کين گڏيا پر انهن ٿي لڳو ته پاتنجليءَ جي يوگ کان مٿي انهن وٽ ٻي ڪا ساڌنا ڪانه هئي؛

# حضور مهاراج جن جو مختصر جيون چرتر

حضور مهاراج جن جو جنم تاريخ ٢٧ جولاءِ ١٨٥٨ع گريوال جاٽن جي هڪ اوچي خاندان ۾، پنجاب جي جٽانا ڳوٺ، ضلع لڌياڻا ۾ ٿيو. سندن پتا سردار ڪابل سنگهه جن ملٽريءَ ۾ صوبيدار ميجر هئا. ان زماني ۾ اهو عهدو وڏي ۾ وڏو ليکيو ويندو هو جو ڪنهن هندستانيءَ کي ملي سگهيو ٿي.

بالپڻ کان وٺي حضور جن نهايت تيز فهم هئا ۽ سندن پرماتما ڏانهن لاڙو صاف نمودار هو. سندن ڳوٺ ۾ جڏهن به ڪو ساڌو سنت ايندو هو ته پنهنجي ڏاڏي سان گڏ اتي ويندا هئا. ڏهن سالن جي اوستا ۾ هُن گرنٿ صاحب جو پهريون پاٺ پورو ڪيو. بالپڻ ۾ ئي هُن گورو نانڪ صاحب جن جو سري جپ صاحب ڪنٺ ڪري ڇڏيو هو. پنهنجي ڏاڏي کان مليل سکيا ڪارڻ حضور مهاراج جن پنهنجي عالي چرتر، دل جي وشالتا ۽ ڀرپور ڀڳتي ڪارڻ جلد ئي پرسدّ ٿي ويا. هنن آمر گڻن سان گڏ قدرت کين سندر ۽ سگهارو شرير ڏنو هو. روڙڪيءَ جي ڪاليج مان ڊگري وٺي هو ايم-اي-ايس ۾ ايس-ڊي-او جي عهدي تي مقرر ٿيا ۽ انهيءَ محڪمي ۾ ٢٨ سال نوڪري ڪرڻ کانپوءِ اپريل ١٩١١ ۾ رٽائر ڪيائون. پر نوڪري پوري ڪرڻ کان ڪجهه سال اڳ رٽائر انهيءَ ڪري ڪيائون ته پنهنجي ستسنگين طرفان سونپيل بار جي نشچنت ٿي سر انجامي ڪري سگهن.

ٿي حضور مهاراج جن ماهر ساڌن جي ۽ لوڪ شاسترن جو ابياس ڪيو.

پيار ڪندا آهن. هڪ ڀيري هڪ ماهر فوٽو گرافر پنهنجي تعجب ۽ حيرانيءَ کي ظاهر ڪندي مون کي چيو، "مون راجائن، مهاراجائن، راڻين ۽ راجڪمارن، وائسرائن، گورنرن، راجنيتڪ ۽ ڌارمڪ اڳواڻن جا فوٽا ڪڍيا آهن پر حضور مهاراج جن ۾ ڪا اهڙي عجيب شڪتي آهي جنهن کي منهنجي ڪئميرا جهٽي نٿي سگهي ۽ جنهن کي مان بيان ڪري نٿو سگهان. يورپ ۽ آمريڪا ۾ پروفيشنل ٽريننگ جي باوجود، مان انهيءَ ڪري فوٽو ۾ آرٽ ۾ اسمرٿ رهيو آهيان. مان محسوس ڪريان ٿو ته اها ڪا جسماني اسٿول سونهن ناهي پر هڪ آتمڪ يا الوڪڪ سندرتا آهي جنهن کي ڪئميرا پڪڙي نٿي سگهي."



حضور مهاراج بابا ساون سنگھ جی

# اهو جنهن جو بيان تصوير ڪري نٿي سگهجي

حضور مهاراج بابا ساون سنگهه جي جن کي عام طور "بياس جو سنت" ڪوٺيو ويندو آهي، انهن جي سامهون ڏنل تصوير مان سندن مهانتا جو پورو اندازو لڳائي ڪونه سگهبو.

در اصل ڪو به فوٽو، چتر يا تصوير سندن شان شوڪت ۽ آتمڪ تيج سان ڀريل شخصيت کي ظاهر نٿو ڪري سگهي. هو سنتن جا سرتاج هئا. ان هر دم مشڪندڙ مکڙي جي پريم ڀري ڪشش، اپار دَيا مهر ۽ الوڪڪ پيار جو، ڪا به ڪئميرا فوٽو ڪڍي نٿي سگهي. سندن تيجسوي نيڻن مان نڪرندڙ نرمل ڌارائن کي ڪير ٿو چٽي سگهي؟ ڀلا پرماتما جي صورت ڪاغذ تي ڪيئن ٿي آڻي سگهجي!

حضور مهاراج جن قريب ٦ فوٽ ڊگها، شرير جا سنها پر شاندار هئا ۽ سندن ٻانهون ڪجهه ڊگهيون هيون. ڪٿان به لنگهندا هئا ته اجنبي ماڻهو، جن ڪڏهن اڳ ڏٺو ئي ڪونه هو، سي به هنن جي پرڀاوشالي سروپ کي ڏسڻ لاءِ في الحال بيهي ويندا هئا. سندن ڪشادي پيشاني، مک موهيندڙ روش، سهڻي سفيد ڏاڙهي، گلابي چهرو، ويڪري ڇاتي ۽ ڪلهن جو ته ڪجهه ورنن ٿي به سگهي ٿو پر اها سخاوت، اهو پيار ۽ ميٺاج جو هنن جي اکين سندر ۽ تيجسوي نيڻن مان هڪ اٽوٽ ڌارا مثل وهندو هو، انجو ورنن ڪير ٿو ڪري سگهي! سندن مکاربند مان ڪڏهن به ڪٺور شبد ڪين نڪتو ۽ هو کميا جا ساگر هئا ۽ سندن دَيا جا دروازا گهور پاپين لاءِ به کليل رهندا هئا. ننڍو وڏو، استري پرش هرڪو ائين چوندو هو ته حضور مهاراج جن مونکي سڀ کان وڌيڪ

چرڻن ۾ ارپڻ ڪرائڻ. مرضيءَ جا مالڪ آهن جيئن ڪين وڻي ليئن ڪن.

میرا مجھہ مین کچھ نهین، جو کچھ ہے سو تور،
تیرا تجھکو سونپتے، کیا لگیگا مور.
(کبیر)

ڏيرا بابا ڄمل سنگهه
١ آڪٽوبر ١٩٦٣

درياڻي لعل

لکيتون هٿ آيون جي هو پاڻ سان کڻي ويو. اهي سڀ ڪاغذ سندس بستري جي وهاڻي هيٺان پنجن سالن تائين آرام ڪندا رهيا. هڪ ڏينهن منهنجي جنم لاءِ سوال صبوح جو انهن ڪاغذن کي هڪ ريشمي رومال ۾ ويڙهي مون وٽ کڻي آيو ۽ اچي چيائين ته مون تو لاءِ هڪ انمول سوکڙي منهنجي جنم ڏينهن لاءِ آندي آهي ۽ اها ڄڻ چانهه جي ڪيٽليءَ ۾ ساگر سمايل آهي.

مون جواب ڏنو ته مان چانهه پيئان ڪونه، مونکي ڪيٽليءَ جي ضرورت ئي ڪهڙي؟ هن چيو ته جي تون اها سوکڙي نه ڪندين ته مان پاڻ خوش نه ٿيندس.

ائين ڏسڻ ۾ آيو ته هي وارتائون ڪيس ڏاڍو پسند آيون هيون انڪري نه رڳو مونکي صلاح ڏنائين پر مون تي زور رکيائين ته مان اهي ڪتاب جي روپ ۾ آڻيان. مون انهن وارتائن کي هن روپ ۾ قلمبند ڪري، اهو هٿ لکيل ڪتاب (Manuscript) وري کيس پڙهڻ لاءِ ڏنو.

وري هڪ ڏينهن انهن ڪاغذن کي سندس ايڪانت نواس ۾ لمبي عرصي تائين قيد ڀوڳڻو پيو. پر چولي ڇڏڻ کان قريب ٻه هفتا اڳ، سنه ١٩٥٩ ۾ هن مونکي اهي ڏنا ۽ چيائين ته هي پنهنجي امانت واپس وٺ، تنهنجي نه، هيئنر اسـ
اها منهنجي امانت آهي. انکي پاڻ وٽ ئي دائي نه رکج.
ري پاڻکي درست ڪندي چيائين ته اها امانت نڪا
هنجي آهي، نڪا منهنجي. اها امانت ته حضور مهاراج جن
ي آهي. جنهنجي امانت آهي انکي ئي سونپي ڏج،
ان متا
لپوءِ اسين وري ڪونه گڏباسين.

ي آقا، موجوده ستگورن جي

حضور جن جا وچن :-

١- سنت مت
٢- سنت مت ۽ موجوده ڌرمن جي وچ ۾ فرق
٣- پورڻ گوروءَ جي ضرورت
٤- بيحد ڪيئن "محدود" بڻجي سگهيو
٥- انحد شبد
٦- يوگ ۽ ويدانت
٧- ڇهه چڪر
٨- گيتا ۽ اپنشد
٩- ڪرامتون
١٠- ابياسين جي لاءِ صحيح پوڄن
١١- ٽي گڻ
١٢- مش دنيا جو مقصد
١٣- سنت مت جي سرشتا
١٤- سچو عيسائي ڌرم وغيره

وري وچار ڪرڻ سان مان انهيءَ نتيجي تي پهتس ته انهيءَ رتا جي ڪارڻ وارتائن جي خوبصورتي ۽ اهميت نه رهندي. انهيءَ ڪري سڀئي وچن ڪي هڪ ئي پوتان انين درج ڪيم جيئن حضور مهاراج جن جگياسن سان وقت بوقت ملاقات ڪندي فرمايا هئا.

انهن وارتائن جون پورڻ تاريخون ته ياد ڪرڻ ۾ مونجهي خيال ۾ آخران نوٽ ڪي ڇڏي باقي سڀ ١٠-١٢ سالن تائين منهنجي ڪيٽ ۾ پيا رهيا. حضور مهاراج جن جي چولي ڇڏڻ کان قريب سال کن پوءِ منهنجي متر پروفيسر جگموهنلعل منهنجي ڪتابن جي الماڙي ڏٺي ۽ انکي هٿ

لڳي آيا. انهن کي مس سان لکڻ ۽ سلسليوار ٺاهڻ ۾ مونکي اٽڪل ٻن مهنن کان وڌيڪ وقت لڳي ويو. پوءِ اهي مون ڪتابن جي الماڙيءَ ۾ هڪ پاسي ڪڍي رکيا ۽ اهي اتي پيا ئي رهيا جيستائين پروفيسر جڳموهنلعل اچي اهي ڪڍيا.

سردار بهادر مهاراج جن جو مونکي هي ڪم سونپڻ جو جيڪو مقصد هو سو پورو ٿيو. منهنجو غم ۽ شوڪ ڪنهن حد تائين گهٽجي ويو هو. هو مونکي وقت بوقت سمجهائيندا رهندا هئا ته حضور مهاراج جن جي چولي ڇڏڻ کري منهنجو هن نموني رنج ۽ شوڪ ڪرڻ، ڌڪاري ٿو ته مون سمجهو ئي ڪونهي ته حضور مهاراج جن حقيقت ۾ ڪير هئا ۽ "گورو" شبد جو اصلي ارٿ ڪهڙو آهي. هن مون کان پڇيو ته حضور مهاراج جن کي توهان صرف ديهه سمجهو آهي جنهنجي وڃڻ کري توهين اترو روئو رڙو ٿا! ياد رکو ته ستگورو ڪڏهن به مري ڪونه ٿو، هو هميشه توهان سان گڏ آهي ۽ توهان جي اندر آهي. ذرا پردو هٽايو ۽ هن جو درشن ڪريو. جيتري اڪير ۽ الڪنا توهانکي هن کي ڏسڻ جي آهي ان کان ڪيترا ڀيرا وڌيڪ انتظار سان هو توهانجي راهه نهاري رهيو آهي.

شروع ۾ هن ڪتاب جي باري ۾ اها راءِ هئي ته حضور مهاراج جن جيڪي ڪجهه الڳ الڳ وقتن تي فرمايو هو، انهن وقتن موجب هن پستڪ کي بابن ۾ ورهائجي. انهن لاءِ ٽورا هيٺيان سرا چونڊيا ويا ۽ مختلف موقعن تي جيڪي ڪجهه هڪ وقت تي فرمايو هئائون سو هڪ ئي هنڌ ڏاهي ويو.

سردار بهادر جن ۽ مان، پراڻا مِتر هئاسين. شروع شروع ۾ اسين ٻئي هڪ ئي ڪمري ۾ رهندا هئاسين. هنن جو مون سان ورتاءُ ڏاڍو سٺو پيار وارو هوندو هو. هنن کي ٻين ستسنگين مان خبر پيئي هئي ته حضور جن جي جوڙي جوت سمائڻ ڪري مهنجي دل کي ڪيڏو نه گهرو صدمو پهتو هو، سو مونکي پنهنجي ڪمري ۾ وٺي ويا ۽ پورو ڪلاڪ مونکي ڏاڍي ۽ دلداري ڏيندا رهيا. آخر فرمايائون ته توهين حضور جن جي وچن ۽ ستسنگن جا نوٽ لکندا هئا، انهنکي ترتيب وار ڇاپي ڇو ڪين ٿا انهنکي ڪتاب جي صورت ڏيو؟ ائين ڪرڻ سان هڪ ته توهانجو ڌيان ان ڏک ۽ شوڪ کان هٽندو، ٻيو ستسنگين ۽ پرمارٿ جي شائقن لاءِ اها وڏي سيوا ليندي.

مون چيو ته حضور! توهانکي خبر آهي ته اهي ساڌارڻ نوٽ پينسل سان ڪڏهن ته اخبار جي ڪٽڻ تي لکندو هوس، ڪڏهن ته جيڪو ڪتاب مهنجي هٿ ۾ هوندو هو ان جي اڳين يا پوئين پني تي لکندو هوس. ڪڏهن ڪڏهن حضور جن جي مکاربند مان نڪتل سندر وچن يا مثال ڪن خطن تي ئي لکي ڇڏيندو هوس. اهي ڪڏهن به ڇپائڻ جي ارادي سان ڪونه لکيا هئم ۽ نڪي هڪ هنڌ ٺانئيڪا ڪري رکيا اٿم. انڪري چئي نٿو سگهان ته لڀندا يا نه، پر جي ڪٿي لڌا ته انهن مختصر نوٽن مان ڪجهه تيار به ڪري سگهندس يا نه.

سردار بهادر مهاراج جن زور ڏئي فرمايو ته حضور مهاراج جن جو هر هڪ وچن امله ۽ ناياب آهي، توهين اهي ضرور ڳوليو.

مون ڪجهه پراڻا پنا مٽيءَ سان ڀريل ڳولي ته ڪڍيا جن تي اهي نوٽ لکيل هئا پر انهن مان ڪيترا ته ٻُڙهڻ ۾ ئي

محسوس ڪندا هئاسين اهو غائب هو. ان پيار ۽ آنند بجاءِ منهنجي نيڻن مان نير جاري هو. جن هنڌن تان منهنجو مالڪ، منهنجو پيارو سنگورو لنگهندو هو اهي سڀ ۽ واسران پٽي پاسيا. مون هڪ شيوادار کان سردار بهادر مهاراج جن بابت پڇيو جنهنکي حضور مهاراج جن پنهنجو جاءِ نشين مقرر ڪري ويا هئا. شيوادار ٻڌايو تہ سردار بهادر مهاراج جن آفيس ۾ ڪن ماڻهن کي ملاقات (Interview) پيا ڏين. دفتر ۾ پهچڻ سان اسان ڏٺو تہ سردار بهادر مهاراج جن بدران حضور مهاراج جن دفتر جي ورانڊي ۾ آرام ڪرسيءَ تي براجمان هئا، ٺيڪ اهڙي طرح جيئن هميشہ ويهندا هئا. اهي اڪيلا ويٺا هئا. اسين پنهنجي ڳوڙهن کي روڪي ڪين سگهياسين ۽ سندن طرف وڌي ڊوڙياسين. هنن آئي مون تي پنهنجي ديا مهر جو هٿ رکيو ۽ ڏاڍي پيار سان ان ئي منوهر ۽ مٺي آواز ۾ منهنجي چڱڀلائيءَ بابت پڇڻ لڳا. مان زار زار روئڻ لڳس، پاڻ بہ مست ان لاءِ شانت رهيا. انڪانپوءِ سندن ڪرسيءَ سامهون پيل صندل تي ويهڻ جو اشارو ڪيائون، جتي مان هميشہ سندن اياڪاريءَ ۾ ويهندو هوس. منهنجي پتني بہ هنن جي چرنن ۾ جهڪي ۽ صندل جي هڪ پاسي ويهي رهي. هنن فرمايو، ”جج صاحب، توهين هيترا ڏينهن نہ آيا ٿي ڪونہ، ڪٿي لڪا رهيا؟“ مون سندن جواب ڏيڻ لاءِ جيئن ئي منهن مٿي ڪيو تہ مون ڏٺو تہ سندن اهو سروپ مٽجي سردار بهادر مهاراج جن جو ٿي ويو هو. منهنجي نيڻن مان اڃا بہ نير جاري هو. سردار بهادر مهاراج جن اهو ڏسي فرمايو، ”جج صاحب توهين خوشنصيب آهيو. توهين تہ ڳوڙها بہ ڳاڙي سگهو ٿا پر مونکي تہ اها بہ اجازت ڪانهي.“

سردار بهادر جن ۽ مان، پراڻا مِتر هئاسين. شروع شروع ۾ اسين ٻئي هڪ ئي ڪمري ۾ رهندا هئاسين. هنن جو مون سان ورتاءُ ڏاڍو سنيهه پيارو هوندو هو. هنن کي اِن سٽسنگين مان خبر پيئي هئي ته حضور جن جي جوڙي جوت سمائجڻ ڪري منهنجي دل کي ڪيڏو نه گهرو صدمو پهتو هو، سو مونکي پنهنجي ڪمري ۾ وٺي ويا ۽ پورو ڪلاڪ مونکي ڌيرج ۽ دلداري ڏيندا رهيا. آخر فرمايائون ته توهين حضور جن جي وچن ۽ سٽسنگن جا نوٽ لکندا هئا، انهنکي ترتيب وار ڇاهي ڇو ڪين ٿا انهنکي ڪتاب جي صورت ڏيو؟ ائين ڪرڻ سان هڪ ته توهانجو ڌيان ان دک ۽ شوڪ کان هٽندو، ٻيو سٽسنگين ۽ پرمارٿ جي شائقن لاءِ اها وڏي سيوا ٿيندي.

مون چيو ته حضور! توهانکي خبر آهي ته اهي ساڌارڻ نوٽ پينسل سان ڪڏهن ته اخبار جي ڪنڊن تي لکندو هوس، ڪڏهن ته جيڪو ڪتاب منهنجي هٿ ۾ هوندو هو ان جي اڳئين يا پوئين پني تي لکندو هوس. ڪڏهن ڪڏهن حضور جن جي مکاربند مان نڪتل سندر وچن انهن مثال ڪن خطن تي ئي لکي ڇڏيندو هوس. اهي ڪڏهن به ڇپائڻ جي ارادي سان ڪونه لکيا هئم ۽ نڪي هڪ هنڌ سانڍيڪا ڪري رکيا اٿم. انڪري چئي نٿو سگهان ته لڀندا يا نه، پر جي ڪٺي لڌا ته انهن مختصر نوٽن مان ڪجهه تيار به ڪري سگهندس يا نه.

سردار بهادر مهاراج جن زور ڏئي فرمايو ته حضور مهاراج جن جو هر هڪ وچن امله ۽ ناياب آهي، توهين اهي ضرور ڳوليو.

مون ڪجهه پراڻا پنا مٽيءَ سان ڀريل ڳوليا ته ڪي ٿي جن تي اهي نوٽ لکيل هئا پر انهن مان ڪيترا ته ڦاٽڻ تي

هوندو پر جيڪو پريم حضور مهاراج جن اسانجي هردي ۾ اُپن ڪيو هو انجي برابري نہ ٿي ٿي سگهي. ڪوبہ بيو پيار ان اڻ مٽي پيار سان ڀيٽي نٿو سگهي.

حضور مهاراج جن جي جوتي جوت سمائجڻ ڪانپوءِ منهنجي زندگيءَ ۾ ڪا دلچسپي ڪانہ رهي. هو منهنجي جيون ۾ ان سمي (١٩١٠ ۾) آيا هئا جڏهن مون اڃا دنيوي ڪاروبار شروع ئي ڪين ڪيو هو (مون ١٩١٢ ۾ وڪالت شروع ڪئي هئي) ۽ ١٩٤٧ ۾ رٽائر ڪيو ۽ هنن ١٩٤٨ ۾ چولو ڇڏيو. زندگيءَ ۾ مون لاءِ باقي رهيو ئي ڇا جنهن لاءِ جيئان؟ هو ئي منهنجو جيون هئا، هو ئي منهنجا پران هئا. سارو ڏينهن مان هنن جي باري ۾ سوچيندو هوس ۽ رات جو هنجا ئي خواب ڏسندو هوس. ان ڪانپوءِ ڪجهہ وقت لاءِ تہ مان ڏيري ۾ ئي ڪونہ ويس. گرمين ۾ سملي ويس پر اُتي بہ مون لاءِ شانتي ڪٿي! چوماسي شروع ٿيڻ تي مان واپس موٽيس پر زرد چهرو ۽ منهن ۾ ڪڏون پيل ڪٺي آيس. حضور مهاراج جن جي پيار ۽ ديا مهر جي ياد اچڻ تي منهنجي اکين مان زار زار لڙڪ وهي نڪرندا هئا. هڪ رات جو اهڙي طرح مان روئي روئي سمهي پيس. اچانڪ حضور مهاراج جن درشن ڏنو ۽ پيار سان پڇڻ لڳا، ”هاڻي تون ڏيري ڇو ڪين ٿو اچين؟“ مون عرض ڪيو تہ هاڻي مان ڪنهن وٽ اچان؟ ”مون وٽ. تون سمجهين ٿو تہ مان ڪيڏانهن هليو ويو آهيان؟“ هنن فرمايو.

چولي ڇڏڻ ڪانپوءِ اهو پهريون دفعو مونکي درشن ٿيو هو. اها ڊسمبر ١٩٤٨ جي ڳالهہ آهي.

اٺين ڏينهن صبوح جو مان پنهنجي پتنيءَ سان گڏ ڏيري آيس. پر ڏيري وڃڻ جي تياري ڪندي جو آنند ۽ پيار

قوليو نه سمائجان هان. منهنجو هردو، منهنجي آتما منهنجي شرير جو انگ انگ باغ باغ ٿي ويو. پوءِ اڪيلائيءَ ۾ مون انهي بوٽ کي چمي ڇاتيءَ سان لاتو. مون لاءِ ان کان وڌيڪ ٻي ڪهڙي رحمت ۽ بخشش ٿي سگهي ٿي. اهو دان ۽ اها ڪرپا هئي جنهن لاءِ وڏا ڪمائيءَ وارا ستسنگي به سڪندا هئا. حضور مهاراج جن جي جيون ۾ سندن وسترن يا ٻين شخصي چيزن کي صرف ڇهڻ جو موقعو ڪن نهايت ٿوري ستسنگين کي مليو هوندو. پر جولاءِ ۱۹۲۶ کانوٺي هنجي منهنجي مٿان ڪرپا رهي ۽ مونکي ڪوٽ يا بوٽ پارائڻ جو شرف ڏيندا هئا ۽ انهيءَ سيوا کانپوءِ مشڪي چوندا هئا، "مهرباني".

پر يا ۳۸ سال حضور جن جي سيوا جو آنند ماڻڻ بعد هنجي جدائي منهنجي برداشت کان ٻاهر هئي. ۹۰ سال مات منڊل ۾ ڪار ڪرڻ کانپوءِ هنن ۲ اپريل ۱۹۴۸ تي هي پنجن تتن جو چولو، جو هنن چوراسيءَ جي چڪر ۾ ڦاٿل ڦٿڪندڙ دکي آتمائن کي ڀوساگر مان پار اڪارڻ لاءِ ڌارڻ ڪيو هو، لاهي ڇڏيو ۽ وڃي ابناسي، اسيم، اپار دياءِ پريم جي ساگر ۾ لين ٿيا.

حالانڪ اها حقيقت آهي ته ستگورو ڪڏهن به مري نٿو، هو سدائين اسان سان انگ سنگ رهي ٿو ان هوندي به هنجي چولي ڇڏڻ کانپوءِ منهنجي حالت دردناڪ بڻجي پيئي ۽ منهنجي دل ٽڪرا ٽڪرا ٿي پيئي. پيارا ٻالڪو! توهين اهو اندازو لڳائي ڪين سگهندا ته حضور مهاراج جن جي چولي ڇڏڻ ڪري ستسنگين جي ڪهڙي حالت بڻي. مان اها ڳالهه چڱي طرح سمجهي سگهان ٿو ته توهان مان ڪن کي پنهنجي پيارن جي وڇوڙي ڪارڻ سخت صدمو رسيو

راء صاحب منشيرام، راء بهادر مدالعل، پنڊت لالچند ۽ ٻيا
ٻرهمي ستسنگي گڏ ٿيا هئا.

ماهواري ستسنگين ۽ پنڊتن لئي سنگت اترو نه وڌي ويئي جو جولاءِ ١٩٢٦ ۾ حضور مهاراج جن مٿي ذڪر ڪيل ٻرهمين ۽ مونکي پنهنجي بينڪ ۾ سڏايو ته هيڏي سنگت جي رهڻ کائڻ وغيره جي انتظام ۽ ڏيک ڀال لاءِ شيوادارن کي پنهنجي پنهنجي شيوا ورهائي ڏجي. سردار بهادر جڳتسنگهه جن کي لنگر جو انتظام سپرد ڪيو ويو جيتي هر ڪو ٻيا پيسي کائي سگهيو ٿي. ٻيٽي هر نارائڻ جن کي لڪڙه ۽ جنرل انتظام، پروفيسر جڳموهن لعل کي ودياشي جڳياسن سان لڪڙهه ۽ سردار ڀڳتسنگهه کي قاعدي قانون جو ڪم سونپيو ويو. جڏهن منهنجو وارو آيو ته حضور مهاراج جن پنهنجي دا مهر جو هٿ منهنجي مٿي تي رکيو جو مان حضور جن جي چرنن جي واجهه ٻت لي وڃو هوس ۽ فرمايائون ته هنکي مونوت تي ڇڏيو، هي هتي ئي ڪم ڪندو. الهيءَ ڏينهن ڪانو ٿي سيئي مونکي حضور جن جو خاص شيوادار سمجهڻ لڳا.

انهي ڏينهن جڏهن حضور مهاراج جن ڏيري جو چڪر هڻي لنگر جي دروازي تي پهتا ته مونکي چيائون ته ڪمري مان ڪپڙي جو ٻوٽ ڪڍي اچ. اهو چمڙي بدران اڇي ڪئنوس جو ٺهيل هو ۽ ان جو ترو تلهي سٽيءَ جو هو. حضور جن لنگر ۾ وڃڻ وقت اهو ئي بوٽ پائيندا هئا. مان اهو بوٽ ڪڍي آيس ۽ پاڻ لاءِ سندن چرنن اڳيان رکيم. آها! انهن چرنن ڪملن جي الوکي سونهن! ڪير جو انجو ورنن ڪري!! پوءِ مونکي چيائون ته چمري وارو بوٽ ڪمري ۾ رکي اچ. مون حڪم جي پيروي ڪئي. مونکي جيڪڏهن ٽيهي لوڪن جي ڪٺي بادشاهي ملي ها ته به جيڪر مان اترو

چيو ته هي پاس ته ضرور ٿيندو. تون هنجي پيءُ کي چ
ته انهيءَ ڳالهه جو ذڪر نه ڪري ۽ مون ڇوڪري کي پڙهـ
لاءِ هدايت ڪئي آهي.

مون انهيءَ هٿان پنهنجي پتا کي شڪر ادائيءَ جو نياپـ
موڪليو ته توهانجي چٺيءَ موڪلڻ ڪري ٻاڻ حضور مهاراج جن
مونکي پاس ٿيڻ جي خاطري ڏني آهي. انهيءَ ڪري
امتحان کان اڳ ۾ هڪ مهنو جيڪا تياريءَ لاءِ موڪل ملي
سا مون ڏاڍي ۾ اچي مهاراج جن جي چرنن ۾ گذاري.
بيشڪ مون پڙهيو خوب پر صرف سنت مت جو ساهتيہ!
انهيءَ عرصي ۾ حضور مهاراج جن مون سان هڪ اکر به ڪونه
ڳالهايو، صرف هڪ ٻه دفعو پنهنجي نوراني نيڻن سان مون
ڏي نهاريائون. انهيءَ درشنيءَ ۾ هڪ عرشي مشڪ سمايل
هئي جنهن منهنجي آتما کي سدا سدا لاءِ باغ بهار ڪري ڇڏيو.
جڏهن امتحان جو نتيجو ظاهر ٿيو ته خود پرنسپال ۽
پروفيسر تراس ٿي پيا. ڇاڪاڻ ته ان سال رزلٽ تمام خراب
آئي هئي. صرف ٢٧ سيڪڙو شاگرد ٿي پاس ٿيا هئا. انهن
ڏينهن ۾ مان ڏاڍي ۾ هوس مونکي پتا وٽان تار آئي ته
تون امتحان ۾ تمام سٺيون مارڪون کڻي پاس ٿيو آهين.
اڳئي سال مون ايل-ايل-بي پاس ڪئي.

مون ١ آڪٽوبر ١٩١٢ کان جالندر ۾ وڪالت شروع ڪئي
۽ جولاءِ ١٩٢٠ ۾ ڪپورٿلا رياست جي سول سروس ۾ گهڙيس
پر مان هر هفتي ڏاڍي ويندو رهيس. ڏاڍو منهنجي زندگيءَ
جو انگ بڻجي چڪو هو. جڏهن هفتيوار ستسنگ، ٻي ٻي
هفتي ٿيڻ لڳو ۽ پوءِ اهو ماهواري ڪيو ويو تڏهن به مان
پنهنجون سمورون موڪلون ڏاڍي ۾ ٿي گذاريندو هوس.
اهڙن موقعن تي سردار بهادر جڳتسنگهه، سردار ڀڳتسنگهه،

ملڻ کان اڳ مون حضور مهاراج جن جو ڪڏهن به درشن ڪونه ڪيو هو. ان کان اڳ مونکي سنتن جي مهما جي ڪا به سمجهه ڪانه هئي. مونکي ڪڏهن اهو سپنو به ڪونه هو ته پرماتما هن ماتلوڪ ۾ ست سنگورو جو روپ ڌاري ايندو آهي. پر جڏهن مون ٻڌو ته حضور مهاراج جن ۹ اپريل ۱۹۱۱ کان اچي ڏيري ۾ رهڻ لڳا آهن، مان پاڻکي بياس وڃڻ کان روڪي ڪين سگهيس. جڏهن به مان ڏيري هوندو هوس ته حضور مهاراج جن جي پٺيان هلندو هوس. هڪ ازغيبي شڪتي مونکي هميشه هنن جي واجهه وٺي ويندي هئي؛ من ۾ هڪ عجيب چاهنا رهندي هئي ته سندن سندر مکڙو ڏسندو ئي رهجي جنهنکي اڇي دستار ۽ سفيد ڏاڙهيءَ هڪ انوکي زينت ٿي بخشي.

ڇنڇر آرتوار ۽ وساکيءَ جي موکل ڪڏهن هر سال چار پنج ڏينهن لڳاتار بياس ويندو هوس؛ انهيءَ کانپوءِ هر هفتي ڇنڇر آرتوار لاءِ پيو هفتي جا ڏينهن ڳڻيندو هوس چاڪاڻ ته حضور جن جي حاضريءَ ۾ مونکي هڪ لا بيان آنند ملندو هو.

جڏهن منهنجي پتا کي انهيءَ ڳالهه جي خبر پيئي ته هو نهايت ناراض ٿيو چاڪاڻ ته هنجي پرمارٿ ۾ ڪا به رچي ڪانه هئي. هنکي ڪنهن ٻڌايو ته مان بياس وڃي هر هفتي ٻه ٽي ڏينهن وڃائيندو آهيان. هن ڪنهن خاص ماڻهوءَ هٿان حضور مهاراج جن وٽ شڪايت موڪلي. قسمت سان جڏهن اهو ماڻهو چٺي کڻي آيو ته مان به اُتي ويٺو هوس. هنجي شڪايت هئي ته منهنجي پٽ ۾ امتحان ڏيڻا آهن؛ جي ڇوڪرو پڙهائيءَ ڏانهن ڌيان نه ڏيندو ته اهڙو ڏکيو امتحان ڪيئن پاس ڪندو؟ حضور مهاراج جن انهيءَ ماڻهوءَ کي

# ڀومڪا

هي ڪتاب ڪيئن آرنڀ ٿيو، لکڻ باري ۾ ٻه اکر عرض ڪيان ٿو. هر ديش، ڌرم ۽ قوم جا ماڻهو حضور مهاراج بابا ساون سنگهه جن وٽ ايندا هئا. انهن مان ڪي نه صرف درشن جي شوق سان ايندا هئا، ڪي سندن اپديش ٻڌڻ لاءِ ايندا هئا ۽ ڪي نام جي دکشا وٺڻ لاءِ. هن پستڪ ۾ جيڪي وارتالاپ ڏنل آهن سي حضور مهاراج جن وقت بوقت ڏيري ۾ ايندڙ جگياسين ۽ روحانيت جي کوجين جي پڇيل سوالن جي جواب ۾ فرمايا هئا.

هي بي بها مختصر ليک (Notes) مونکي ڪيئن حاصل ٿيا؟ حضور مهاراج جن مونکي ٣٠ ڊسمبر سنه ١٩١٠ تي نام بخشيو، جڏهن منهنجي عمر ٢٠ ورهيه هئي ۽ مان لاهور جي لا ڪاليج ۾ ٻهرين سال پڙهندو هوس. ان وقت حضور مهاراج جن ايم-اي-ايس ۾ ايس-ڊي-او هئا ۽ رٽائر ڪري تاريخ ٩ اپريل ١٩١١ تي دائمي طور اچي ڏيري ۾ رهيا. اهڙي ريت رٽائر ٿيڻ کان ٿورا ئي مهينا اڳ هنن مونکي پنهنجي چرنن جي شرن بخشي.

حضور مهاراج جن پهرين مئي ١٩١١ کان ڏيري ۾ هر آرتوار تي نيم سان ستسنگ ڏيڻ شروع ڪيو. مان هر شڪروار جي شام جو لاهور مان بياس ويندو هوس ۽ اتان آرتوار شام يا سومر صبح جو لاهور موٽي ايندو هوس. معاف ڪجو جو مون "مان" اکر ڪتب آندو آهي جو غلط آهي، چاڪاڻ ته اهو ڪو مان ڪونه هوس جو بياس ويندو هوس پر مونکي ڪا طاقت زبردستيءَ ڇڪي اتي وٺي ويندي هئي. سام

اَنهد شبد يا الاهي ڪيرتن کي پڪڙي ٿي جنهن سان ستگورو نام دان ڏيڻ وقت اسانجي آتما کي جوڙي ٿو. اهو انهد شبد آتما کي مٺين منڊلن مان پار ڪري پنهنجي نج ڌام پهچائي ٿو. ڏليه آهن اهي سچا جڪي زندگيء ۾ پورن ستگورو ماڻي ٿو.

جوزف ليمنگ
معرفت ٩١١٥، روڊ نمبر ٨٥
وڊ هيون، نيويارڪ (اميرڪا)

دنيا جي ڌرم پستڪن ۾ ان سائنس جو ذڪر ڪيو ويو آهي ۽ هر جڳ جا سنت مهاتمائون، پورڻ گرو ۽ پيغمبر ان سائنس جا ڄاڻو هئا ۽ ان بابت ٻين کي سکيا ڏيندا هئا.

صديون کان اسين پڙهندا آيا آهيون ته انساني شرير ئي پرماتما جو سچو مندر آهي پر انهيءَ مندر ۾ داخل ٿيڻ جو ڀيد صرف ڪو اوچي رسائيءَ وارو مهاتما يا پورڻ گرو ئي ڏئي سگهي ٿو. گروءَ کان چابي وٺي انهيءَ مندر جو دروازو کولي اندر داخل ٿيڻو آهي. دنيا جا سڀ جيو دائمي خوشيءَ جي تلاش ۾ آهن پر اڄ تائين ساري وستن مان ڪنهن کي به اها ڪانه ملي آهي. پورڻ شانتي ۽ آنند ڪيول تڏهن ملي سگهندو جڏهن مکتيءَ جي دروازي کي پار ڪري پرماتما سان ملي پنهنجي نج گهر پهچبو جتي امر زندگي ۽ اٽل شانتي آهي.

هيءَ آتمڪ سائنس آهي جنهن ۾ رسمن ۽ اندھ وشواس کي ڪوبه استان ڪونهي. هي نه آتمڪ اُنتيءَ ۽ پرماتما جي ڌام ۾ پهچڻ جو لز ۽ اڻ گس اُپاءُ آهي. ڪوبه جگياسو پاڻ تي اها خاطري ڪري سگهي ٿو ته سڀني پراڻن ڌرمن جي مول سڌانتن ۾ ۽ پورڻ مهاتمائن جي سکيائن ۾ ڪوبه فرق ڪونهي. جگياسوءَ کي پنهنجي ڌرم جي اصلي ۽ مول سڌانتن ۾ جيڪا ڪجهه ڪمي محسوس ٿئي ٿي نه هيءَ آتمڪ سائنس انجو پورائو ڪري ٿي. سنت مت اسان کان ڪو پنهنجو ڌرم يا مذهب ڪرڻ نٿو چوائي، بلڪ ان تي وڌيڪ روشني وجهي انهيءَ جي اصليت سمجهائي ٿو.

پورڻ گرو پنهنجي ذاتي خرچ لاءِ شيوڪ جي ڪوڏي به قبول نٿو ڪري ۽ شيوڪ کي نام دان جي عيوض ڪابه دڪشنا يا پيسا ڏيڻي ڪانه ٿي پوي. جيڪو گرو ڀيٽائون

اسانجي آتما سنتنام جي سمنڊ جو قطرو آهي، انهيءَ پرڪاشمان سورج جي هڪ ڪرڻ آهي پر من ۽ مايا جو سنگ ڪري اهڙي نه گندي ٿي پيئي آهي جو پنهنجي روحاني اصليت جي سڌ بڌ ڀلائي ويٺي آهي. رچنا جي آد کان اسانجون آتمائون ڪل مالڪ کان وڇڙي هن سنسار جي مهاساگر ۾ ڦٽڪي رهيون آهن. استول، سوکشم ۽ ڪارڻ سريرن جي پردن، آتما جي اصلي پرڪاش کي ڍڪي ڇڏيو آهي. ستگورو اسانکي سيکاريندو ته اهي پردا ڪيئن لاهجن. جڏهن آتما انهن کان آزاد ٿئي ٿي تڏهن پنهنجي اصلي ڀڳونت روپ ۾ ظاهر ٿئي ٿي ۽ پنهنجي روحاني ڀنڊار ۾ سمائجي وڃي ٿي. اها ساڌنا صرف منش ديهه ۾ ٿي سگهي ٿي. اهي سڀ نهايت وڏڀاڳي آهن جي هن املهه انساني ديهه جو قدر ڪن ٿا ۽ جنهن اصلي مقصد لاءِ انسان جو چولو مليو آهي انکي حاصل ڪرڻ لاءِ ڀرپور ڪوشش ڪن ٿا.

سنتن جي سکيا يا سنت مت جو پرچار يورپ ۽ اميريڪا ۾ مشرقي ديشن جي مقابلي ۾ نئون آهي، جتي سنت مت صدين کان وٺي هلندو آيو آهي. انهن سکيائن ۾ اڻ ڀالڪ گيان سمايل آهي جنهنکي اڪثر ڪري سنت مت يا سنتن جو مارگ چئجيٿو. مغربي ديشن ۾ اڄڪلهه اهڙن جگياسن جو تعداد وڌندو وڃيٿو، جن کي هن سائنس دواران منش جنم جو صحيح مقصد سمجهڻ ۽ آتم گيان حاصل ڪرڻ ۾ سهائتا ملي آهي. سنت مت ڪو ڌرم، مت يا فرقو ڪونهي. هي نه هڪ وگيانڪ طريقو آهي جنهن وسيلي اسين هن منش چولي ۾ ئي پنهنجي اندر وڃي پرماتما جي رچنا جو انڀو ڪري سگهون ٿا. ساري

ڪنهن به وقت انهن کان خالي ڪانه رهي آهي. هو سنسار ۾ اهڙن جيون جي سهائتا ۽ رهبريءَ لاءِ هميشه موجود رهن ٿا، جيڪي پنهنجي نج ڌام ۾ واپس وڃڻ جو شوق رکن ٿا.

اهڙا سنت اسانکي ڪڏهن به دنيا کي ڇڏڻ يا مذهب مٽائڻ جي ڪانه هدايت ڪندا ڪن ۽ چاهين ٿا ته اسين سنسار ۾ رهي پنهنجي پتني، ٻارن ۽ رشتيدارن جي مناسب سيوا ڪيون پر ان سان گڏوگڏ پرماتما جي ڀڳتيءَ کي به نه وساريون. اها سڌي سادي عقل جي ڳالهه آهي ته جهڙي طرح ڪنهن ڪلا يا وگيان جي سکڻ لاءِ استاد جي ضرورت آهي اهڙي طرح روحانيت جي گهراين سان ڀرئل وگيان لاءِ به ڪنهن قابل استاد جي ضرورت آهي. هن ٻاراڪ راهه کي بنا رهبر جي طئه ڪرڻ نهايت مشڪل آهي ۽ رهبر به پورو سنت ستگرو هئڻ کپي جو اسانکي اُهيءَ اوچي ۾ اوچيءَ روحاني منزل تي پهچائي جا جنم مرڻ، پرلئه مها پرلئه جي دائري کان مٿي آهي. ماضيءَ جا سنت مهاتما جنکي گذرني جگ ٿي چڪا آهن سي اسانجي مڪتيءَ جي راهه ۾ مدد نٿا ڪري سگهن، جهڙيءَ طرح گذريل وقت جو ڪو ماستر يا پروفيسر هن وقت ڪنهن به شاگرد کي پڙهائي نٿو سگهي.

آناد ڪال کان سڀني پورن مهاتمائن جو آتما کي پرماتما سان ملائڻ جو طريقو ۽ سادن ساڳيو رهيو آهي ۽ ساڳيو ئي رهندو. اهو آهي سرت شبد يوگ يا انهد شبد جي ڪمائي. اهڙا سنت پنهنجي شش جي آتمائن کي انهيءَ مڌر ۽ الاهي سنگيت سان جوڙيندا آهن جو رات ڏينهن انسان جي شرير ۾ گونجي رهيو آهي. اهو شبد سچکنڊ مان نڪرندو ۽ انهيءَ کي پڪڙڻ سان سادڪ به ڌري ڌري سچکنڊ پهچيو وڃي.

آهن. اهي انساني زندگيءَ جا چار ڏاڪڙا آهن جن ۾ ان ٻالڪ جي ڪوچ ڪري سگهجي ٿي. ان ڪوچ ڪرڻ لاءِ اسانکي ٻاهر ڀٽڪڻو ڪونهي. اها ٻربوڪ شالا آهي اسانجو هي شرير جنهن ۾ اها ڪوچ ڪرڻي آهي. پرماتما کي پنهنجي اندر ئي ڳولڻو آهي. اسانجي اندر ئي پرماتما جي بادشاهت آهي. اسانجو سرير ئي مندر آهي جتي پرماتما جو نواس آهي ۽ جتي ئي هنکي ڳولڻ کپي.

پرماتما جي ديش ۾ داخل ٿيڻ لاءِ اسانکي ڪنهن رهنما جي ضرورت آهي. ڪنهن ڄاڻو ۽ تجربيڪار سڪانيءَ جي مدد بنا اسين روحانيت جا اوکا ۽ اٿاه سمنڊ ڪيئن جهاڳي سگهنداسين؟ جيڪڏهن اسانجي ڪشتيءَ جو ڪشتيبان سمنڊ ۽ انجي خطرناڪ طوفان جو پوريءَ طرح واقف آهي ته اسين لاشڪ صحيح سلامت پار پهچي وينداسين. پر افسوس، اسانجي حالت ڪهڙي آهي! اسانجي ٻيڙي زبون، جنهن جو نڪو ملاح، نڪو نگهبان. سڙهه ۽ سڪان بنا، اها زندگيءَ جي طوفاني ڀوساگر ۾ لڏندي لمندي رهيٽي ۽ هوائن ۽ لهرن جا جهڪوڙا پيئي کائي. اهڙي جهرل ۽ هيڻي حالت ۾ اسانجي شڪتي شانتيءَ ۽ سلامت پرٿي بندر ڏانهن ڪيئن وک وڌائي سگهندي؟

هر هڪ انسان پنهنجي زندگيءَ جي ڪشتيءَ کي پنج ۽ پاپ روپي سامان سان ڀري رکيو آهي ۽ سنسار جو ڀو ساگر به اهڙو خطرناڪ ۽ وشال آهي جنهنکي پار ڪندي ڪروڙين ٻڏي ويا. صرف اهي بچي نڪتا جنکي انهيءَ طوفاني ساگر ۾ ڪو جهاز نظر آيو جنهن جي اليوي ڪپتان هٿن کي سندن ٻڏندڙ ٻيڙن مان ڪڍي پنهنجي جهاز تي چاڙهيو ۽ شرن ڏني. سنت ئي اهڙا ملاح يا ڪپتان آهن ۽ هيءَ دنيا

آهي. پڇاڙي ڀاڱن جي ڇپجڻ لاءِ هن پستڪ ۾ ڪافي ڪجهه لکيو ويو آهي ڇاڪاڻ ته هي ڪتاب خاص طور انهن لاءِ ئي لکيو ويو آهي. انڪري ليکڪ هتي حضور مهاراج جن جا اُهي وارتالاپ درج ڪيا آهن جن ۾ يورپ يا اميرڪا واسي جگياسين ڀاڱو ورتو آهي يا اهي ڳالهيون جي پڇاڙي لوڪن لاءِ ڪنهن نه ڪنهن نموني دلچسپ ٿي سگهن ٿيون.

هن وارتالاپ جو اهوئي مضمون آهي جيڪو هر ديش ۽ هر جڳه جي سيدي سنتن جو هوندو آهي. اهو مضمون ڪڏهن به بدلجندو ڪونهي ڇاڪاڻ ته پرماتما ساڳيو آهي، انسان ساڳيو آهي، سنت به ساڳيا آهن ۽ جڏهن سندن اپديش جو مقصد به ساڳيو ئي آهي ته پوءِ اهو مضمون ڪيئن ٿو بدلجي سگهي؟

سنت پرماتما جا پيارا پتر آهن جن کي مالڪ پاڻ جو دوت بڻائي هن سنسار ۾ موڪلي ٿو، انهيءَ لاءِ ته هتي جي مخلوقي جيون کي پنهنجي انهيءَ نج ڌام ۾ وٺي وڃن جتي آنند، مڪتي ۽ شانتي آهي. هو هن دنيا ۾ ڪا قوم، مذهب يا ڌرم برپا ڪرڻ لاءِ ڪو نه ٿا اچن ۽ نڪو انساني رٿين ۽ رسمن ۾ الجهائڻ اچن ٿا. هنن جو اُپديش اهو آهي ته انسان جي زندگيءَ جو اعليٰ مقصد آهي پرماتما جي کوج ۽ اها صرف منش جنم ۾ ئي سگهي ٿي.

هن ڌرتيءَ تي جيڪي چوراسي لک جونيون رهن ٿيون ان مان صرف انسان کي ئي پرماتما کي پائڻ جي شڪتي ۽ يوگيتا حاصل آهي. پکي، پسون، وڻ ٽڻ يا ٻين هيٺين جونين کي پرماتما کي پائڻ جو گيان ڪونه ٿو ٿي سگهي باقي ديوي ديوتائون يا فرشتا به اهڙي رحمت کان محروم

ديوان دولتائي لعل ڪپور حضور مهاراج جن جا ھي انوکا وچن انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪري انھن کي ڪتاب جي صورت ۾ شايع ڪرڻ سان ستسنگين ۽ پرمارٿي جگياسن، خاص ڪري ودیشي ستسنگين جي، صحيح روپ ۾ سيوا ڪئي آهي. ان اپڪار لاءِ اسين سڀ سندس شڪر گذار آهيون.

ليکڪ بي-اي-ايل-ايل-بي آهي ۽ ھن ڪتاب جي لکڻ لاءِ ھر طرح قابل ۽ يوگيہ آهي. ھي سندن ترجمو بلڪل صحيح ۽ ٺھيل جوڳو آهي. جڏھن پاڻ جج ھئا تہ ڪين ھر ڳالھ کي انصاف ۽ سچائيءَ جي پهلوءَ کان ڏسڻ جي عادت پئجي وئي ۽ انھيءَ عادت ٿي ھن ڪتاب کي بلڪل شڌ ۽ پروسي جوڳو بڻايو آهي.

ھڪ ٻئي متر، پروفيسر جگموھنلال ھن ڪارڻ کي ”گھاگھر ۾ ساگر“ سڏيو آهي. ھيءُ پستڪ اڌيائمڪ گيان جو ھڪ طرح جو وشو ڪوش (Encyclopedia) آهي جنھن ۾ ھڪ پرم سنت جا انيوي وچن ۽ وشواس جوڳا رايا انھن سيني مسئلن ۽ سوالن جي باري ۾ ڏنل آهن جيڪي عام طور پرمارٿ جي جگياسن جي من ۾ پيدا ٿيندا رھندا آهن. حضور مهاراج جن آتما، پرماتما ۽ ماياوي رچنا جي باري ۾ سيني پيچيدن سوالن کي، جي پڙھيل لکيل ۽ ٻڌيمان ماڻھن جي دل ۾ اٿندا آهن، نھايت سندر ۽ سولي ٻولي سان حل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. جيڪي دقتون ۽ رڪاوٽون لوڪ ابياس ۾ ايندڙيون آهن، انھن کي دور ڪرڻ جا بہ ڪارگر اپاءُ چڱي طرح کولي سمجھايا ويا آهن.

لوڪ، ويدانت ۽ بائيبل جي روحاني رازن ۽ سڀ کان وڏي سرت شبد جي لوڪ تي ڪافي روشني وڌي وئي

## مهاڳ — ١

مهنجا سرپرست ڀاڳ آهن جو مان هندستان (راڌا سوامي ستسنگ بياس) ۾ ڏيهه ڌاري ستگوروءَ جي سمپرڪ ۾ آيس ۽ مونکي سندن چرنن ۾ وهڻ جو شرف حاصل ٿيو. اهوئي مقصد ڪٺي مان ١٩٥٥ کان اچ ڏانهن تي ڀيرا راڌا سوامي ڪالوني بياس، پوسٽ ڏيرا بابا جيمل سنگهه ۾ آيو آهيان. هن ڪالونيءَ متعلق مان ايترو هيڪ جي چئي سگهان ٿو ته هيءَ پوري شانتيءَ ۽ امن جو آرام گاهه آهي جتي هرڪو جگياسو پورن گوروءَ جي رهنمائيءَ ۽ رهبريءَ هيٺ انمول روحاني ترقيءَ جو لاڀ وٺي سگهي ٿو.

جڏهن مان هتي پهرين ڀيري آيو هوس تڏهن تي مهنجي متر ليکا جج صاحب ديوان دريائي لعل سان ٿي وئي. هن صاحب حضور مهاراج بابا ساون سنگهه جن جا وچن ۽ سندن ڀين سان ٿيل وارتالاپ قلمبند ڪري انگريزيو ترجمو ڪيو آهي. حضور مهاراج جن انهن پرم سنتن مان هئا جي وقت بوقت هن سنسار ۾ لوڪن جي ڪلياڻ لاءِ ايندا آهن. ديوان دريائي لعل کي اٽڪل ٥٠ سال اڳ حضور مهاراج جن ١٩١٠ ۾ نام جي بخشش ڪئي هئي ۽ کيس ٣٨ سال هنجي پوتر چرنن ۾ رهڻ جو سوڀاڳيه ۽ آنند پراپت ٿيو آهي. اهو سمو هن سنت مت جي اصولن جو صحيح ۽ پورو گيان حاصل ڪرڻ ۽ ابياس ذريعي انجو انڀو حاصل ڪرڻ ۾ وليت ڪيو آهي. کين حضور مهاراج جن جي جاءِ نشين سردار بهادر جگت سنگهه جي مهاراج جن جي سيوا ڪرڻ جو پڻ موقعو مليو ۽ هن وقت موجوده ستگورو حضور چرنسنگهه مهاراج جن جي پرسنل سيڪريٽري جي حيثيت ۾ سيوا ڪري رهيا آهن.

مولانا روم، شمس تبريز، سوامي جي مهاراج، بابا جيمل سنگهه جن ۽ ٻين سنتن جو اهو ئي مبارڪ رهيو آهي. سنتن جي ان مهان پرمپرا ۾ بياس ۾ حضور مهاراج ساون سنگهه جن ٿيـ جن ۴۵ سالن تائين ستسنگ ۽ نام دان ڏيئي دوارا انيڪ جيون جي رهنمائي ۽ اڌار ڪيو ۽ انهن وانگر ئي تيجسوي ۽ روحاني شوڀا سان ڀرپور مهاراج چرن سنگهه جن اڄ بـ سنگت جي رهبري ڪري رهيا آهن.

پستڪ جي ليکڪ شري دولتاني لعل ڪپور کي لڳ ڀڳ ۳۸ سال حضور مهاراج ساون سنگهه جن جي پوتر چرنن ۾ رهڻ ۽ سندن پوتر اپديش ٻڌڻ جو سوڀاڳيه پراپت ٿيو آهي. اهو ۳۸ سالن جو عرصو هنن سنت مت جي اڀياس ۽ حضور مهاراج جن جي سيوا ۾ وتيت ڪيو آهي. الڳ الڳ ستسنگن ۾ وارتالاپن جي دوران ۾ هنن جيڪي نوٽس Notes ورتا انهن جي آڌار تي هيءَ ”ساگر ۾ گهاگهر“، اوهان اڳيان موجود آهي.

هي سنڌي انواد اجمير نواسي شري منگهارام ديال ڪيو آهي. اسين ان پرم ڀريءَ سيوا لاءِ سندس ٿورائتا آهيون.

انگريزيءَ ۾ ”ڪال آف دي گريٽ ماسٽر“ ڪافي لوڪ پريه ثابت ٿيو آهي. آشا آهي ته ان جو هي سنڌي انواد پڻ پرمارٿ جي پريمين لاءِ ڪارگر ۽ لاڀدائڪ ثابت ٿيندو.

ايس - ايل - سونڌي
سيڪريٽري
راڌا سوامي ستسنگ، بياس

ڊيرا بابا جيمل سنگهه
اپريل ۱۹۷۸

# ارپڻ پتر

پرم سنت حضور مهاراج
بابا ساونسنگھ جن
جي پوتر يادگيريءَ ۾
گھڻي سڪ شرڌا ۽ نمرتا سان
ارپڻ ڪريان ٿو.
جنهن جو پوتر ۽ مهان ڪاريه
حضور مهاراج چرنسنگھ جن
ڪري رهيا آهن.
"برگ سبز است تحفهٔ درويش."
هي مالڪ! هن ڀڪاريءَ وٽ
هڪ سائي پن کانسواءِ توهانکي پيش
ڪرڻ لاءِ ٻيو ڪجھ نه ڪونهي.

دريائي لعل

چپائيندڙ
ايس. ايل. سونڌي
سيڪريٽري
راڌا سوامي ستسنگ، بياس
ڏيرا بابا جئمل سنگهه
(ضلع امرتسر پنجاب)



| | | |
|---|---|---|
| پهريون ڇاپو | مي ١٩٧٤ | ٣٠٠٠ |
| ٻيون ڇاپو | اپريل ١٩٧٨ | ٥٠٠٠ |

ڪوهنور پرنٽرس،
شيخا محلا، ڏگهي بزار،

# ارپڻ پٽر

پرم سنت حضور مهاراج
بابا ساونسنگهه جن
جي پوتر يادگيريءَ ۾
گهڻي سڪ شرڌا ۽ نمرتا سان
ارپڻ ڪريان ٿو.
جنهجو پوتر ۽ مهان ڪاريه
حضور مهاراج چرنسنگهه جن
ڪري رهيا آهن.

”برگ سبز است تحفهء درويش.“

هي مالڪ! هن بيڪاريءَ وٽ
هڪ سائي پن کانسواءِ توهانکي پيش
ڪرڻ لاءِ ٻيو ڪجهه نه ڪونهي.

دريائي لعل

چپائيندڙ
ايس. ايل. سونڌي
سيڪريٽري
راڌا سوامي سٽسنگ، بياس
ڏيرا بابا جيمل سنگهه
(ضلع امرتسر پنجاب)



| | | |
|---|---|---|
| پهريون ڇاپو | مي ۱۹۷۴ | ۳۰۰۰ |
| ٻيون ڇاپو | اپريل ۱۹۷۸ | ۵۰۰۰ |

ڪوهنور پرنٽرس،
شيخا محلا، ڏگهي بزار،
اجمير




ليکڪ

دريائي لعل ڪپور

راڌا سوامي ستسنگ، بياس

ضلع امرتسر ( پنجاب )